

شري ستنام ساکي

# جيون درشن

## پاڳون ڀيون

شري ۱۰۸ سوامي مادوداس مهراج


لکندڙ :
شريمتي لڪشمي ڪيسواڻي
شري ڄمنداس ڪيسواڻي



ڇپائيندڙ :
شري مادوداس ٽرسٽ
پريم پرڪاش آشرم، آدرش نگر، اجمير
پشڪر راڄ ۽ هردوار

جلد ۱۰۰۰ ]　　سڀ حق واسطا قائم　　[ دفعو ۱
1996

ملڻ جو هنڌ :

# پريم پرڪاش آشرم

آدرش نگر، اجمير



---

ڇپائيندڙ : شري ماڌوداس ٽرسٽ
پريم پرڪاش آشرم، آدرش نگر، اجمير
پشڪر راڄ ۽ هريدوار( فون : 441850)

ڇپيندڙ : ڪؤشل پرنٽنگ پريس
ڊائمنڊ مارڪيٽ، ڪيسر گنج، اجمير
فون : 32767 (پريس) — 424409 (گهر)

ملڻ جو هنڌ :

## پريم پرڪاش آشرم

آدرش نگر، اجمير



---

ڇپائيندڙ : شري ماڌوداس ٽرسٽ
پريم پرڪاش آشرم، آدرش نگر، اجمير
پشڪر راڄ ۾ هريدوارا فون : (441850)

ڇپيندڙ : ڪوشل پرنٽنگ پريس
ديالدا مارڪيٽ، ڪيسر گنج، اجمير
فون : 32767 (پريس) — 424409 (گهر)



شري ستنام ساکي

# جيون درشن

## ڀاڳون ڀرون

### شري ١٠٨ سوامي ماڌوداس مهراج


لکندڙ :

شريمتي لڪشمي ڪيسواڻي

شري جمناداس ڪيسواڻي



ڇپائيندڙ :

شري ماڌوداس ٽرسٽ

پريم پرڪاش آشرم، آدرش نگر، اجمير

پشڪر راڄ ۽ هردوار

جلد ١٠٠٠ ]     سڀ حق واسطا قائم     [ دفعو ١

1996

اوم

شري ستنام ساکي

# جيون درشن

## ستگرو سوامي ماڌو داس مهراج

### مهاڳ

ستگرو سوامي ماڌوداس مهراج جن جي جيون
رشن جو هي ننڍو ڀاڱو سندن سڳورن چرنن ۾ پيش
ڪندي بيحد خوشي ٿي رهي آهي. سندن رحمت
ان ئي هيءَ ڊرابي شيوا نصيب ٿي سگهي آهي.

ستگرو مهراج جن جو جيون درشن ساگر وانگر
هرو ۽ بي انت آهي. جيئن جيئن گهري ڊٻي هڻجي
ندن انت اوڙ جي ڪوشش ڪئي آهي تيئن تيئن
دن اوچ آدرشن روشني امولڪ موتي ملندا آهن.

جهڙو مهان مهما وارو سندن نالو آهي تهڙ
ڳوڻو سندن جيون درشن آهي. "ماڌو" ا
جي اسين ارٿ ڪنداسين ته مطلب نڪرندو
= مايا ، ڌو = پتي معنيٰ مايا جو پتي ارٿات خ
ماتما . جو ... پرماتما جي مايا بي انت آهي تيئن

سنتن چرنن ۾ ھڪا ارداس آھي تہ شل ھي
نمائي شيوا سنتن حضوري ۾ قبول ٿئي. ھي تہ
سدائي وارا ستو آھن جي سنتن ٿي رحمت سان
قبول ٿيندا.

شري ڪرشن ڀڳوان گيتا ۾ چيو آھي تہ جڏھن
ڌرم جي ھاڃي ٿئي ٿي ۽ ڀڳتن کي ڀيڙ ٿئي ٿي
تڏھن ڀڳوان خود ديھ ڌاري ڌرم جي رکشا ڪرڻ
لاءِ گيان جو پرڪاش ڦھلائڻ لاءِ ڌرتي تي جنم
وٺي ٿو.

اھڙي طرح سنت بہ ڀين جي ڪلياڻ لاءِ انساني
چولي ۾ اچي اگيان جي اونڌھ کي ھٽائي گيان
جو پرڪاش ڦھلائي، لکن داين تي ٿڌو جلد وھٽي
آتم گيان روپي امرت پيارين ٿا. سچ تہ سنت ۽
ايشور ۾ ڪير ڪو فرق آھي ڇاڪاڻ تہ سنت ايشور
جو چرندڙ ڦرندڙ روپ آھن.

سنت گوبند ھن ڀيد نہ ڀائي،
سنت رام ھن ايڪو ڀائي.

سنت شرومڻي، برھم گياني، ڪرم يوگي،
مھا ودوان پرم پوڄيہ ستگرو سوامي ماڌوداس
مھاراج جن بہ پريمين جي ڪلياڻ ڪرڻ لاءِ ئي ديو
لوڪ مان اچي انساني ديھ ڌاري پريم جو امر
پرڪاش ڦھلايو.

ستگرو مھاراج جن ساڪيات پريم جا سروپ ھئا.

سندن شخصيت ۾ الوکڪ روحانــي ڪشش هئي. جيڪو پريمي هڪ دفعو سندن شرڻ ۾ ايندو هو سو پريم روپي پيالو پي، ميران وانگر مست ٿــي دنيا جي سڌ ٻڌ ڀلائي سندن ڀڳتيءَ جي رنگ ۾ رنگجي لعل ٿي ويندو هو. هرڪو پريمي گوپين وانگر ائين محسوس ڪندو هو ته سوامي جن صرف منهنجا ئي آهن. پريمين کي ائين لڳندو هو ته جنم جنم جي اُجايل آدما کي سيپ وانگر پيار جي اها سوانتي بوند سوامي جن پياري سدا سدا لاءِ ترپت ڪري ڇڏيو. انهيءَ ڪري ئي پريمي ديش وديش مان ڇڪجي سندن سگوري درشن لاءِ ايندا هئا ۽ وڇڙڻ وقت هنجون هاريندا هئا.

سوامي جن داني داتار هئا. هو صاحب شاهن جا شاهه هئا. جيڪو سندن شرڻ ۾ ايندو هو اُنکي ڏئي ڇڏيندا هئا. پکرون، پرساد ۽ پوجــن سان سيڻي کي سنمان ڏيئي پرڪري ڇڏيندا هئا. ونندڙ ٿڪجي پوندو هــو پر هي صاحب ڏيئي پيا وري ڏيندا هئا. هن جي در تان ڪو به سوالي خالي نــه ويندو هو. سيڻي جون جهوليون ڀري ڇڏيندا هئا.

هڪ دفعي پونا انگلوڊيح ڪاليج جي ماستــر صاحبن جي هڪ ٽولي آتر يارت جو سير ڪري اچي اجمير پهتي. سندن رهبر پروفيسر شري ورياڻــي کين سوامي جن جي سگوري درشن لاءِ آشرم ٿــي

وٺي ايو. رات ڏو وقت ھو آشرم جا سڀ ٻريمي
ڏاڍي بي ويلا ھئا. پر پاڻ يڪدم ٻلڌاري تيار ڪرڻ
جي آڳيا ڪيائون. ٿيسٽائين مھمانن کي آشرم ۾
رھائڻ ٻرڊرشٽي، گيتا ٻرڊرشٽي ۽ ستسنگ و مھراج
جي درشن ڪرڻ ۾ چيائون. ھوٽي اچڻ ٿي سيلي
کي ٿڪ ٿان ٻوجن ڪرايائون ۽ موڪلائڻ وقت
ڪين ٻرساد ڏيڻي، بڪرون ٻاراني ۽ خرچي ڏنائون.
ھي ڪونڪ ڏسي سڀ دنگ رھجي ويا. چوڻ لڳا
ڀارت جي ٻرمڻ ۾ انيڪ مھاتمائن ۽ سنتن جو درشن
ڪيوسين پر اھڙو شاھن جو شاھ ڪٿي به ڪو نه
ڏٺوسين. ھن ڌرتي اسان کي ڪجهه ڏيڻ گھرجي
پرولڻ جي بدران سوامي جن ٻيا ڏين ٿي ڏين ۽
ڏيڻي ٻيا لڳن. خوشي ۾ سندن اکيون سڄل ٿي
ويون ۽ ھي سٺون سوامي، جلجي شان ۾ چيائون،

ڏاتار تون ٿون ٻيا سڀ منگتا،
ميھون منداڳيا وسيا سدا وسيم ڏون.

سوامي جن جو جنم سنبت ١٩٧١ عيسوي سن
١٩١٣ ويساک مهيني جي ١٣ تاريخ ٻلڪ ڳوٺ ٽعلقي
ھالا ضلع حيدرآباد سنڌ ۾ ٻوڄلي ڏاڏي صاحب
کيھيمل داسواڻي جي ڪل ۾ پتا صاحب مولچند
ري جي گھر ماتا ديوي ٻائي جي ڪرب مان
رت ويلي ۾ جنم ٿيو.

ٻالڪ لاءِ ٻھرين ٻالشالا گھر آھي جتي ھو ماتا

پتا روپي گروءَ کان گيان جو پهريون سبق پرائي
ٿو. سوامي جن پريو پريم جو اهو پهريون پيالو گو
مان ئي پيتو. سندن پتا صاحب پريوءَ جا پيارا ه
هو پربات ويلي اُٿي ڀڄن ڳائيندا هئا ۽ شام جو هر
روز ستسنگ ۾ ويندا هئا. ستسنگ ۾ سوامـي جن
کي ٻار سان گڏ وٺي ويندا هئا. سوامي جن جي
مٿان ستسنگ جو ڏاڍو گهرو اثر پيو جنهن کري
سندن سڀاءُ تمام مٺو ۽ سيتل ٿي پيو.

اُنهن ڏينهن ۾ پلـڪ ڳوٺ ۾ ڀاڳن سان ستگرو
مهراج سوامي ٽيئونرام جن پڌاريا. سندن پتا صاحب
ٻالڪ ماڌو کي وٺـي اچي ستگرن جو درشن کيو ۽
ستسنگ ۾ ويو. ٻالڪ ماڌو اهڙي پورن ستگروءَ جو
درشن ڪري من ۾ اهو سنڪلپ ڪيو ته اُن مهاپرش
کي پنهنجو گرو بڻائيندوس ۽ اُن ڏينهن کـان وٺي
پنهنجو من سنسار جي مايا موهه کان ويا ٽاليـندا ۽
پريوءَ سان تار ويا جوڙيندا.

جنهن هڪ ڀيرو نام روپي امرت جو آنند ماڻي
ڏو تنهن جو من سنسار روپي کاري ساگر ۾ ڪيئن
ڳندو. سو گهر پريوار تياڳـي اچي ستگرن جي
رڻ ورتـائون. جيئن هيري جي پرک جوهـري
ندو آهي تيئن ستگرو مهراج جـن به سوامي جن
ب آتم جوتي پرکي کين هميشه لاءِ پنهنجي چرڻن
ٿرڻ ڏني ۽ کين پنهنجو پرم شش بڻائي نام جو

پنهنجي سنگرو جي پوري شرڌا ۽ لگن سان سيوا
ڪئي. آخر هن سنسار جي ياترا پوري ڪري سنگرو
مهراج سوامي ٽيئونرام جن سنبت 1999 جيٺ مهني
جي چوٿين تاريخ جيٺ تت ڇنڇر ڏينهن سوامي
ماڌوداس جن جي آشرم ۾ جوتي جوت سمايا جنهن
ڪري سڀني پريم پرڪاش منڊل ملي ڪري سنگرو
مهراج سوامي ٽيئونرام جن جي ورسيءَ جو شڀ
اُتسو هر سال سوامي ماڌوداس جن کي ملهائڻ جو
اڌڪار ڏنو. اُن ڏينهن کان وٺي اڄ تائين هر سال
سنگرو مهراج جن جي ورسي پهرين جيٺ کان
چوٿين جيٺ تائين وڏي ڌام ڌوم ۽ اُتساهه سان
سان ملهائي ويندي آهي. هن موقعي تي ديش
وديش مان هزارين پريمي اچي ستسنگ جو لاڀ
وٺندا آهن.

ورهاڱي کان پوءِ سنگرو مهراج سوامي ماڌوداس
جن اجمير ۾ آدرش نگر ۾ وشال آشرم جوڙائي
سنگرو سوامي ٽيئونرام مهراج جن جي هندستان ۾
پهرين سنگمرمر جي مورتي اِستاپت ڪرائي.
هيءَ مورتي جوت واري آهي جنهن جي درشن
سان من جون مرادون پوريون ٿين ٿيون.

پنهنجي سنگرو مهراج جن جو يش ڦهلائڻ لاءِ
سوامي جن پشڪر راڄ ۾ جو سڀني تيرٿن جو گرو
آهي ۽ جتي ديش پرديش جا لکين ماڻهو ياترا

ڪرڻ اچن ٿا، هڪ عاليشان سنگمرمر جو مندر
ٺهرايو جتي چوويهن اوتارن جون سنگمرمر جون
سندر مورتون، رامائڻ پردرشني، گيتا پردرشني
۽ نون گرهن جون سنگمرمر جون مورتون ورتن سهت
استاپت ڪرايون. سندرتا ۽ وشالتا جي ڪري پشڪ
راج ۾ ايندڙ هر هڪ ياتري هي مندر ڏسڻ ۽ درشن ڪرڻ
سان نسي آهڪ آنند پائي ٿو. هن آشرم کي
جوڙائي ستگرو سوامي مادوداس جن پنهنجي
ستگرو مهراج سوامي ٽيئوڻرام جن ۽ سندن حالي
کي امر ڪري ڇڏيو آهي.

نام جو پرچار ڪرڻ سان گڏو گڏ ستگرو مهراج
سوامي مادوداس جن سماج سڌار ۽ سماج سيوا
جا انيڪ ڪم ڪيا، سندن دل ۾ دکي پراڻين لاءِ
ديا ۽ سهانڀوتي هئي. اجمير ۾ مياڻي اسپتال
سندن پريرڻا ۽ سهيوگ سان ٺهي. شکشا جي کيتر
۾ سندن گهري دلچسپي هئي. آدرش گرلس
ڊگري ڪاليج به سندن پريرڻا سان برپا ٿيو.
غريب شاگردن جي مدد لاءِ انهن جون فيون
ڀريندا هئا، ڪاليج ۾ وڃي انهن کي ڪتاب
ڊريسون وغيره ورهائي ڏيندا هئا. اهڙي طرح
ٻيا به ڪيترائي گجها دان جا ڪم ڪندا هئا.

ستگرو سوامي مادوداس جن پنهنجي ستگرن
جي شش ڦلائيندي ۽ پريمين کي نام روپي امرت

پيارينءَ 11 جون 1984 ۾ هي سنساري چولو ڇڏي
اننت سماڌيءَ ۾ لين ٿي ويا. سندن شوڀا ياترا
سڄي شهر مان ڪڍي ويئي. پريمين سندن سواگت
۾ انيڪ شوڀا دئار ٺاهيا. سندن انتم درشن ڪرڻ
لاءِ ۽ سندن چرنن ۾ شرڌا جا گل چاڙهڻ لاءِ اجمير
جي جنتا ڪنارون ناهي رستي جي ٻنهي پاسي
بيٺي هئي. پريمين پنهنجي سنگرن مٿان اهڙي نہ
گلن جي ورکا ڪئي جو انين پئي لڳو تہ رستن
تي گلن جا غاليچا وڇايا ويا آهن. اجمير جي پريمين
جو من مايوس پئي لڳو. پر اهڙن سنپرشن جي
جوتي جوت سمائڻ تي ڏک نہ ڪرڻ گهرجي
ڇاڪاڻ تہ :-

"سنت مري ڪيا روئي جو اپني گهر جاءِ،
روئي ساڪت باپڙا هاٽون هاٽ بڪاءِ."

پرم پوجنيہ سوامي جن مهان تياڳي ويراڳي ۽
يوڳي هئا. اهڙي مهان پرش جي برابري ڪير ڪري
سگهندو؟ سو سندن گديءَ تي ڪير بہ نہ ويهي
سگهيو. ان ڪري آشرم جو ڪاروبار هلائڻ لاءِ هڪ
ٽرسٽ ٺاهي ويئي آهي جن سوامي جن جي پوتر ياد ۾
هڪ سندر سنگمرمر جي سماڌي جوڙائي آهي.
پريمين لاءِ هيءَ سماڌي تيرٿ استل ٿي ويئي آهي.
سڀ شرڌالو هتي اچي صدق سان سرڙو جهڪائي
پنهنجي من جون مرادون پوريون ڪن ٿا.

۽ پوڄيه پدما ٻائي جن جا پڻ شڪر گذار آهيون جن پرم پوڄيه ستگرو سوامي مادوداس مهراج جن جي مهما جي باري ۾ گهرو گيان پردان ڪيو.

انت ۾ شري جمنداس کيسواڻي ۽ شريمتي اڪشمي کيسواڻي بيشڪ جس جا ڀاڳي آهن جن پنهنجو وقت ڏيئي گهڻي جفاڪشيءَ سان هي امولڪ پستڪ تيار ڪيو آهي. ساڳئي وقت شري پرهلاد ڪرمواڻي جنهن پستڪ لاءِ سهڻيون تصويرون چٽي پستڪ کي نهايت دلڪش بڻايو آهي. اسين مسٽر ڏلواڻي، ڪوشل پرنٽرس وارن جا نهايت شڪر گذار آهيون جن هر طرح جو سهڪار ڏيئي هي پستڪ ڇپائي پڌرو ڪيو آهي.

آشا آهي تہ پريمي ستگرو مهراج جن جي الوڪڪ جيون درشن جي پٺين ڀاڱي کي پڙهي ڪري آنند ماڻيندا ۽ جوڳو لاڀ پراپت ڪندا.

ڏرمٽي :

پريم پرڪاش آشرم
آدرش نگر، اجمير
تيرٿ راج پشڪر راج ۽ هردوار

ستگرو سوامي ماڌوداس مهراج ٻرهم گيانــي، ٻرهم نيشٺي، ڪامل پُرش ماڻش چولو ڌاري آيا ڪلياڻ ڪرڻ ڪروڙن جو سنڌ ديش جي پوتر ڀوميءَ تي، جتي رشين منين ويدن جي رچنا ڪئي ۽ آتما جي کوج ڪئي هئي.

سندن گرو مهراج ١٠٠٨ ستگرو سوامي ٽيئونرام مهاراجن، مهامنڊليشور پريم پرڪاش منڊل ٽنڊي آدم وارن گيان ۽ ويراڳ ڌاران اگيان روپي ننڊ مان ستلن کي جاڳايو ۽ سندن ڌرم ۽ پورن شيشن ١٠٨ سوامي ماڌوداس مهراج جن ڪرٽيءَ ذُتاران نراڪار کي ساڪار جي روپ ۾ ساموهون رکيو. سندن گرڀڳتيءَ ثابت ڪيو تہ نراڪار ئي ڪڏهن ڀڳتن تان ڀيڙ هٽائڻ لاءِ تہ ڪڏهن ڀڳتن جي اٿي پريم جي پياس مٽائڻ لاءِ اچي پرگهٽ ٿيندو

ڦور ٿي ويا هيو. ديش جي ليٽائن ملڪ جو ورهاڱو ڪيو،
جلهن جو لٽيدو آهو لڪتو. تہ سلڪ ٻن ڪـي پلوٽجو
ڌرم ٻڄاٿل لاء اپاٽا اجها، ٻلهلجي ٻياري ماٺر ٿومي،
ڌلڏا ڏاڙيون ۽ مندر مڙهيون جڏي لڏي هندستان
۾ اچٽو ٻيو.

ٻرہمڻ دي لڏ ٿلاڻ ڪان ٻوه سڀ ٻرٻر ٻرڪاشي
سلت مندر، مڙهيون ۽ ٻوتر استان تياڳـي ڌرم جو
جهلن و ديولانڻ لاء اچي هندستان جي ٻوتر ٻومي
تي ٻهتا.

ٻرم ٻوجلير سوامي جن گياني ۽ وئراڳـي هٺا.
ڪين ستگرو مهراج جن سدا تياڳ ۽ وئراڳ جو پاٺ
پڙهايو هو. جولدا هٺا تہ سادو ۽ سنت ديش ۽ ڪال
جي ٻنڌن کان آجا آهن. سڀ ٻرهماٽڊ سندن گهر
آهي. سو جن گهٽلا ڪـي ٻرماتما جو ٻاٽو سمجهي
آشرم مان صرف ستگرو مهراج جن جي مورتي کڻي
سندن صورت دل ۾ سانڍي توڪل جو ڪرهو ٻڌي
نڪري پيا هن اجنبي انجان ٿلبي صفر تي.

هندستان جي ٻوتر ٻومي تي پير رکڻ کان پوءِ
سوچڻ لڳا تہ ڪهڙي طرف رخ رکجي. آخر نشچير
ڪيائون تہ جن بالڪا جو شب آرٽيب شري ڪرشڻ
. ا . جي راس ليلا اسٿلي برج ٻومي کان ڪجي.
و اجي ٻلدراٻن جي رمڻيڪ استان تي پهتا.

هن ٻوٽي ٻوٽيءَ جي ڪڻ ڪڻ ۾ ڀڳوان شري ڪرشڻ سمايو پيو هو. چارون طرف ڀڳتن جي ڀيڙ لڳي پيئي هئي. هرڪو پريمي ڀاڳ کي راڌا جو روپ پيو سمجهي ۽ شري ڪرشڻ ڀڳوان کي پائڻ لاءِ مستيءَ ۾ پيو جهومي. هتي اٺئي پهر ڀڄن ۽ ڪيرتن جي موج متي پيئي هئي.

هن انجان استان تي به پرم پوڄيہ سوامي جن کي سنڌن شرڌالو پريمي شري جهامنداس ۽ سنڌن ڌرم پتني طوطي ٻائي اچي سک سان مليا. سنڌن درشن ڪري گد گد ٿي چوڻ لڳا اسان جا وڏا ڀاڳ آهن جو توهانجو درشن ٿيو آهي. توهانجو درشن ڪري اسانجو جنم سڦل ٿيو آهي. توهين اسانجا ڀڳوان آهيو. سنت ۽ ايشور ۾ ڪير ڪو فرق آهي. چاڪاڻ تہ سنت ايشور جو چرنڌ ڦرنڌ روپ آهن.

"سنت گوبند هن ڀيد نہ ڀائي،
سنت رام هن ايڪو ڀائي."

هي پريمي ڏاڍي سڪ ۽ شرڌا سان پرم پوڄيہ سوامي جن کي پنهنجي استان تي وٺي آيا ۽ سنڌن خوب آدر ستڪار ڪيائون. ڪجهہ ڏينهن کان پوءِ سنڌن من ميلي سنت گٽيشانند مهراج جن هردوار مان ڪهي اچي بند راهن ۾ سائين مليا. پرم پوڄيہ

سوامي جن سيلي سلتن جو ڏاڍو آدر سٽڪار ڪندا هئا . سو سوامي گنگيشانند جن کي ڏاڍي سڪ سان پاڻ سان گڏ رکيائون.

صبح جو پرڀات ويلي اُٺي پڇن ڪيرڻ ڪري اُنهن پوتر استانن جو درشن ڪرڻ ويندا هئا جتي شري ڪرشڻ ڀڳوان راس رچائي هئي. ڪين اُنهن رمڻيڪ جهرڻن جي ڪل ڪل مان شري ڪرشڻ جي مرليءَ جي مڌر ڌنا ٻڌڻ ۾ ايندي هئي. هوا جي هر جهونڪي مان ڪرشڻ جي پير راڌا جي گهنگهرن جي جهڻڪار ٻڌڻ ۾ ايندي هئي. ڪين سڄو واتاورڻ ڪرشڻ مير محسوس ٿيندو هو. ڪاڪن جا ڪاڪ شري ڪرشڻ ڀڳوان جي ڌيان ۾ مگن ٿي ڪونجهي ويندا هئا.

شام جو نيم سان هر روز ستسنگ ڪندا هئا. ستسنگ ۾ پريمين کي چوندا هئا تہ اسان جا وڏا ڀاڳ آهن جو اسانکي شري ڪرشڻ ڀڳوان جي پوتر ڀوميءَ جو درشن ٿيو آهي.

هڪ ڏينهن ستسنگ ۾ پريمين کي شري ڪرشڻ ڀڳوان جي مهما ٻڌائيندي چيائون تہ شري ڪرشڻ ڀڳوان پورڻ اوتار هئا. هنن جي جيتري مهما ڳائجي اوتري ٿوري آهي. شري ڪرشڻ ڀڳوان ڪلُ سمرٿ آهن.

ر آهي. ٿلهڪري هلي ڪولر ٿــو سگهي صرف آن
هن جو ڪارڻ آهي ۽ جز آهي. هن کي انمير ڪوش
چئبو آهي.

2ـ بي ڪلا پــراڻ آهي. ان ۽ پــراڻ ملڻ سان
سوبيج ڪاڻ پئدا ٿئي ٿي، جنهن ۾ صرف چلڻ قوت
جي شڪتي آهي. هــن کــي پراڻمير ڪوش چئبو
آهي.

3ـ تين ڪلا من آهي. هــن کــي منومير ڪوش
چئبو آهي. انمير، پراڻمير ۽ منومير ٽنهي جي ملڻ
سان اند ج ڪاڻ پئدا ٿئي ٿي. يعني حيڪي جيو
الي مان پيدا ٿين ٿا. جيئن پکي ادڪ جيڪي من
سان هڪ ٻئي کي ڄاڻ ۾ بريم ڪن ٿا.

4ـ چوٿين ڪلا وگيان آهي. جنهنڪي وگيان مير
ڪوش چئبو آهي. انمير، پراڻمير، منومير ۽ وگيانمير
انهن چئني جي ملڻ سان جيرج ڪاڻ پيدا ٿئي ٿي.
جيئن چئن پيرن ٽي هلڻ وارا جيو، هاٿي، گهوڙا ۽
پشو ادڪ آهن. جن ۾ بريم سان گــڏ ٻڌي ۽ جــي
[illegible] به آهي.

[illegible] ڪلا آنند آهي جنهنڪي آنند مير ڪوش
[illegible] آهي پنج ڪوش ملش مالـــر ۾ ساڌارڻ
[illegible] آهن.

[illegible] بلي آهي يعنـــي الشوري ڪلا.

هيءَ ڪلا هنر ۽ علم سان وڌندي آهي ۽ منش جي ڪرم انوسار وڌ يا گهٽ ٿيندي آهي.

پر ڀڳوان شري ڪرشڻ چند ۾ هڪ رس ۽ پورڻ آهي.

7- ستين ڪلا ڌرم آهي. ڌرم جا ڏهه انگ آهن:-
1- ڪميا 2- اهنسا 3- ديا 4- مٺو ٻولڻ 5- سچ ڳالهائڻ 6- تپ 7- دان 8- شيل 9- سوچ 10- ترشنا جو تياڳ.

ڀڳوان جي رچيل سڄي سرشٽي ڌرم انوسار آهي. جڏهن وقت جي ڦير ۾ ڌرم ڪجهه گهٽجي ٿو اڌوا ڌرم جي ناس ڪرڻ ۾ را پيدا ٿين ٿا تڏهن وقت اُتي ڀڳوان ڪنهن نه ڪنهن روپ ۾ يا خود پاڻ اوتار وٺي اچي ڌرم جي رکيا ڪري ٿو.

ڀڳوان شري ڪرشڻ گيتا جي چوٿين اڌياءَ جي ٧-٨ سلوڪ ۾ خود چيو آهي ته:-

"هي ڀارت! جڏهن جڏهن ڌرم جي هاڃي ٿئي ٿي ۽ اڌرم وڌي وڃي ٿو تڏهن مان پنهنجي سروپ کي رچيان ٿو يعني ساڪار روپ ۾ پرگهٽ ٿيان ٿو.

سادو پرشن جو اُڌار ڪرڻ لاءِ ۽ پاپ ڪرم ڪرڻ وارن جي ناس ڪرڻ لاءِ ۽ ڌرم جي چڱيءَ طرح سان اِستاپنا ڪرڻ لاءِ مان يڳ يڳ ۾ پرگهٽ ٿيان ٿو."

8- اٺين ڪلا ارت آهي. جيڪي ٻـه ڏن جي

پراپت ڪرڻ جا طريقا هندن سي ڌرم جي انوسار هجن. سڀئي ارٿ ڀڳوان جي ڪرپا سان پراپت ٿيندا آهن. شري ڪرشڻ چند ڀڳوان خود پرم ارٿ روپ آهي.

9- ناٿين ڪلا گيان آهي. گيان ناو آهي ٻاهرئين ٻاڻ کي سڃاڻڻ جو. هي گيان به ڀڳوان جي ڪرپا سان پراپت ٿيندو آهي ۽ هي سمپورڻ گيان ڀڳوان شري ڪرشڻ چند ۾ آهي. ڀڳوان خود گيان جو پرڪاش آهي.

10- ڏهين ڪلا تيج يعني پرڪاش آهي. سڄو سنسار پرڪاش ۾ آهي ۽ ڀڳوان ئي پرڪاشڪ آهي.

سنسار ۾ جيترو به پرڪاش، جوت آهي اهو سڀئي ڀڳوان جي سٽا سان آهي.

ڀڳوان شري ڪرشڻ چند سڄي وشو جو پرڪاشڪ آهي.

11- يارهين ڪلا ٻل آهي. هن سڀني ڪلائن جي پراپت ڪرڻ سان ٻل پراپت ٿئي ٿو.

ڀڳوان شري ڪرشڻ چند ٻل جو اٿاهه سمنڊ آهي. سنسار جو ڪو به پراڻي انهي ٻل جو انت پائي نٿو سگهي. ويد به نيت نيت چئي چپ ٿي وڃن ٿا. [illegible] هزار مکه ۽ هزار زبانن سان ڀڳوان جو

هر روز نئون پش ڪائيندي ته اُن جو انت پائي نه
سگهي .

12- ٻارهين ڪلا يوگ آهي . يوگ چئن قسمن جو
آهي :- 1- هٺ يوگ 2- منتر يوگ 3- لئه يوگ
4- راج يوگ .

1- هٺ يوگ ڇاکي ٿو چئجي :- ڇهه ڪرم ۽ پنج
مدرائون ٺنڪي هٺ يوگ چئبو آهي . ڇهه ڪرم هي
آهن :-

1- نيتي 2- ڌوتي 3- وستي 4- ترانڪ 5- گج
6- نولي .

پنج مدرائون هي آهن :-

1- کيچري 2- ڀوچري 3- چاچري 4- اگوچري
5- انمني .

منتر يوگ ڇاکي ٿو چئجي :-

ٿو ڪلاڪ هڪ هنڌ ويهي گروءَ جي منتر جو جاپ
ڪرڻ ۽ سڌ آسڻ تي ويهي سرتي گروءَ جي شبد ۾،
درتي گروءَ جي مورت ۾، ورتي گروءَ جي مها واڪيه
جي ارٿ جي ويچار ۾ لڳائي، پنهنجي نظار ڪسي
نڪ جي چوٽيءَ کان اوم يا ڪنهن ديوتا يا گروءَ جي
مورتيءَ ۾ لڳائڻ .

راج يوگ ڇاکي چوندا آهن :-

راج يوگ جا اٺ انگ آهن :-

1. بر 2. لير 3. آسٺ 4. براٿايام 5. برلهار 6. ڏارٿا 7. ڏيان 8. سماڌي.

هي چارئي يوگ گروءَ جي دواران مکٽ ضروري آهن.

ڀڳوان شري ڪرشن چند سمستا يوگين جو ايشور اهي.

13- تيرهين ڪلا سروگيتا اهي. ڀڳوان شري ڪرشن ئي پورڻ سروگير آهي. برهما جي وچڙن اٿوا گوالن جو اڪائن، اندر جو ڪوپ ڪرڻ آد اد سروگيتا اهي.

14- چوڏهين ڪلا اڇا شڪتي اهي. ڀڳوان جي اڇا شڪتيءَ کي سرشٽيءَ جو ڪارڻ مڃيل اهي. هن اڇا شڪتيءَ جا چار روپ آهن. اڇا، شڪتي، يوگ ۽ مايا. ڀڳوان شري ڪرشن چند کي چارئي پراپت آهن.

15- پندرهين ڪلا سرولو ستنترتا اهي. ڀڳوان شري ڪرشن چند سروويايي، سرو شڪتيوان ۽ پرم ستنتر اهي.

16- سورهين ڪلا سرو سڌ آهي. ڀڳوان شري ڪرشن کي سرو سڌي پراپت اهي. سنسار جا سڀئي ڪارج ڀڳوان جي ڪرپا سان سڌ ٿين ٿا.

[illegible] رهن ڪلائن کي پراپت ڪري هي ملش

پرمانند سروپ کـي پائي پرم گت کـي پـراپت
ڪري ٿو.

پرم پوجيه سوامي جن ڀڳوان شري ڪرشڻ جي
مهما ٻڌائي پريمين کي چوڻ لڳا ته چوراسي لک
جو ڦيرون پورڻ کان پوءِ اسانکي هيءُ درلڀ مانش
ديهه ملي آهي. هي جنم اسانجو تڏهن سڦلو ٿيندو
جڏهن هيءُ پياسي آتما پرماتما ۾ لين ٿي جنم مرڻ
جي چڪر کان آجي ٿيندي.

پرم پوجيه سوامي جن جـي پـرم ڀڳت شري
جهامنداس سوامي جن کـي عرض ڪيو تـه اسين
گرهستي هـن جنم ۾ پرماتما کـي ڪيئن پائـي
سگهنداسين. پرماتما کي پائڻ لاءِ سادو، سنياسي،
وئراڳـي جهنگلن ۽ غفائن ۾ وڃـي گهـور تپسيا
ڪن ٿا.

پوجيه سوامي جن کين سمجهائي چوڻ لڳا تـه
اسانجي سنگرو مهراج سوامي ٽيئونرام جن گرهستين
کي پرماتما کـي پراپت ڪرڻ لاءِ تمام سولو رستو
ٻڌايو آهي. اهـو رستو آهي پرماتما کـي دل و جان
سان پيار ڪرڻ جو. پرماتما کي صرف ڀڳت جـو
سچو پريم گهرجي. اهيءُ ڪري پرماتما کـي پائڻ
دل ۾ پيار جي جوتي جڳائڻي آهي ۽ پيار جـي
پرڪاش سان اسان کي پرماتما جو درشن ٿيندو.

هي ڳالهه ٻڌائي سوامي جن پريمين کي چوڻ
لڳا ته پرماتما اسان جي دل ۾ پريم جو ٻج قدرتي
وجهي ڇڏيو آهي. پيار ڪرڻ انسان جو سڀاءُ آهي.
انهيءَ ڪري ئي اسين پنهنجي گهر ٻار سان
پيار ڪريون ٿا. پر جڏهن هيءَ انسان پنهنجي ديش
سان اتي پيار ڪري ٿو تڏهن اُن ۾ ايمان پيدا ٿئي
ٿو. جڏهن ٻئي جي ديش سان اتي پيار ڪري ٿو
تڏهن اُن ۾ ڪام واسنا پيدا ٿئي ٿي. جڏهن هو
پئسي سان اتي پيار ڪري ٿو تڏهن اُن ۾ لوڀ
پيدا ٿئي ٿو. جڏهن هو پد سان اتي پيار ڪري ٿو
ته اُن ۾ اهنڪار پيدا ٿئي ٿو. اهڙيءَ طرح اسين
ويچار ڪري ڏسنداسين ته هر منش جو ڪنهن نه
ڪنهن سان پيار جو لڳاءُ آهي ۽ اِن سنسارڪ پيار
سان ڪو نه ڪو وڪار ضرور پيدا ٿئي ٿو جو اسان
دک ۽ اشانتيءَ جو ڪارڻ بڻجي ٿو.

پر جي اسين پرماتما سان سچي پريتي لڳايون
ته اسان کي سچي سک ۽ آنند جي پراپتي ٿيندي.
صرف پنهنجي ورتيءَ کي ڦيرائڻ جي ضرورت
آهي. جيئن هاري جڏهن وهندڙ پاڻيءَ جو رخ
پنهنجي کيت ڏانهن ڪندو آهي تڏهن ئي کيت
۾ ان جا انبار پيدا ٿيندا آهن ۽ هو مالا مال ٿي
ويندو آهي. اهڙيءَ طرح جڏهن اسين پنهنجي

من جي ورتيءَ کي سلسار ڪجي مايا جار مان ڇڏائي
پرماتما سان جوڙيندا آهيون تڏهن اسان کي پرماتما
جي پراپتي ٿيندي ۽ اسين جنم مرڻ جي چڪر
کان ڇٽي مڪتي حاصل ڪندا آهيون.

پرم پوڄنيہ سوامي جن چون ٿا پرماتما لاءِ اهو
پيار ۽ ڀاونا جي چاهنا سچي هجڻ گهرجي. پرنتو
هجڻ گهرجي، ان ۾ ترڪ هجي پوءِ ڪجهه به
مشڪل نه آهي. پرماتما جي هڪ پياري سچ چيو
آهي ته "گهرو ۽ آهو توهان کي ڏنو ويندو، ڳوليو
۽ توهان پائيندا، کڙڪايو ۽ توهانجي لاءِ دروازو
کوليو ويندو.

جن پرماتما جي پيارن سچي دل سان پرماتما
جي ڀڳتي ڪئي آهي، ڪوچ ڪئي آهي انهن پرماتما
کي پاتو آهي. گرونانڪ صاحب، سنت رنداس،
سنت شرومڻي ڪبير صاحب گرهست ۾ رهندي،
گرهست جي ڌرم جو پالن ڪندي پرماتما جي سچي
ڀڳتيءَ ۾ ايترو ته رنگجي ويا جو هن جنم ۾ ئي
پرماتما کي پائي سيلي گرهستي جڳياسن لاءِ هڪ
مثال قائم ڪري ويا.

پرم پوڄنيہ سوامي جن برهمڻ کي چون ٿا ته
پرماتما سان سچي پريت لڳائڻ جي ضرورت آهي
ان ۾ گرهست تياڳي جهنگلن ۾ وڃڻ جي ضرورت

نہ آھي. سنت شرومڻي ڪبير صاحب اُن جو
صاف مثال آھي. ھو صاحب سڄو ڏينھن ڪپڙا
اُڻي گھر گرھستيءَ جو ڪاروبار ھلائيندو ھو ۽
گڏوگڏ پرماتما جو سمرڻ بہ ڪندو رھندو ھو.
ھن صاحب جو "ھٿ ھاڄ ۾ ۽ من محبوب سان جڙيو
رھندو ھو" اھڙي نموني سمرڻ ڪندي ڪيڏي
نہ وڏي منزل تي پھچي ويا. سندن سڦلتا جو
ڪارڻ ھئي پرماتما لاءِ سچي ۽ گھري تڙپ.

ھڪ جگياسوءَ پرم پوجيہ سوامي جن کان پڇيو
تہ اھا تڙپ ڪھڙي قسم جي ھئڻ گھرجي؟ ڪين
تي ھڪ مثال ڏيئي سمجھائڻ لڳا:-

درشٽانت:- ھڪ ششيہ پنھنجي گروءَ جي خوب
ڀڳتي ڪئي. ھڪ ڏينھن اُن ششيہ پنھنجي گروءَ
کي وينتي ڪئي تہ مھراج مونکي ڀڳوان جو درشن
ڪڏھن ٿيندو؟ گروءَ مشڪي ڪري سندس ڳالھہ
ٽاري ڇڏي. ھڪ ڏينھن ٻنپھرن جو پنھنجي ششيہ
کي چيائون تہ ڏاڍي گرمي آھي ھل تہ ھلي نديءَ
۾ ٽٻي ڏيئي اچون. ھو نديءَ تي ويا. ششيہ نديءَ
۾ ٽٻو ڏنو ۽ پليان سندن گرو بہ نديءَ ۾ گھڙيو.
گروءَ پنھنجي ششيہ جو مٿو ڪجھہ وقت پاڻيءَ ۾
دٻائي رکيو. جڏھن ڪجھہ وقت ٿائين ھو ٻاھر
نڪرڻ لاءِ ڇٽپٽائڻ لڳو تڏھن گروءَ کيس ڇڏي

تڏهن دوارپال کيس اندر وڃڻ کان روڪيندي چيو ته گوسوامي جو حڪم آهي ته ڪابه استري نج مندر ۾ نٿي وڃي سگهي. تنهن تي ميران دربان کي چيو ته گوسوامي جن کي وڃي چئو ته برنداون ۾ منهنجي شيام ڪانڌ سواءِ ٻيو ڪوڙو پرش نظر نٿو آهي. هتي ته پرش صرف هڪ آهي ۽ اهو آهي منهنجو گرڌر گوپال باقي سڀ اُپاسڪ تہ گوپيون آهن.

دربان جڏهن گوسوامي کي ميران جو اهو نياپو ڏنو تڏهن گوسوامي جون اکيون کليون ۽ خود اچي ڀڳت شرومڻي کان معافي ورتائين ۽ کيس مندر ۾ اچڻ لاءِ عرض ڪيو. جون ئي ته ميران مندر ۾ وڃي اندران در ٻاٽي شيام جي اندر سدا سدا جي لاءِ سمائجي ويئي. ڪافي دير ٿيڻ بہ جڏهن در نہ کليو تڏهن لاچار در کولي جڏهن اندر ويا تہ ڏسن تہ ميران تہ شيام جي اندر سمائجي چڪي هئي، سندس چنري جو پلو صرف ٻاهر لٽڪي رهيو هو. ڀڳت شرومڻي ميران جي هيءَ الوڪڪ ڀڳتي ڏسي سڀ حيران ٿي ويا.

جهڙيءَ طرح ڀڳت شرومڻي ميران ڀڳتي ڪري پنهنجي گرڌر سان ملي هڪ ٿي ويئي هئي تهڙيءَ طرح پوڄا جون سڀ وڌائون انهيءَ هڪ ٿي منزل

پورڻ ايڪتا ۾ پهچن ٿيون. اسين شروع ۾ ڏسي آيا
آهيون. انهيءَ وقت آتما پاڻ ٿي رهي ته ايشور
۽ مان ٻه الڳ الڳ ٿي پيا آهيون. ٻنهي جي وچ ۾
پردي جو انت ٿئي ٿو ۽ منش ايشور جي طرف
وڌڻ شروع ٿو ڪري ۽ جڏهن ته ايشور منش جي
طرف وڌڻ ٿو شروع ڪري.

منش ٻولهجي جيون ۾ سڀني سمبنڌن کي مثال
طور ماءُ، پيءُ، مترن، پريميءَ کي ابتدائيءَ وچ ٿو
ڏسي خود اهو سڀ ٻنهي وچ ٿو ۽ آخرين حالت
۾ هو ٻولهجي آراڌيہ (اشٽ) سان ملي هڪ ٿي وڃي
ٿو. "مان" "تون" آهيان ۽ "تون" "مان"، "ٻولهجي
پوڄا ڪندي مان خود ٻولهجي پوڄا ٿو
ڪريان ۽ ٻولهجي پوڄا ڪندي مان ٻولهجي پوڄا
ٿو ڪريان." جتان اسان شروع ڪيو هو اتي ئي
انت به ٿئي ٿو. اهو پرماتما جو شروع ۾ ڪيون خاص
جڳهه تي رهندڙ هو، انهيءَ جڏهن ته "انت پريم" جو
روپ ڌارڻ ڪري جڏيو. خود منش ۾ تبديلي اچي
وڃي، هو ايشور جي طرف وڌي ويو، جنهن بيڪار
جي واسنائن سان هو پريور هو، انهن سڀني واسنائن
کي دور ڪندو ويو. واسنائن سان گڏ سوارٿيپڻو به
ختم ٿيو ۽ انت ۾ هن کي محسوس ٿيو پريم، پريمي
پريم معلوم ٿيندي، ڀڳت ۽ ڀڳوان ٿيئي هڪ ٿي

آهن. شاهه عبداللطيف هن ايڪتا کي هن طرح ظاهر ڪيو آهي :—

”جا ڏيهي ڏنم ڏيـار ۾، ڪري روح رهاڻ،
تڪو ڏونگـر ڏيهـه ۾، تڪا ڪيچين ڪاڻ،
ڀڄون ٿيس ڀـاڻ، سسئي ڪان سور ٿيا.“

پرم پوڄنيه سوامي جن پريمين کي چوڻ لڳا ته جڏهن سڀ ويچا وساري ڀڳت ڀڳوان جي ڀڳتيءَ ۾ لين ٿي ڀڳوان سان هڪ ٿي وڃي ٿو تڏهن وقت هو انهي پهر پريم جي مستيءَ ۾ مست رهي ٿو ۽ هن کي دنيا جي ڪنهن به قسم جي ڄاڻ نٿي رهـي. اِئي پريمين کي پريم جـي مستيءَ جـو درشٽانت ٻڌايائون :—

درشٽانت :- هڪ دفعي جـي ڳالهه آهي، شري ڪرشڻ ڀڳوان پنهنجي پرم ڀڳت ودر جي گهر ويو. اِتفاق سان اُن وقت ودر ڀـڳت گهر ۾ ڪونه هـو. شري ڪرشڻ ڀڳوان در تي سڏ ڪيو. اُن وقت ودر جي اِستري ڪپڙا لاهي اِسنان ڪري رهي هئي، ڀـڳوان شري ڪرشن جـو آواز سڃاڻي جهڙي حال ۾ هئي ڊوڙندي ڀڳوان وٽ آئي. ڀڳوان اُهو ڏسي ڪيس چيو ته وڃ! پهرين ڪپڙا پائي اچ. تڏهن تي ڀڳوان کي چيائين ته تنهنجو آواز ٻڌي مان پنهنجي سڌ ٻڌ ڀلائي ويٺس.

پوءِ ڪبڙا ٻانهي اچي ڀڳوان شري ڪرشڻ جو
آدرستڪار ڪري آسڻ تي وهاريائينس. گهر ۾ اُن
وقت ڪيلن کانسواءِ ٻيو ڪجهه به ڪونه هو. سو ٿالهيءَ
۾ ڪيلا ڪڍي پيار ۽ شردا سان ڀڳوان کي کارائڻ
لڳي. سندس سڄو ڌيان ڀڳوان جي درشن ۾ لڳو
پيو هو، اکيون ته ٻيئي ٻڪريس، سو الهيءَ مستيءَ
جي حالت ۾ ڪيلا ڇلي ڇلڪا ويٺي ڀڳوان کي
کارائيندي ۽ مال ويٺي اڇليندي. ايتري ۾ ودر
اچي پهتو. هي عجب ڪوتڪ ڏسي واڪرو ٿي ويو.
پنهنجي استريءَ کي چيائين ته هي ڇا ٿي ڪرين؟
ڀڳوان کي ڇلڪا کارائي ڪيلا ڦٽي ڪندي ويٺي
وڃين. تڏهن هن کي هوش آيو ۽ هاڻ ڀڳوان کي
چڱيءَ طرح ڪيلا کارائڻ لڳي. تڏهن تي ڀڳوان
شري ڪرشڻ چوڻ لڳو جيڪو آنند ڇلڪن کائڻ ۾
آيو، اهو ڪيلن کائڻ ۾ نه آيو. ڀڳوان ته ڀاو جو بکيو
آهي.

هي درشٽانت ٻڌي پريمين کي ڏاڍو آنند آيو.
شري جياملداس پرم پوڄيه سوامي جن کي هٿ
جوڙي وينتي ڪئي ته سائين اسين ته سنسار جي
مايا جار ۾ ڦاٿا پيا آهيون، اسان جي دل ۾ ڀڳت
شرومڻي ميران جهڙي مستي ۽ ودر جهڙي ڀڳتي
ڪيئن پيدا ٿيندي؟

پرم پوڄيه سوامي جن پنهنجي پريميءَ جو هي
پرشن ٻڌي ڪري چوڻ لڳا ته اسين اُنهن ماڻهن
۽ شين کي ياد ڪندا آهيون جن سان اسان کي
پيار هوندو آهي. پر پرماتما جيڪو ڏالي، روپ ۽ گڻ
کان رهت، نرگڻ، نراڪار اوناشي آهي ۽ جنهنجي
هئڻ جو دل ۾ سوڪيم آڀاس ماتر ٿئي ٿو، اهو شروع
۾ اجنبي، اڻ ڄاڻ وانگر لڳندو آهي. انهيءَ ڪري
اُن کي پيار ڪرڻ جو ڪو رستو نه ملندو آهي. پر
اسين اُن جي لڳاتار سمرڻ جي اڀياس دوارا من
جي لاءِ پيار پيدا ڪري سگهون ٿا. هن لڳاتار اڀياس
دوارا 'هو' اسانجي ويجهو ايندو رهندو ۽ وقت
اچڻ تي اسانجي دل ۾ اُها مستي ۽ تڙپ اوشيم
پيدا ٿيندي ۽ اِن ڪشش کان پوءِ اسان جو هن
سان ضرور ميلاپ ٿيندو.

پرم پوڄيه سوامي جن پريمين کي چوڻ لڳا ته
پرماتما جو سمرڻ اسان کي اٺئي پهر ڪرڻ گهرجي.
اسانکي پنهنجا نجي ڪم ڪار، آفيس، واپار، سماج
۽ پريوار جا ڪم ڪندي اهو سمرڻ ڪرڻ گهرجي
ته هي سڀ ڪم ڪاريون اسانجي دل ۾ براجمان
پرماتما ئي ڪري رهيو آهي. اهو ئي پوڄن ڪري
رهيو آهي، اهو ئي سڀ ڪاروهنوار ڪري رهيو
آهي.

پرم پوجيہ ستگرو مهراج چوڻ لڳا تہ هن اڀياس دواران جيڪو سمرڻ چيتن من سان شروع ٿئي ٿو سو ڌيري ڌيري اوچيتن من تسي پوءِ اچيتن من تائين پهچي وڃي ٿو ۽ هن اوستا جي پراپت ٿيڻ تي اساڻو من ايشورمیہ ٿي وڃي ٿو ۽ دائمي طور سان پرماتما جي سروپ ۾ لئي وڃي ٿو. هن دشا ۾ پهچڻ ڪانپوءِ چيتن روپ سان سمرڻ ڪرڻ ايترو اهميت وارو نٿو رهي ڇاڪاڻ تہ هاڻ اسين هر وقت الهيءَ ۾ لين رهون ٿا.

سوامي جن چوڻ لڳا تہ هن طرح سندن نام جو سمرڻ سندن ڪرپا سان ملندو. سو ڪين ڏينهن رات انهي پرارٿنا ڪريون تہ هي پرماتما اسين تنهن جا بالڪ توکان نامدان ٿا گهرون. اهو ڇٺي برهمين ڪي ڇپائون، اچو تہ ملي ڪري پرماتما کي اها پرارٿنا ڪريون —

شبد - ٢ (سر مانجهہ)

هري نال هميشہ سچو ڏيان ڏي تون،
سدا شانت وارو سچو گيان ڏي تون ——
١- رهي ٿي تنهنجي ڏينهن رات دل ۾،
سچي نام تنهنجي جو نيشان ڏي تون ——
٢- ڏسون ٻڌون تنهنجي تہ صورت سدائين،
سچي پريم وارو سو پروان ڏي تون ——

م تنهنجي رهـي پياس پريو،
اسانکي ته ايشور اهو دان ڏي ٿون......
”ماڻو“ هري نام تنهنجو،
سچو پريم پنهنجو ته ڀڳوان ڏي ٿون......

هيم سوامي جن پريمين کي پڇن ٻڌائي
ته مالڪ سان سچو پيار ڪرڻ سور ويــرن
ي چاڪاڻ ته سچي پيار جو رستو ڪڏهن
سولو نه هوندو آهي. پيار جيترو سچو
ٿو اوترو ئي ڏکيو هوندو. جيترو وڌيڪ
اتما کي پيار ڪندا- اوترو اون سختيون ۽
هو تو هانجي رستي ۾ موڪليندو. سون
ڻ لاءِ اُن کي باهه ۾ تپائبو آهي.

۾ ٻراجمان ڪرڻ لاءِ سڀ کان ضروري آهي تہ اسين ٻنهنجي ٻريتم جي سنگهاسن جي صفائي ڪريون، ٻنهنجي دل مان نفرت ۽ ايرشيا ڪي ڪڍي اُن کي نرمل ڪريون. هر ڪنهن ٻراڻيءَ ۾ سندس نرمل جوت سمجهي اُن سان پيار ڪريون. جيستائين دل ۾ نفرت جو ٻج آهي تيستائين اُن ۾ پيار جو سلو ڪڏهن ڪونہ نڪرندو. جيئن هڪ مياڻ ۾ ٻہ ترارون نہ رهي سگهنديون آهن تيئن ٻرماتما جو پيار ۽ ڪنهن ٻئي ٻراڻيءَ لاءِ نفرت اسان جي دل ۾ گڏ رهي نہ سگهندا. جيستائين اسان جي دل ۾ ڪنهن جي لاءِ ٻئي نفرت آهي تيستائين اسان جو من ٻچن ۾ ۽ ٻرماتما جي سمرڻ ۾ اصل ڪونہ لڳندو. اِن ڪري پيار ۽ سد ڀاونا سان دل کي صاف ڪري نرمل ڪريون جيئن اسان جو ٻريتم ٻرماتما اُن ۾ اچي ٻراجمان ٿي سگهي. اِها ڳالهہ چٽيءَ طرح سمجهائڻ لاءِ هڪ درشٽانت ڏئيون ٿا:—

گهڻي وقت جي ڳالهہ آهي حيدرآباد ۾ مرليڌر نالي هڪ سيٺ رهندو هو. هن جو ڌرم ڏاڍو ڏاڍو لاڙو هو. هن ڪيترائي مندر ٺهرايا. هن هڪ آشرم ٺهرايو جنهن ۾ ودوان سنياسي رهندا هئا. سيٺ مرليڌر جو هڪ ٻئي سيٺ لکمي چند سان جهڳڙو

هو. اهو جهڳڙو زمين تان هو. جهڳڙو وڌندي ڪورٽ ۾ پهچي ويو. ڪيس هلڻ لڳو. ڪيترا سال ڪيس هلندو رهيو. سيٺ مرليڌر ڪيس ۾ اڙندو رهيو ۽ پنهنجو ڪاروبار به ڪندو رهيو. سندس جوڙايل آشرم ۾ روز رات جو ستسنگ ٿيندو هو. سيٺ مرليڌر نيم سان ڪٿا پڙهي ويندو هو. ڪٿا پڙهندي پڙهندي هن کي سنسار کان ويراڳ ٿي ويو. گروءَ کان پڇي هو آشرم ۾ رهڻ لڳو. هڪ ڪمري ۾ رهندو هو. ڀوڄن گهر مان ايندو هو سو کائي سڄو ڏينهن جاپ ڪندو رهندو هو. گهڻو ئي وقت ائين ڪندي گذري ويو. هڪ ڏينهن هن گروءَ کي چيو ته جيڪڏهن توهان جي مهرباني ٿئي ته مان سنياس وٺان. گروءَ چيو، مرليڌر تون اڃا سنياس وٺڻ جي لائق نه آهين.

سيٺ مرليڌر سوچڻ لڳو مان گهر ته ڪونه ٿو وڃان پر منهنجي روٽي ته گهران اچي ٿي. هاڻ روٽي گهران نه گهرائيندس. هت ٿي هڪ نوڪر رکي ڇڏيندس، اهو ئي روٽي ٺاهيندو رهندو. اهو ئي هن ڪيو. ڪجهه ڏينهن کان پوءِ اهو سوچي ته هاڻ منهنجو گهر سان ڪو به سنبنڌ ڪونهي. سو گروءَ کي چوڻ لڳو مهراج هاڻ مان سنياس وٺان؟ گرو مهراج چيو نه اهو وقت نه آيو آهي.

سيٺ مرليڌر سوچيو، مان نوڪر ڪان ٿو روٽي ٺهرايان انهيءَ ڪري گرو مهراج نٿا آکيا ڏين. اهو به ڇڏي ڏيندس. ٻڪيا ٻئي کائيندس ۽ ٻيون سڀ آرام جون شيون ڪياڳيندس. هاڻي هن اهو ٺيڪيو. صبح جو وچي شهر مان ٻڪيا ڪري ايندو هو ۽ سڄو ڏينهن آتم چنتن ۾ مست ٿي ويلو هوندو هو. اٿين ڪندي ڪافي وقت گذري ويو. وري گرو مهراج کي پرارٿنا ڪيائين ته مهراج مونکي سنياس ڏيو. گرو مهراج سوچي چيو ته اڃان ته سيٺ صاحب. سيٺ مرليڌر عجب ۾ پئجي ويو. اڃان ڪوڙي ڪمي رهجي ويئي. سوچي ڏٺائين ۽ ٻوءِ ٻاهر کي چيائين، مان گهر گهر مان ٻڪيا وٺي ويو آهيان پر سيٺ لڪمي چند جي گهران ٻڪيا نه ورتي اٿم. انهيءَ ڪارڻ دشمنيءَ جي پراڻي ڀاونا اڃان ۾ منهنجي دل ۾ گهر ڪري ويئي آهي. انهيءَ ڀاونا کي ڇڏڻ ٿو ٻولڻ ۽ ٻئي ڏينهن صبح جو لڪمي چند جي گهر پهچي ويو. وچي الک جڳايائين. ڀڳوان جي نالي تي ٻڪيا ڏيو! سيٺ لڪميچند جا نوڪر سيٺ مرليڌر کي ڏسي دوڙندا سيٺ وٽ ويا. سوڪندي سوڪندي چوڻ لڳا ته سيٺ جي! سيٺ مرليڌر توهانجي در تي ٻڪيا وٺڻ آيو آهي. سيٺ لڪمي چند عجب ۾ چيو ته اهو ڪيئن ٿو ٿي سگهي؟ توهان کي ڀرم ٿيو آهي. ڪو ٻيو هوندو. نوڪرن چيو ته

ته سيٺ صاحب هو سيٺ مرليڌر ئي آهي. توهان ڇئو
ته ڪاڏي ٻه ڏهر ملائي نديونس. هميشهه لاءِ جهگڙو ختم
ٿي ويندو. سيٺ لکميچند نوڪرن کي ڏهڪائيندي
چيو ته ته، مونکي نه سڃاڻ ڏيو. مڪان جي دروازي
تي هن ڏنو ته سيٺ مرليڌر جهولي ڦهلائي بيٺو آهي.
مرليڌر هن کي ڏنو ۽ جهولي ڦهلائي چيو ته سيٺ
جي ٻڪيا. لکمي چند ڊوڙي اڳتي وڌيو، رڙ ڪري
چيائين، مرليڌر! لکمي چند هن کي ٻنهي ڄاڱيءَ
سان اٿاڻي ڇڏيو. مرليڌر جهڪي ڪيس پيرين پيو.
لکمي چند ٻه هن جي پيرن تي ڪري پيو ۽
چيائينس مرليڌر مٿي هل، مونسان گڏ هلي روٽي
کاءُ. مرليڌر چيو ته ته سيٺ صاحب! مان ته ٻڪاري
ٻنهي آيو آهيان، ٻڪيا وٺڻ آيو آهيان. ٻڪيا وجهو
منهنجي جهوليءَ ۾.

انهيءَ وقت نوڪر ڊوڙندو آيو، چوڻ لڳو توهان
جي تار آهي. ڏسو هن تار ۾ ڇا لکيل آهي. لکميچند
تار کولي پڙهي. تار مرليڌر جي پٽ جي هٿان جا
ڪلڪتا مان آيل هئي. جنهن ۾ لکيل هو ته اسانجو
پتا صاحب اسانکي ڇڏي هلي ويو آهي. زمين
جو جهگڙو اجان ختم نه ٿيو آهي ٻر هاڻي هن
زمين کي وٺي اسين ڇا ڪنداسين؟ هن تار
دواران اسين زمين جو حق واپس ٿا وٺون.

پڇڻ ۽ سمرڻ ڪندي جڳياسو جڏهن پرمارٿ جي
راهہ تي هلي ٿو تڏهن ڪيس رهنمائيءَ جي ضرورت
پوي ٿي چاڪاڻ ته آتما ۽ پرماتما جو سنبنڌ تمام
سوکيم ۽ نازڪ آهي، اُن کي سمجهڻ لاءِ منش جي
ساڌارڻ بڌي سمرٿ ناهي. هن جي حالت مرگ
وانگر ٿيو پوي. جيئن ڪستوري هرڻ جي نابيءَ ۾
هوندي آهي، جڏهن ڪيس ڪستوريءَ جي خوشبوءِ
ايندي آهي تڏهن هو اُن تي مست ٿي اُن جي
تلاش ڪرڻ لاءِ هيڏانهن هوڏانهن ڊوڙي ڊڪندو
آهي پر هو پنهنجي نابيءَ ۾ ڪستوري هوندي به
اُن کي پائي نه سگهندو آهي چاڪاڻ ته هن کي
اُن جو گيان ئي نه هوندو آهي.

ساڳي طرح پرم پتا پرميشور جو سرووياپي
هرهنڌ حاضر آهي سو ته اسان جي هرديه ۾ براجمان
آهي. ضرورت آهي پاهر مکتا ڇڏي ڪري انترمکي
ٿيڻ جي، پوءِ گيان روپي پرڪاش سان سوکيم
نيترن سان اسين اُن ديويه جوتيءَ جو درشن ڪري
سگهون ٿا. اندر وچي اُن خزاني جي دٺار ڪي
ڪواڻ جي ڪنجي ستگروءَ وٽ آهي. ستگروءَ جي
مهر ميا سان اها نام روپي ڪنجي وٺي جڳياسو اندر
جا پٽ کولي پنهنجي پريتم جو درشن ڪري سگهي
و. ستگرو مهراج پرماتما جو ئي سروپ آهن. هن

ٿياڳـﮧ تپسيا سان پرماتما سان ساکياتڪار ڪري اُن
کي پاتو آهي. هو خود سچکنڊ جا واسي آهن ۽
پنهنجن جڳياسو پريمين جي رهنمائي ڪري کين
منزل حاصل ڪرڻ ۾ سهائتا ڪن ٿا. ستگروءَ ڏاتاران
ڏنل نام اُن ناو مثل آهي جهڙن جي ڏاتاران جڳياسو
هي ساگر روپي سنسار پار ڪري هن پار پرماتما ۾
لين ٿئي ٿو.

اُهي پريمي وڏ ڀاڳي آهن جن کي هي پرمارٿ
جي راهه ملي آهي ۽ اُن راهه تي سنڀالي هلڻ لاءِ
ستگروءَ جي روپ ۾ رهبر مليو آهي. وڏن ڀاڳن
سان نام روپي سچو سهارو مليو آهي. پر راهه به
ملي، رهبر به مليو ۽ راهه تي هلڻ لاءِ نام روپي
سهارو به مليو پر جي جڳياسو ستگرو مهراج جي
ٻڌايل راهه موجب هر روز نيم سان ڪمائي نه ڪندو،
ايڪاگر چت سان نام جو سمرڻ نه ڪندو ته منزل
تي ڪيئن پهچندو. ساموهون ڪيترا به سوادي طعام
پيا هجن ته ڇا ٿيو بک ته اُن کي کائڻ سان ئي
لهندي. گهڻا ئي شاستر پڙهو، ستسنگ ٻڌو، پوڄا
پاٺ ڪريو پر جيستائين خود آسڻ تي ويهي صحيح
طريقي سان سمرڻ ڀڄن ۽ نام جو سمرڻ نه ڪبو
آهي تيستائين پرماتما جو ساکياتڪار نه ٿي سگهندو.
سنت شروميڻي ڪبير صاحب هن ڳالهه ۾ پڻ اهائي
ڳالهه چئي آهي :—

وسڻ کهين ڏونئي کهين ،
کيهي ٻڌ آوي هاٿ ،
کهه کبير تب پائيي ،
جب ٻسدي ليجي ساٿ.

هي پن ٻڌائي ٿريمين کي هيءَ ڳالهه چڱيءَ طرح سمجهائڻ لاءِ هيٺيون درشٽانت ڏنائون :-

درشٽانت :- هڪ مهلي ۾ هڪ ٿرڪس ٻيي ماٿي اکيلي رهندي هئي. سڀ ٻاڙي وارا سندس عزت ڪندا هئا ۽ ڏکه سکه ۾ سندن شيوا پڻ ڪندا هئا. هڪ ڏينهن سڄهو ويلي اُها ٻيڙي امان ٻاهر ڳهٽيءَ ۾ سرڪاري بتيءَ هيٺان ويٺي ڪجهه ڳولهي رهي هئي. آڌان لنگهندڙ هڪ ٻاڙي واري ڪاڻس پڇيو ته امان ڇا ٿي ڳولهين ؟ جواب ڏنائين ابا مهنجي سئي ڪري پئي آهي اها پيئي ڳولهيان. سو همدرديءَ وچان ان ٻاڙيسريءَ ڪيس چيو امان مان ٿو توهان کي سئي ڳولهڻ ۾ مدد ڪريان. ائين چئي هو به بتيءَ هيٺان ويهي سئي ڳولهڻ لڳو. اهڙيءَ طرح جيڪو به ٻاڙيسري آڌان لانگهائو ٿيو سو ويهي اچي سئي ڳولهڻ لڳو. سيلي ڇڱي جاڪوڙ ڪئي پر سئيءَ جو پتو نه ارد هو. ائي هڪ سياڻو آڌان لانگهاڻو ٿيو. تنهن سڀني ڪان بوي پڇيو ته ابا! توهين سڀ ڇا ٿا ڳولهيو؟

تنهن تي سيٺي ڪيس چيو تہ ڀڄڙي امان جي سڱي گم ٿي ويئي آهي سا اسين سڀ ڳولهي رهيا آهيون. تڏهن هن چيو ترسو ڀڄڙي امان کان تہ پڇو تہ سڱي ڪٿي ڪيرائي اٿس؟ ائين بيڪار ۾ هڙوراڙيون هڻڻ سان تہ سڱي ڪانہ ملندي. ان تي اُن سياڻي ڪياني پرش ڀڄڙي امان کان پڇيو تہ امان! توهان سڱي ڪٿي ڪيرائي آهي؟ تنهن تي ڀڄڙي امان ڪيس جواب ڏنو تہ ابا! سڱي تہ منهنجي گهر ۾ ڪري آهي. ان سياڻي ڪيس چيو تہ جڏهن سڱي گهر ۾ ڪري آهي تہ پوءِ توهان اُن ڪي گهر کان ٻاهر ڇو ٿا ڳولهيو. حي سڱيءَ کي ٻاهر ورهہ ڳولهيو تہ اُها هٿ نہ ايندي. جيڪا شيءِ جتي آهي ٿي ڪونہ اُها اُتان ڪيئن ملندي؟ تنهن تي ڀڄڙي امان جواب ڏنو تہ ابا! مون ٻڌو هو تہ وڃايل شيءِ روشنيءَ ۾ ملندي آهي. منهنجي گهر تہ روشني آهي ڪانہ ٻاهر گهٽيءَ ۾ روشني ڏسي مان سڱي ڳولهڻ لڳس. تنهن تي اُن سياڻي چيس تہ امان سڱي ڳولهڻ لاءِ روشني گهر ۾ ڪرڻي پوندي؛ جتي سڱي ڪري آهي اُتي ڳولهڻي پوندي. صحيح جڳهہ تي ڳولهڻ سان اُها شيءِ حاصل ٿيندي.

درشتانت ڏنائي ۽ پرم پوجنيہ سوامي جن پريمين کي چوڻ لڳا تہ اسان کي پرماتما پنهنجي اندر ۾ ستگرو مهراج کان نام روپي پرڪاش وٺي سمرڻ

روٽي ڪمائي ڪري محنت سان گهاريندو هوندو.
جي ان پيڙهي اهان وانگر اُن کي ٻاهر تلاش
ڪنداسين ته منزل تي نه پهچي سگهنداسين. ستسنگ
۾ وڃڻ تمام ضروري آهي ڇاڪاڻ ته ستسنگ مان
اسان کي امرت روٽي جل ملي ٿو جنهن سان نام
روٽي سلو ساٿو ٿيندو ۽ ان سلي کي وڌائڻ ۽ هرو
ڀرو رکڻ لاءِ ستسنگ روٽي امرت به ضروري آهي.
پر اهو امرت به تڏهن ڪارائتو ٿيندو جڏهن اسين
نام روٽي ٻج پوکي پڇي تيار ڪنداسين. ان طرح
نام ۽ سمرڻ جو مهتو سمجهائي پرم پوجنيه سوامي
جن پريمين کي هن ڀڄن دوارا اهو راز کولي
سمجهايو:—

ڀڄن - ٣

سواس سمرڻي سوري،
ڏاتر اهه ڏوري - ڏاتر اهه ڏوري......
1- سواس اموڪ ماڻڪ موتي،
جڳت داتا جي تهون ۾ جوتي-
ٽس وجود ۾ ووڙي - ڏاتر اهه ڏوري......
2- سواسن مالها سڪ سان سورج،
او ڪڻن اڪائي چرخو چورج-
جاڻي الکه کي اوري - ڏاتر اهه ڏوري......
3- "ماڌو" هي ٿون سواس سڃاڻج،
وڻي ڪرو ڪان شبد اچارج-
ڪنڌ ڪلهون ڪان ڪوري - ڏاتر اهه ڏوري......

بلد راڄن جي نيرت اسٿلي ۾ پرم پوجليہ سوامي
جن هر روز شام جو پريمين کي ستسنگ روپي
امرت پياري مست ڪري ڇڏيو. پريمين جي پيڙ
وينّي ٿي وڌندي. پيڙ وڌندي به ڇو نه. پرم پوجليہ
سوامي جن ڀڳوان شري ڪرشڻ جي ڀڳتيءَ ۾
رنگجي خود ڪرشڻ ميہ بڻجي پيا. سندن دل ۾
هردم پريم جو اٿاهہ ساگر ڇوليون ماري رهيو هو.
جيڪو پريمي سندن ستسنگ ۾ ايندو هو ان کي
ايئن ته پيار ڏيندا هئا جو هو سمجهندو هو ته ستگرو
مهراج جن جي وشيش ڪرپا صرف منهنجي مٿان
ئي آهي. هيءَ ساڳي شري ڪرشڻ ڀڳوان واري
ليلا لڳي پيئي هئي. جيئن راس ليلا ڪندي هرڪا
گوپي سمجهندي هئي ته شري ڪرشڻ صرف
منهنجو آهي ۽ مونسان ئي راس رچائي رهيو آهي.
ساڳي ليلا پريمين سان لڳي پيئي هئي.

پرم پوجليہ سوامي جن کي هن ڪرشڻ ميہ
واتاورڻ ۾ خوب آنند اچي رهيو هو. صبوح جو
هر روز بلد راڄن جي مندرن ۾ وڃي ڀڳوان شري
ڪرشڻ جي ناٽا پرڪارن جي روپن جو درشن ڪري
گد گد ٿيندا هئا. ڪلاڪن جا ڪلاڪ ڌيان ۾ مگن
ٿي بي سڌ ٿي ويندا هئا.
اهو سڀ هوندي به پرم پوجليہ سوامي جن جي

دل ۾ پنهنجي ڀراڻن ڀريمين جـي چڪ لڳي پيئي هئي. هڪ ڏينهن پنهنجي من ميلي ساٿـي سوامي گڏيشانند کي چياڻون ته پاڻـي هيڏي آنند هوندي ته اسان جـي دل هاڻـي هتان ڪجهي پيئي آهي. اسانکي اسانجا ڀريمي پڪاري رهيا آهن. انهـيءَ ڪري اسين هاڻي هتان هلنداسين. سوامي گڏيشانند جن ڪانئن پڇيو ته سائين هتان ڪري ڪٿي منزل هئبي؟ ڀرم ڀوجنيه سوامي جن کين ٻڌايو ته پـت و انٿون ته اسان جا گهڻا ڀريمي اجمير ۾ آهن انهيءَ ڪري اتي هلبو. اجمير جي ڀرسان تيرٿ راج پشڪر راج ته آهي اتي هلي برهما جو درشن به ڪبو. پشڪر راج جي پوتر جل ۾ ٽٻي ڏيبي.

ٻئي ڏينهن شام جو ستسنگ ڪانپوء ڀريمين کي ٻڌاياڻون ته هاڻي اسين توهان کان موڪلايون ٿا. سڀيئي ڀريمي ڏاڍا مايوس ٿيا. هڪ جوڙي آڏين اکين سان دين من ٿي ڀرم ڀوجنيه سوامي جـن کي وينتي ڪري چوڻ لڳا ته سائين اسان کان ڪهڙي خطا ٿي آهي جو اسان کـان منهن موڙي ٿا وڃو. جي ڪنهن طرح وڇوڙو ڏيڻو هو ته اسانکي پنهنجي ڀريم جـي ڏوريءَ ۾ ڇو ٻـڌو؟ سائين توهان ته ڀـڳوان شري ڪرشن واري ڪار ڪئـي آهي جنهن سڀني گوپين کي ڀريم جـي ڏوريءَ

[illegible] عست ڪري ۽ وڇوڙو ڏيڻي چڏيو. سيڻي
[illegible] سلدن چوڻ ٻڌي زار زار روئــي ڪانـڻن
[illegible] ششائڻ لڳا. ڪين اِتي رهي ٻوڻ لاءِ زوربار
[illegible]. چوڻ لڳا اسان ڪــان توهانجو وڇوڙو
[illegible] ڻ ٿيندو. هن پرديس ۾ اسانکي توهانجو
[illegible] آهي. اسان ڪي ند ٽڪو ڪري نہ وڃو.

[illegible] سوامي جن ڪين آئت ڏيڻي سمجهائڻ
[illegible] آتما سان هميشہ توهان سان گــڏ
[illegible]. [illegible] انــدر مان آواز آيــو اهي، سو
[illegible] ڪان ڪي موڪل ڏيو. ٻاڌو رمتا رهن
[illegible]. [illegible] آشيرواد توهانجي مٿان هميشهہ
[illegible] هر روز نيم سان پڌايل وڌيءَ سان
[illegible] ڪندا رهجو. توهان ڏ سندا ۽ اسين
[illegible] توهان ساڻ ئي آهيون.

[illegible] من صان سيہي پريمين پرم پوجليہ سوامي
[illegible] ماليائون بارانی پاو پيلي وداڻی ڏني. اتان
[illegible] ئي سوامي جن سڌو اجمير ۾ آيا. اجمير پهچندي
ئي سندن ملاقات سندن پرم ڀڳت ديوان شوقتراءِ
[illegible] ئي. ديوان شوقتراءِ حيدرآباد ۾ سندن آشرم
۾ پرم پوجليہ سوامي جن دواران ڏنـل ڪمرن ۾
رهندو هو ۽ سندن خوب شيوا ڪندو هو. ديوان
سندن درشن ڪري گد گد ٿيو ۽ ڪين هٿ جوڙي

وينتي ڪيائين ته اسين توهان جي درشن لاءِ
اکيون وڇائي ويٺا آهيون. توهان جا پريمي توهان
کي پل پل پڪاري رهيا آهن. ڪرپا ڪري هلي
اسان جي ڪٽيا کي پوتر ڪريو. سنت ۽ ڀڳوان ته
پريم جا بکيا ٿيندا آهن سو ديوان جي پريم سندي
پڪار ٻڌي سندن گهر هليا. سڀ گهر وارا سندن
سواگت ڪري بيحد خوش ٿيا. ٻئي ڏينهن صبوح
جو سوير پشڪر راج تيرٿ راج لاءِ سانباهو ڪيائون.
اُتي پهچي برهم گهاٽ تي پهچي شردا سان ٽٻي
ڏيئي وڏي وڏان سان جليبيون ۽ ڏڌ گهرائي پوڄا
ارچنا ڪري مهراج کي دڪشنا ڏنائون. پوءِ برهما
جي مندر ۾ وڃي درشن ڪري سڀ و اُن آستان
تي آيا جتي ڪجهه عرصو اڳ پرم پوجنيه ستگرو
مهراج جن سان گڏ تيرٿ ڪري اچي ڏيرو هنيو
هئائون. هيءَ واريءَ جي ڍِبَ ٽڪري آدم واري
دربار وانگر خوب اوچي ۽ وشال هئي. هتي پهچي
پهنجي من ميلي سنت سوامي گنگيشانند کي
چيائون ته هي استان ڪيڏو نه سندر ۽ وشال آهي.
دل ۾ آش آهي ته هتي ٽڪري آدم واري امراپور
دربار وانگر ستگرو مهراج جن جي ياد ۾ آشرم
ٺهرائجي. پشڪر راج تيرٿن جو گرو آهي. تيرٿ
ڪرڻ کان پوءِ هر ڪو شردالو ياتري هتي ٽٻي
ڏيڻ کان پوءِ ياترا پوري سمجهندو آهي. انهيءَ

ڪري پالرين جو ته هتي پارهن ئـي مهنا ٽالٽو لڳو پيو هوندو آهي. اهڙي اِستان تـي سنگرو مهراج جن جو آشرم لهرائي سندن سکياڻن جـو پرچار ڪرڻ گهرجي. سنگرو مهراج جن اسان جو هيء سنڪلپ ضرور پورو ڪندا. اهـو سنڪلپ ڪري پرم پوجيه سوامي جن اجمير موٽي آيـا. سندن اجمير پڌارجڻ جـي خبر جيئن سنـدن پريمين کي پوڻ لڳي تيئن سڀ سندن شرڻ ۾ اچڻ لڳا ۽ کين عرض ڪيائون تـه هن اوکـي گهڙيء ۾ سندن رحلمائي ڪن.

پرم پوجيه سوامي جـن پريمين جـي سڪ ۽ شردا ڏسي آشاگنج ۾ جتي اڄ ڪلهه هاسي پائي ڌرمشالا آهي، اتي هڪ آستان ورتو. جتي هر روز ستسنگ ڪري دکي دلين کي اُلت ڏيندا هئا. سڀ پريمي وطن ڇڏي بي گهر ٿي روزي روٽيء ۽ اجهي جـي مسئلن ۾ مشغول هئا. سنـدن پيـر اڳڙي چڪا هئا. ڪڏهن ڪڏهن ته نراش ۽ هتاش ٿي پرم پوجيه سوامي جن جـي شرڻ ۾ سندن آشيرواد لاء ايندا هئا. سوامي جن خود بـه تمام گهرا آشاوادي هئا سو کين هميشه اُلـت ڏيندا رهندا هئا.

هڪ ڏينهن ستسنگ ۾ اُلت ڏيندي چيائون ته

سائين جيڪي ڪجهہ ڪري ٿو اُن ۾ ڪا نہ ڪا رحمت لڪل آهي. اِنهيءَ ڪري سندس رضا تي راضي رهڻ گهرجي. ڪين سمجهائڻ لاءِ گرو نانڪ صاحب جي جيون جو هڪ درشٽانت ٻڌايائون :—

درشٽانت :- هڪ ڏينهن گرونانڪ صاحب ڀالي مرداني سان رڌن ڪنهن هڪ ڳوٺ ۾ پهتا. ڳوٺ وارا ناستڪ هئا. هنن نڪو سندن ستسنگ ڏانهن ڌيان ڏنو نڪي سندن شيوا ڪيائون. گرونانڪ صاحب اُتان هلڻ وقت کين آشيرواد ڏني تہ ”ابا! شل هن ڳوٺ ۾ ئي وسندا رهو.“ رڌن ڪندي ڪنهن ٻئي ڳوٺ ۾ پهتا. اُتان جا پريمي ايشور ڀڳت هئا. هنن سڪ ۽ شرڌا سان سندن ستسنگ ٻڌو ۽ دل وجان سان سندن شيوا ڪئي ۽ ڪين ٻہ ٽي ڏينهن رهي ستسنگ ڪرڻ لاءِ وينتي ڪئي. اُتان هلڻ وقت ڳوٺ وارن کي آشيرواد ڏيئي چوڻ لڳا تہ ”ابا! شل ٽڙي پکڙجي وڃو.“

جڏهن ڳوٺ کان ٻاهر آيا تڏهن ڀالي مرداني کين عرض ڪيو تہ گرو مهراج اسان جي هڪ شنڪا آهي اُن جو ڪرپا ڪري سماڌان ڪريو. پهرين ڳوٺ وارن اوهان جي پوري آوڀڳت بہ ڪانہ ڪئي ۽

توهان هلن کي آشيرواد ڏني ته شل هن ڪوٺ ۾
جڙيا رهو. ٻنهي ڪوٺ وارا ايشور ڀڳت هئا ۽ توهان
جي دل و جان سان خوب شيوا ڪيائون انهن ويچارن
کي توهان ٻارنهن ڏنو ته ابا شل تڙي پکڙجي وڃو.
بابا سائين! اسان کي اهو راز ڪوئي ٻڌايو ته اسان
کي شانتي ملي.

انهن تي گرو نانڪ صاحب ڪين سمجهائي
چيو ته ابا پهرين ڪوٺ وارا ناستڪ هئا،
انهيءَ ڪري انهن کي آشيرواد ڪري چيو سين ته
توهين ان ڪوٺ تائين محدود رهو جيئن اها خرابي
اڳتي نه ڦهلجي. ٻنهي ڪوٺ وارا ايشور ڀڳت ۽
سنت شيوي هئا ان ڪري انهن کي آشيرواد
ڏنيسين ته ابا ! شل تڙي پکڙجي وڃو جيئن
سنت مهانگي ۽ خوشبوءِ چارون طرف ڦهلجي
وڃي.

درشتانت ٻڌائي پرم پوجنيه سوامي جن پريمين
کي سمجهائيندي چوڻ لڳا ته شايد پرماتما اسان
جي مٿان هيءَ پريکشا جي گهڙي ان ڪري موڪلي
آهي ته جيئن اسين سڀئي هند پومهيءَ ۾ تڙي
پکڙجي سنت و سيوا جي سرهاڻ ڦهلائي پريم
جو پرڪاش ڪري ڌرم جو جهنڊو جهولايون.
ي نهولي پريوءَ جي ٻاڻي کي ملو جاڻي هي
ديائون :-

شبد ۴ (راڳ ڪلنگ ڀيروي)

ڪرتار سندو هي ڀاڻو،
من دک سک سنگت ماڻي......

1- ڪوئي راجا رنڪ پل ڏاري،
پل ۾ ڏٺي سو پيڙو ڀڪاري
وٺي منگندو در در داڻو......

2- ڪوئي پيڙو پڻي پڻاڻون پل ۾،
ڏٺي سو شاهن شاهہ
وهي تخت ڏ ڀڻي ڏلاڻو .....

3- ڪوئي مورک مست ڦري ٿو،
ڪوئي پنڊت روز رڙي ٿو
هي ڪرمن جو سڀ ڪاڻو......

4- ”ماڌو“ ڀاڻو آهي پياري،
مٺڙو سڀ کي، نر هجي ناري
چاهي مورک هجي سياڻو......

هن ڪشت جي گهڙيءَ ۾ به پريمين پرم پوجيم
سوامي جن جي ڏن من سان خوب شيوا ڪئي.
ڪڏهن ڪڏهن ڪين گيارس، ست ناراڻ يا ٻئي
ڪنهن موقعي تي گهر گهرائي، ستسنگ ڪرائي
خوب شيوا ڪندا هئا. پريمي سنت وانگر سوامي جن
جي شيوا ڪري ڪين پيغام ڏون ڏ يڪ چاهيندا هئا پر
هن ڪشت جي گهڙيءَ ۾ ڪڏهن ڪڏهن هو پاڻ

کي مجبور سمجهندا هئا. سڀني پريمين جي اها
دلي تمنا هئي تہ حيدرآباد وانگر سوامي جن هڪ
وشال آشرم جي اسٿاپنا ڪن. پرم پوڄيہ سوامي
جن سنڌ ۾ ان جا پاڙ سمجهي ڪين چوندا هئا تہ
سنت ۽ ڀڳوان تہ صرف ڀاو جا بکيا ٿيندا آهن.
توهان جا هيءُ شردا ۽ ڀڳتيءَ جا ڀاو اسان لاءِ لکن
کان مٿي ملهائتا آهن. توهين دل ونئي ڪريو. ڏکن
ڀليان سکہ ۽ رات ڪاليہ ٿي پئون اوشيہ ٿيندو. جڏهن
هو ڏينهن نہ رهيا تڏهن هي ڏينهن ٻہ گڏ ري
ويندا. سخت محنت، سچي لگن ۽ پختي ارادي
سان اسين اڳين کان اڳرا ٿيندا سين. توهين دل
لٽي اصل نہ ڪريو. جي توهانجي ڀاونا سچي آهي
تہ هڪ ڏينهن سنڌ وانگر هڪ وشال آشرم جي
اسٿاپنا اوشيہ ٿيندي. هن وقت توهانجي هيءَ
شردا ۽ سچي ڀاونا اسان جي لاءِ هڪ وڏي پونجي
آهي. سنڌن دل کي آٿت ڏيڻ لاءِ ڪين هي
درشنانت ٻڌايائون :-

درشنانت :- هڪ ڏينهن ڪنهن دالي سيٺ کي
رستي تي هڪ ٻڍو ڀڪاري مليو. ان جا ڏڳ جي
ڪري چپ بہ نيلا ٿي ويا هئا. سندس هٿ سڄي
ويا هئا. ان جي اهڙي ديڻ هين حالت ڏسي سيٺ
جي دل ڀڳهرجي وئي. هو اني جو اتي پيهي رهيو.

بکاريءَ دين مون ٿي هٿ وڌائي ڪانئس دان
ورتو. سيٺ جي دل ديا سان ڀرجي ويئي ۽ اُن
کي ڪجهه ڏيڻ لاءِ ڪوٽ جي کيسي ۾ هٿ وڌائين
پر کيس کيسي ۾ ڪجهه نه مليو.

سيٺ ڏاڍو شرمندو ٿيو ۽ هو وڏي اُلجهن ۾
ڦاسي پيو. ڪجهه وقت وسميہ ۾ پوڻ کانپوءِ هن
بکاريءَ جي طرف نهاريو ۽ هن جا ٻئي هٿ هٿن
۾ جهلي چيو تہ اڄ مان پنهنجو ٻٽون گهر ڀلجي
آيو آهيان انڪري مان توکي ڪجهه بہ نہ ڏيئي
سگهان. مان ڏاڍو شرمندو آهيان. دوست دل ۾ نہ
ڪجانءِ.

بکاريءَ جي اکين مان ٻہ ڳوڙها ڳڙي اچي
هيٺ پيا. هن وڏي پنهنجائپ مان سيٺ طرف
نهاريو ۽ سندس چپن تي هلڪي مسڪراهٽ آئي.
هو ٻنهي هٿن سان سيٺ جي هٿن کي آهستي
دٻائي چوڻ لڳو تہ شرمندگي ٿيڻ جي ڪا ڳالهہ
ڪانهي. مونکي اڄ گهڻو ئي مليو، جنهن جو مان
پئسن کان تہ گهڻو آهي. ايشور شل توهانکي
وڌائي ويجهائي.

بکاري تہ هليو ويو پر سيٺ اُتي ڪجهه وقت
وائڙن وانگر بيٺو رهيو. هن کي لڳو تہ دان هن نہ
پر بکاريءَ کيس ڏنو.

درشنالت پڌائي پرم پوڄيه سواميءَ جن پريمين
کي چوڻ لڳا ته جي توهانجي ايڏي اونچي ڀاونا
آهي ۽ توهان اهو سنڪلپ ڪيو آهي ته ستگرو
مهراج جن جو مندر ٺهڻ گهرجي ته توهان جو اهو
سنڪلپ ضرور سڌ ٿيندو. اهڙي نموني پريمين
جي مايوس دلين ۾ وري ڏئين آشا جاڳي ته هڪ
ڏينهن هتي به سنڌ وانگر امراپور جهڙي دربار
ٺهندي.

آشا گنج ۾ ستسنگ ڪندي پريمين جي ڀيڙ
وڌئي ٿي وڌندي. سڪايل پريمي پري پري کان
ڪهي پرم پوڄيه سوامي جن جي سڳوري درشن
لاءِ اچي سندن امرت وچن ٻڌي تن من ٺارڻ لڳا.
انهن پريمين مان شري پارڳوا صاحب انجنيئر،
جو هاڻي ڀاٽا ۾ رهندو هو، سو نت نيم سان شردا
سان سندن ستسنگ ۾ اچڻ لڳو. هر روز ستسنگ
کان پوءِ رکجي پرم پوڄيه سوامي جن جي شيوا
ڪندو هو. اهڙي نموني شيوا ڪندي پرم
پوڄيه سوامي جن جي ويجهو اچڻ لڳو ۽ سوامي جن
جي به سندس مٿان ڪرپا جي نظر هئي. پرم پوڄيه
سوامي جن جو هيءُ ششيه شردالو هئڻ سان گڏ
گياڻوان به هو. هن جي هيءَ دلي تمنا هئي ته هلومان
ٽڪي سدا ستگرو مهراج جي چرڻن ۾ رهان.

شري ڀارگوا صاحب جي ڀوڳ ساڌنا ۾ رچي هئي.
اڪثر هو صاحب ٻرم ڀوڄڻ سوامي جن کان ڀوڳ
اڀياس جي باري ۾ پرشن پڇندو رهندو هو. جڏهن
هن ڏٺو ته ٻرم ڀوڄڻ سوامي جن کي به ڀوڳ اڀياس
۾ نه صرف رچي آهي پر گهرو گيان به آهي تڏهن
هڪ ڏينهن ڏڄندي ڏڄندي سوامي جن کي وينتي
ڪري چيائين ته سائين مونکي ڀوڳ ساڌنا سکڻ
جي من ۾ پياس آهي. پر شام جو جڏهن مان اچان
ٿو تڏهن پريمين جي ڀيڙ لڳي پيئي هوندي آهي.
اُن وقت هرڪو پريمي چاهيندو آهي ته هو توهان
جي چرڻن ۾ گهڻو وقت ويهي توهان جي درشن
جو آنند وٺي ۽ امرت وچن ٻڌي. ڪي پريمي
وري اُن وقت ايڪانت ۾ پنهنجون سمسيائون ڪٿي
توهان کان مارگ درشن وٺڻ چاهيندا آهن. مونکي
به توهان کي ڪجهه ڪرڻ لاءِ ڪلاڪن جا ڪلاڪ
انتظار ڪرڻو پوندو آهي. ان ڪري شام جي وقت
اها پياس پوري نه ٿي سگهندي. توهان جي مونتي
ڪرپا ڪريو ته مان صبح جو پربات جي وقت
توهانجي شيوا ۾ حاضر ٿي هن گيان جي گنگا ۾
ٽٻي اچي لڳايان.

ٻرم ڀوڄڻ سوامي جن ڀارگوا صاحب جي سڪ
شردا ۽ ڀوڳ ساڌنا سکڻ جي جگياسا ڏسي ڏاڍ

ٻرسن ٿيا ۽ ڪيس چيائون تہ اسين ٿوهانجي هـن ٻرستاو کي ٻڌي خوش ٿيا آهيون. سياڻ کان تـي هيءَ شيءِ ڪاريہ آرنيب ڪبو. ٿوهان صبح جو ٺيڪ 5 بجي هن اِستان تي اچجو، اسين بہ هتي ٺيڪ ٽائيم تي ٻهچي ويندا سين.

ٻئي ڏينهن صبح جو پارڪوا صاحب جي اچـڻ کان اڳ ئي ٻرم ٻوجنيہ سوامي جن هون جي سڀي تياري ڪري چڏي هئي. پارڪوا صاحب جن جي اچڻ تي ڪيس چيائون تہ پاڻي! ڪوبہ شيءِ ڪرم ڪرڻ کان اڳ ٻرماتما جي آشيش وٺڻ لاءِ ڪاريہ جي نروگهن سڌيءِ لاءِ هون ڪرڻ گهرجـي. سو سڀ کان اول هون ڪبو ۽ پوءِ اڄ کان ئي ٻوڪـہ اپياس آرنڀ ڪبو. سيلي شرڌا ۽ سڪ سان ويد ڪ وڌيءِ انوسار هون ڪيو ۽ ٻوڪـہ اپياس جـي سکيا آرنڀ ٿي.

شري پارڪوا صاحب ڪجهہ ڏينهن جي ٻوڪـہ اپياس کان پوءِ ٻرم ٻوجنيہ سوامي جن کـي عرض ڪيو تہ سائين! جي توهان جي اڳيا ٿئي تہ ٻوڪـہ اپياس سان ڪڏ وياپام سيڪارڻ جو بہ ٻربند ڪريون. آن لاءِ رنـگس، گهوڙيون ۽ ٻي ڪسرت ڪرڻ جي ـڪري جنايون، جيئن اڄ ڪلهہ جا جوان هتي اچي ـــ ڪري اوهان کان ٻوڪہ ساڌنا جو گيان ٻرائي تندرستيءَ ۽ آتما جو وڪاس ڪن.

پرم پوجيه سوامي جن هن پرم ڀڳت جي لگن ۽ يوگ اڀياس ۾ اڻوٽ آستا ۽ پرُپڪار جي ڀاونا ڏسي ڏاڍو خوش ٿيا ۽ کيس آگيا ڏنائون ته ڀلي سامگري جٽائي. بس ٿورن ڏينهن ۾ ڪسرت جون سڀ سهوليتون ميسر ٿي ويئون. هاڻي هي آستان نوجوانن لاءِ آڪرشڻ جو ڪيندر بڻجي پيو. نوجوانن جو تعداد ويو ٿي وڌندو. پرم پوجيه سوامي جن پاڻ خود هر هڪ نوجوان کي ڪسرت ڪرڻ جو صحيح طريقو ٻڌائي سندن مارگ درشن ڪندا هئا. ڀارگوا صاحب ته سوامي جن سان پرم ڀڳت هنومان وانگر هميشه انگ سنگ سهاءِ هوندو هو. سو هڪ ڏينهن هن پرم پوجيه سوامي جن کان پڇيو ته سنگرو مهراج اسان کي يوگ سادنا کي سمجهڻ جي گهري پياس آهي. اسين اهو سمجهڻ ٿا چاهيون ته يوگ سادنا جو ارٿ ڇا آهي؟ ۽ اها ڪهڙي نموني شڪتا سان ڪرڻ گهرجي ۽ يوگ سادنا ڇو ڪرڻ گهرجي؟

پرم پوجيه سوامي جن پرم گياني ۽ سچا سڌ يوگي هئا. سو کين يوگ سادنا جي باري ۾ گهرائيءَ سان سمجهائيندي چيائون ته اسين پورين توهان کي يوگ سادنا جو ارٿ سمجهايون ٿا:- "يوگ" اکر جو ارٿ آهي "جوڙڻ". هيءَ جيو آتما پرماتما جو انش آهي، اُن جيو آتما کي پرماتما

سان جوڙڻ کي "يوگ" چئجي ٿو ۽ جن ساڌن
دوارا هن آتما کي پرماتما سان جوڙجي ٿو ان کي
"يوگ ساڌنا" چئجي ٿو.

هيءَ پياسي آتما جنم جنمانتر کان پنهنجي
پريتم پرماتما سان ملڻ لاءِ تڙڦي رهي آهي ۽
اها پياس صرف هن منش جنم ۾ ئي پوري ٿي
سگهي ٿي. ان ڳجهه جي سبب کان پهرين کوڄ
ڀڳوان کپل منيءَ ڪئي. شري کپل منيءَ جنم
کان ئي سڌ هو. هن جنم وٺندي ئي پنهنجي ماتا
ديوهوتيءَ کي گيان ڏيئي مڪتي ڏياري. شري
کپل منيءَ گهور تپسيا ڪري اها کوڄ ڪئي ته هن
سنسار ۾ پنجويهه تتو آهن جن مان چوويهه جڙ تتو
آهن ۽ هڪ چيتن تتو آهي. ان چيتن تتو جي
شڪتيءَ سان ئي باقي چوويهه تتو چلائمان آهن.
اهو چيتن تتو آهي "آتما".

ان کان پوءِ رشي پاتنجلي ان آتما جو ساکشاتڪار
ڪرڻ لاءِ گهور تپسيا ڪئي. تمام گهڻي جاکوڙ ڪرڻ
کان پوءِ ان کي آتم ساکشاتڪار ٿيو. جن ساڌن
دوارا کيس آتم ساکشاتڪار ٿيو ان جا ڪل اٺ انگ
آهن ان ڪري ان کي اشٽانگ يوگ چون ٿا. رشي
پاتنجليءَ جي اشٽانگ يوگ جا اٺ انگ هن طرح

(1) يـم (2) نيم (3) آسڻ (4) پراڻايام (5) پرٿهــار
(6) ڌارڻا (7) ڌيان (8) سماڌي .

انهن مان پهريان پنج ٻاهريان ساڌن آهــن ۽ پويان ٽي آنترڪ ساڌن آهن . انهن ساڌن بنا يوگ ساڌنا پوري نه ٿي سگهندي . انهــيءَ ڪري انهن ساڌن کي گهرائيءَ سان سمجهڻ جـــي ضرورت آهي .

(1) يم معنيٰ تياڳــڻ. من کـــي نرمل ڪرڻ لاءِ اسانکي دل مان وير ڀاو، ايرکا ۽ موهه تياڳڻو پوندو. ان لاءِ يم جا پنج سوڀان چيا ويــا آهن جـــي هن ريت آهن :ـــ

1ـ اهنسا :ـ ڪنهن به جيو کي من، وچن ۽ ڪرم سان ڇوٽ يا نقصان نه پهچائڻ . هر ديــہ بر جيو ماتر لاءِ پيار ۽ ديا هئڻ .

2ـ من ، وچن ۽ ڪرم سان سچائــيءَ سان هلڻ . ڪوڙ، ڪپٽ ۽ مڪاري دل مان ڪڍي ڇڏڻ .

3ـ ڪنهن ٻئي جي شيءِ کي چوريءَ يا زبردستيءَ سان نہ وٺڻ ، نہ ٿي اُن کي پراپت ڪرڻ جي چاهنا ڪرڻ .

4ـ برهمچريہ :ـ من، وچــن ۽ ڪرم سان ڪنهن انهن بہ واسنا يا بري نظر سان نـــہ ڏسڻ. ست ۽ سنيم سان رهي پنهنجي بل ۽ ويريــہ جـــي رکشا

ڪري. گيتا جي ٽئين اڌياءَ ۾ شري ڪرشڻ ڀڳوان
ارجن کي ڪرم يوڳ سمجهائيندي چيو آهي تہ
ايشور پراپتيءَ جي راهہ ۾ ڪام واسنا ساڌڪ لاءِ
سڀ کان وڏي رڪاوٽ آهي. اهڙيءَ ڪري شري
ڪرشڻ ڀڳوان ارجن کي چوي ٿو تہ هي ارجن!
تون پهرياڻ اندرين کي وس ۾ رکي گيان ۽
وگيان کي ناس ڪندڙ هن پاپي ڪام کي سمورو
پل لڳائي ماري ڇڏ.

ڪ. اپرگرهہ:- ڌن گڏ ڪرڻ جي لالچ جو تياڳ
ڪرڻ، ڪيترو نہ ڪشٽ اچي ٿو ڪنهن کان نہ دان
نہ وٺڻ. دان وٺندڙ هميشہ ديڻ رهي ٿو.

يم کان پوءِ رشي راڄ انتهڪرڻ جي پوترتا لاءِ
پنج نيم ٻڌايا آهن جن جي ڌارڻ ڪرڻ سان اپياسيءَ
جو من شڌ ٿي پرماتما جي چرڻن ۾ آسانيءَ سان
لڳي سگهندو. اهي نيم هن ريت آهن:-

(1) شوچ (2) سنتوش (3) تپ (4) سواڌيايہ
(5) ايشور پرڻيڌان.

(1) شوچ:- شرير ۽ هرديہ کي پوتر رکڻ، نيم
سان سنان ڪري شرير جي صفائي رکڻ، ڪپڙا
صاف رکڻ ۽ پنهنجي آس پاس صفائي جو ڌيان
رکڻ ٻاهرين صفائي آهي. دل ۾ سهڻي لاءِ مدياونا
وڪر ويچار رکڻ اندر جي صفائي آهي. هرديہ

پرماتما جي نواس جو سنگواسن آهي، جـي اُن پر گندا ويچار هوندا ته اُن گندگيءَ پر پرماتما ڪيئن رهي سگهندو؟ اِن ڪري ساڌڪ کي دل پر ڪنهن به اپوتر ويچارن کي جڳهه نه ڏيڻ گهرجي. شريمد گيتا جي پندرهين اڌياءِ پر شري ڪرشڻ ڀڳوان چيو آهي تـه جن پنهنجو انتهڪرڻ شڌ نـه ڪيو آهي اهڙا اگيانـي پرش يتن ڪندي به اُن آتما کـي نٿا ڄاڻن.

(2) سنتوش :- جيڪي ملي اُن پر خوش رهـڻ. گهڻو لوڀ نه ڪرڻ ۽ گهڻي ترشنا کان بچڻ کـي سنتوش چيو وڃـي ٿو. جيستائين سنتوش نـه آيو آهي تيستائين مَن مايا جـار پر ڦاٿل رهنـدو ۽ جيستائين مَن پر شانتي نـه آئي آهي تيستائين مَن اِيشور جـي چرڻـن پر نـه لڳندو. سنت ڪبيـر سنتوش جي مهتو کي سمجهائيندي هـيءُ دوهو چيو آهي.

”گوڌن، گج ڌن، باجـي ڌن، اور رتـن ڌن کان، جـب آوي سنتوش ڌن، سـب ڌن ڌوڙ سمان.“

ڪبير صاحب چوي ٿو ته اِنسان وٽ هاٿي، گهوڙا ۽ پلي هيرن جواهرن جي کاڻ هجي پـر جيستائين اُن وٽ سنتوش نه آيو تيستائين هو اجان به وڌيڪ پراپت ڪرڻ لاءِ مرگه ترشنا وانگر هن سنسار جي

بيابان ۾ من جي جهولي پياس بجهائڻ لاءِ وٽرت
ڊوڙندو رهندو. پر جڏهن وقت هن وٽ سنتوش
اچي ويو ته هن وقت هي سنساري پدارٿ ڌوڙ
سمان نظر ايندا. ان لاءِ انسان کي گهرجي ته
هو پاڻ سان ريس نه ڪري سائينءَ در اها پرارٿنا
ڪري ته :-

"سائين اتنا ديجئي جا ۾ ڪٽنب سماءِ،
مَين ڀي ڀوکا نا رهون، ساڌو نه ڀوکا جاءِ."

(3) تپ :- انسان جي جيون ۾ لاها چاڙها ۽ ڏک
سک ايندو رهندو آهي. سڀ ڏينهن هڪ سمان نه
رهندا آهن. جيئن ڏينهن کان پوءِ رات ۽ رات کان
پوءِ وري ڏينهن ايندو آهي، تيئن ڏکن پٺيان سک
۽ سکن پٺيان ڏک ايندا رهندا آهن. پرڪرتي
پريورتن شيل آهي. ڪڏهن گرمي ته ڪڏهن سردي
آهي، جي چڪر نه هلندو رهندو. انهيءَ ڪري
[illegible] کي ڏک سک کي ۽ لتيءَ لڏيءَ کي خوشيءَ
سان سهڻ گهرجي. ڏک ۾ گهٻرائڻ گهرجي نه
سک ۾ ڦونڊڻ گهرجي. سدا سرباز رکي سڀ ان
[illegible] جي [illegible] صبر سان سهڻ
[illegible] شڪتي پيدا ڪرڻ ۽
[illegible] تپ چئبو

(4) سواڌيايه :- ڌرمي گرنٿن جي پاٺ ۽ ستپرش
جي سنگت کي سواڌيايه چئبو ويو آهي. پهرئين
من کي ايشور جي چرڻن ۾ لڳائڻ لاءِ ۽ من کي
پوتر رکڻ لاءِ نيم سان ڌرمي پستڪن جو پاٺ
ڪرڻ گهرجي ۽ ستپرش جي سنگت ۾ رهڻ
گهرجي. جڏهن اسين راماين جو پاٺ ڪريون ٿا
تڏهن اسين مهرشي والميڪ جي چرنن ۾ ويهي
مريادا پرشوتم شري رام جو درشن ڪريون ٿا ۽
سندس گڻ ڳاڻ ٿا پڙهون. جنهن وقت اسين شريمد
گيتا جو پاٺ ٿا ڪريون تڏهن اسين منيشور ڀڳوان
شري ڪرشڻ جي پوتر چرڻ ڪمل ۾ ويهي سندس
مکاروند مان گيتا روپي الوڪڪ تتو گيان ٿا پڙهون.
جنهن سان هيءَ جيو آتما مکت ٿي پرم ڌام کي
پراپت ڪندو. چوندا آهن ته "جهڙو سنگ تهڙو رنگ".
انهيءَ ڪري سدائين ست پرشن جي سنگت ۾
رهڻ ۽ نيڪ اُچ ڪوٽيءَ جي پستڪن کي
پڙهڻ گهرجي جيئن اسان جو من نرمل ٿئي
من تي سنسڪارن جو گهرو اثر پوي ٿو. ستوگڻي
ست پرشن جي سمپرڪ ۾ اچڻ سان من کي
شانتي ملي ٿي ۽ تموگڻي ماڻهن جي سمپرڪ
اچڻ سان من تي برا سنسڪار پون ٿا ۽ م
اشانت رهي ٿو. ان ڪري سدائين سٺن ويچارن
پرشن جي سنگت ۾ رهڻ گهرجي جيڪڏهن ا

ست پرش نہ ملن تہ ايڪانت ۾ رهڻ گهرجي پر
تمو گڻي ماڻهن کان سدائين پاسو ڪرڻ گهرجي؛
ڀلي آهي اسان جا سڳا سنبنڌي هجن. اهڙي طرح
سلن پستڪن کي پڙهڻ گهرجي، گندن پستڪن
کي هٿ ۾ نہ لڳائجي؛

(5) ايشور پرڻيڌان:- ايشور ۾ اٽوٽ وشواس
رکڻ، اُن جي شرڻ ۾ وڃڻ ۽ اُن کي پراپت ڪرڻ
جي لڳن کي ايشور پرڻيڌان چئجي ٿو. هي ۽
مانش ديهہ اسانکي ملي صرف آتم ساڪشاتڪار ۽
پرماتما کي پائڻ لاءِ آهي. هن جولي ۾ اسين
پرماتما کي پائي سگهون ٿا. پرماتما کي پائڻ لاءِ
سڀ کان ضروري آهي اُن ۾ وشواس ۽ اُن جي
ستا ۾ وشواس. جڏهن وشواس ڪيو آهن ٿي پائو.
سامي صاحب جن پڻ هيئن چيو آهي:-

"وٺ و جاڻ وساهم، سامي سڀڪهين کون؛
ويد پراڻ متي ڪري، ڪيو اهو راهہ،
اندرمکہ اڃي ڪري، سمجهي ڪر سماءُ،
جڏ وڏائي واءُ، تہ سهجي ملئي سبرين."

ائين ڪري جگياسو کي پرماتما ۾ پورو لشچو
ي، دل ۾ اُن کي پائڻ لاءِ تڙپ پيدا ڪري ۽
س شرڻ ۾ وڃڻ گهرجي. شري ڪرشڻ ڀڳوان
ڀڳوت گيتا جي ارڙهين اڌياءَ ۾ ارجن کي

نرڳيه ڪري ٻڌايو آهي ته:-

"هي ارجن! تون پنهنجو من مون ۾ لڳاءِ، منهنجو ڀڳت ٿيءُ، منهنجي پوڄا ڪر ۽ مونکي ئي پرڻام ڪر. ائين ڪرڻ سان تون مونکي ئي پراپت ٿيندين. اها مان توسان سچي پرتگيا ڪريان ٿو ڇاڪاڻ ته تون منهنجو پرم پيارو سکو آهين." (65)

يم ۽ نيم جي باري ۾ ڪوائي سمجهائڻ ڪاڻ پوءِ شري پارڳوا صاحب پرم پوجنيه سوامي جن کي هٿ جوڙي وينتي ڪئي ته پوڄيه ساڌنا ڪرڻ لاءِ نيم ۽ يم جي ساڌن کي ڪرڻ جو ڪهڙو مهتو آهي؟ پرم پوجنيه سوامي جن جگياسين کي سمجهائيندي چيو يم ۽ نيم جي ساڌن جي ڪرڻ سان اسان جو انتهڪرڻ شڌ ٿئي ٿو. انهن ساڌن دوارا اسان جو من نرمل ٿئي ٿو. جيئن ڪسان ٻج پوکڻ کان اڳ کيت ۾ هر لائي کاد وجهي اُن کي تيار ڪندو آهي تنهن کان پوءِ ئي ٻج ڦٽندو آهي ۽ سلا نڪرندا آهن. ٻنا کيت جي تيار ڪرڻ جي ٻج وجهبو ته اُهو وڃرت ويندو. اُن مان ڪو به فائدو نه ٿيندو. ائين ئي ڪري هن ٻڌ جي پاتڃلي کي پرماتما کي پائڻ لاءِ ٻڌايون اُنهن ساڌن دوارا پنهنجي هردي کي تيار ڪرڻو پوندو. جيڪي سالت

مهاتمائون ۽ ايشور جا پيارا هن راهه تي هليا آهن سهلي آهي سادن ڪري منزل ٻالي آهي. ٻوءِ ٻلي هنن انهن سادن کي ٻيم ۽ نيم جو نالو نه ڏنو آهي. هن راهه ۾ اندرجي صفائي تمام ضروري آهي. ان بنان منزل تي پهچي نه سگهبو. سامي صاحب اندرجي صفائيءَ جي باري ۾ چيو آهي ته:—

گر کم جلهن ڪيو، شيشو شڪ اندر جو،
انهن آئم ديـو جـو تنهن پـرلاءِ پيو،
اندر ٻاهـر هڪڙو، ڏسي ڪين ٻيو،
ڪارج سڌ ٿيو، "سامي" تنهن سابرس جو.

مٿيون دوهو ٻڌائي جگياسن کي جنيءَ طرح هيءَ ڳالهه سمجهائڻ لاءِ پرم پوجنيہ سوامي جن ڪين هيٺيون دِرشٽانت ٻڌايو:—

درشٽانت:— هڪ راجا پڳوان ٻڌ جو شرڌالو ڀڳت هو. سندس پريم جي ڪري ڀڳوان تٿاڳت هن وٽ وقت ٻه وقت ايندو رهندو هو. راجا به دل وجان سان ٻڌ ڀڳوان جو آدر ستڪار ڪندو رهندو هو. هڪ دفعي راجا ٻڌ ڀڳوان کي وينتي ڪئي ته کيس ديکشا ڏين. ڀڳوان کيس چيو ته اجا ديکشا ڏيڻ جو وقت نه آيو آهي. اهو ٻڌي راجا ڏاڍو دکي ٿيو. ...چڻ لڳو ته مان ڀڳوان جو پريم شش آهيان. ن دل وجان سان شيوا ڪريان ٿو پوءِ ڀلا ٻڌ

ڀڳوان ٻونڪي ديڪشا ڇونه ڏني. ڀڳوان ڀڳت سڌس دل جا ڀاوَ سمجهي ويا. سڌس شنڪا دور ڪرڻ لاءِ جڏهن ٻئي دفعي آيا تڏهن راجا کي آگيا ڪيائون ته اسين ڪيڙي کائيندا اسين. راجا وڏي شرڌا ۽ سڪ سان سون جي ڪٽوري ۾ ڪيڙي ڪڍي آئي. ڀڳوان پنهنجو برتن اڳيان ڪري راجا کي ڪيڙي اُن ۾ وجهڻ جي آگيا ڏني. تنهن تي راجا ڀڳوان کي وينتي ڪري عرض ڪيو ته ڀڳون هي برتن ته ميل سان ڀريل آهي هن ۾ ڪيڙي وجهڻ سان اُها گندي ٿي ويندي. اِنهيءَ ڪري آگيا ڏيو ته پهرين هن کي صاف ڪريان پوءِ ڪيڙي وجهان. تنهن تي راجا کي پيار سان سمجهائيندي ڀڳوان چوڻ لڳو ته جيئن گندي برتن ۾ امرت روپي ڪيڙي وجهڻ سان اُها بيڪار ٿي وڃي ٿي تهڙي طرح مل وڪيپ واري هرديه ۾ نام روپي ٻج به بيڪار ٿي وڃي ٿو. ديڪشا وٺڻ کان اڳ هرديه ۽ انتهڪرڻ کي شڌ ڪرڻ پرم آوشيڪ آهي.

مي درشٽانت ڀڳتي جگياسن کي پرم پوجيه سوامي جن جي سکيا چڱيءَ طرح سمجهه ۾ اچي ويئي ۽ پرم پوجيه سوامي جن کي وشواس ڏيارياؤن ته سڌن آديش انوساريه ۽ نيم جي ساڌن جو چڱي طرح دل و جان سان پالن ڪري پنهنجي انتهڪرڻ کي شڌ ڪندا.

ان ڪانپوءِ پرم پوڄيہ سوامي جن ڪين يوڳ ساڌنا جي ٽئين سوپان آسڻ جي باري ۾ گيان ڏيڻ لڳا.

آسڻ:- يوڳ ساڌنا لاءِ ھڪ نشچت آسڻ طئہ ڪرڻو پوندو. اھو آسڻ ايڪانت وارو ۽ شانت ھنڌ گھرجي. ڪنھن ڪنڊ ۾ يا ڇت تي اھو آسڻ لاھيو. اتي ڪش، آسڻي يا ڪمبل يا ڪو بہ گرم ڪپڙو وڇائجي. ان آسڻ تي پدم آسڻ يا اڌ پدم آسڻ، آلٿي پالٿي ماري سک آسن ۾ ويھجي. اڌ پدم آسڻ يوڳ ساڌنا لاءِ سڀ کان وڌيڪ سھوليت وارو آھي. اھو ھن ريت ڪرڻ گھرجي. ساڄي پير کي کٻي اندر رکجي ۽ ڏاٻو پير ساڄي ٿر تي رکڻ کپي. ھن طرح وھڻ سان اھو ڌيان رکڻو آھي تہ پٺيءَ جو ڪنڊو بلڪل سڌو ھجي. ڪمر ڇاتيءَ جو پٺيون حصو گردن ۽ سر ھڪ لائين ۾ ھجڻ کپن. شرير نہ گھڻو اڪڙيل ھجي ۽ نہ ئي گھڻو ڍلو ھجي. ھن طرح جڏھن ساڌڪ ڌيان ۾ ويھي ٿو تڏھن دماغ مان ودوت شڪتي اوي ميرو دنڊ جي سوکيم ناڙين ذريعي ھيٺ پرواھت ٿئي ٿي ۽ ڏيري ڏيري شرير جي سمورن انگن ۾ ڦھلجي وڃي ٿي ۽ پراڻ ھن کي اندر جي طرف ڪشش ڪري

چڪي ٿي. اِن مان سادڪ کي تمام گھڻو فائدو
ملي ٿو. هيءَ چمڪي شڪتي سادڪ کي مٿي
چاڙهڻ ۾ تمام گھڻي مدد ڪري ٿي. اِنهيءَ
ڪري آسڻ ۾ آرام سان ۽ سڌو ويهڻ تمام ضروري
آهي. ٻنهيءَ جي ڪلهن کي سڌو رکڻي ويهڻ،
هلڻ ۽ گردن کي سڌو اونچو رکڻ سان آتم
وشواس وڌي ٿو ۽ شرير نروگھ رهي ٿو.

ٻرم پوڄيه سوامي جن ساڌڪن کي آسڻ جي
ٻاري ۾ گيان ڏيڻ کان پوءِ کين ڌيان يوگ ۾
سهايڪ مدرائن جي ٻاري ۾ گيان ڏيڻ لڳا. مدرائن
جو اسانجي مانسڪ ۽ شاريرڪ سواسٿيه ۽ ٻڌيءَ تي
گھرو اثر پوي ٿو. ڌيان ڪرڻ سان ڪجھ ساڌڪ
مدرائن جو اڀياس ڪري پنهنجو فائدو وٺي سگھي ٿو.

سوامي جن چوڻ لڳا ته اسانجو شرير پنجن تتون
جو ٺهيل آهي. اُهي تتو آهن اگني وايو، آڪاش،
پرٿوي ۽ جل. اسانجي هٿ جي پنجن ئي آڱرين
۾ اهي تتو الڳ الڳ سمايل آهن. هٿ جي آڱوٺي
۾ اگني تتو آهي. آڱوٺي جي ڀرسان واري ٻهرين
ڏسڻي آڱر ۾ وايو تتو آهي. وچين سڀ کان وڏي
آڱر ۾ آڪاش تتو سمايل آهي. ٽئين آڱر جنهنکي ڀاڃ
چئبو آهي اُن ۾ پرٿوي تتو سمايل آهي. سڀ کان
ننڍي پنجين آڱر جنهن کي چيچ چئبو آهي اُن ۾
جل سمايل آهي.

انهن آڱرين کي الڳ الڳ طرح سان ملائڻ سان الڳ الڳ مدرائون ٺهن ٿيون. هنن مدرائن مان اليڪ فائدا آهن. ڌيان ۾ ويهڻ وقت ٻئي هٿ سڌا ڪري کولي گوڏن تي رکڻ گهرجن. ان وقت هٿ جي هٿيلي مٿي هجي. هاڻي اسين الڳ الڳ آڱرين کي آڱوٺي سان ملائي الڳ الڳ مدرائون ڏيکاريندا اسين.

(1) گيان مدرا :- ڏسڻي آڱر ۽ آڱوٺي جي اڳين سري کي ملائڻ سان هيءَ مدرا ٺهندي آهي. باقي ٽي آڱريون بلڪل سڌيون رکبيون. هيءَ مدرا ٻنهي هٿن سان ڪرڻي آهي.

فائدا :- هن مدرا کي ڪرڻ سان من ايڪاگر ٿي ڌيان ۾ لڳندو، سمرڻ شڪتيءَ ۾ واڌارو ايندو، دماغ جي طاقت ملندي، دماغ ۽ نسن سان لاڳاپو رکندڙ ڪمزوريون دور ٿينديون، ننڊ سٺي ايندي. هن مدرا جو ابياس وديارٿين ۽ ڌيان ڪندڙن جي لاءِ فائدي وارو آهي. هيءَ مدرا وڌيڪ، ليٽي يا ڪيترو به وقت ڪري سگهجي ٿي. هيءَ مدرا سڀ ڪري سگهن ٿا.

(2) وايو مدرا :- هاڻي ڏسڻي آڱر کي آڱوٺي جي پاڙ کڏيءَ سان ملايو ۽ آڱر جي مٿان آڱوٺو ڪورو دٻايو. هيءَ مدرا 40 منٽ ڪرڻ گهرجي.

فائدا :- هن مدرا ڪرڻ سان وايو سنڌن جي سڀ
روڳ دور ٿيندا. شرير جي ڪنهن به انگ ۾ ڪٽي
هوندي ته اها بلڪل ٺيڪ ٿيندي. جوڙن جو درد
دور ٿيندو. ان رنگ جو اثر به هن مدرا سان دور
ٿيندو.

(3) آڪاش مدرا :- وچين آڱر کي آڱوٺي سان
ملائجي ۽ باقي آڱريون سڌيون رکڻ سان هيءَ
مدرا ٺهندي آهي.
فائدا :- هن مدرا ڪرڻ سان ڪن جون سڀ
تڪليفون دور ٿينديون.

(4) شونيه مدرا :- وچين آڱر کي آڱوٺي جي
جڙ وٽ گادي سان ملائي ۽ مٿان آڱوٺو رکي ڏوڙو
دٻائجي ۽ باقي آڱريون سڌيون رکجن.
فائدا :- هن مدرا ڪرڻ سان ڪن جون سڀ
بيماريون دور ٿينديون. ڪن جو سور يڪدم بند
ٿيندو. ڪن جو وهڻ، ڪن جي ٻوڙاڻ ۽ ٻيون
تڪليفون دور ڪرڻ لاءِ هيءَ مدرا اچوڪ آهي.
هيءَ مدرا 40 منٽ ڪرڻ گهرجي. پراڻي بيماريءَ
جي حالت ۾ چڱو وقت ڪرڻ جي ضرورت آهي.
نئيءَ حالت ۾ تڪليف هٽڻ تي ئي هيءَ مدرا ڪرڻ
گهرجي.

(5) پرٿوي مدرا :- ٽئين نمبر واري آڱر ٻاچ جي

اڱڻين سري کي آڱوٺي جي اڱڻين سري سان
ملائڻ سان هيءَ مدرا ٺهندي آهي.

فائدا:- هيءَ مدرا پرٿويءَ وانگر پوشڻ ڪندڙ
آهي. هن جي ڪرڻ سان ڪمزوري دور ٿيندي ۽
وزن جيترو ٿيڻ گهرجي اوترو وڌندو ۽ من پرسن
رهندو. من ۾ اتساهه رهندو. هيءَ مدرا هر روز
40 منٽ ڪرڻ گهرجي. سلهڙن کي هيءَ مدرا
ڪرڻ گهرجي.

(6) سوريه مدرا:- هن مدرا ۾ ٻاچ کي موڙي
آڱوٺي جي جڙ واريءَ گنڍيءَ سان ملائڻو آهي ۽
ٻاچ مٿان آڱوٺو رکي ٿورو دٻائڻو آهي.

فائدا:- هن مدرا جي ابياس ڪرڻ سان ٿولهه
گهٽجندي ۽ وزن شرير جي انوپات ۾ رهندو.
جيڪي موٽاپي کان پريشان آهن انهن کي هيءَ
مدرا نيم سان روز 40 منٽ ڪرڻ گهرجي.

(7) اپان مدرا:- وچين آڱر ۽ ٻاچ جي سرن کي
آڱوٺي جي سري سان ملائجي ۽ باقي آڱريون
سڌيون رکجن.

فائدا:- هن مدرا جي ڪرڻ سان شرير جي
ڪنهن به حصي ۾ رڪيل مل ٻاهر نڪرندو ۽ خوب
پسيو ايندو ۽ شرير شڌ ۽ نرمل ٿيندو.

(8) پران مدرا:- چيچ ۽ ٻاچ جي سرن کي
آڱ جي سرن سان ملائجي ۽ باقي آڱريون
رکجن.

فائدا :- هن مدرا ڪرڻ سان اکين جي جوت وڌندي چشمي جو نمبر گھٽجندو ۽ اکين جون سڀ بيماريون دور ٿينديون. دل جي بيماري اهڙي ۽ شرير نروڳ رهندو. هيءَ مدرا اچا انوسار سڀ ڪري سگھو ٿا. هيءَ مدرا ڪيترو به وقت ڪري سگھجي ٿي.

(9) انگشت مدرا :- ڏائي هٿ جي آڱوٺي کي مٿي جھلي ٻنهي هٿن جي آڱرين کي اهڙي نموني ڦاسائڻ گھرجي جيئن ساڄي هٿ جي ڏسڻي آڱر ۽ آڱوٺو مٿان اچي ڏائي آڱوٺي کي جھلين.

فائدا :- هن مدرا ڪرڻ سان شرير ۾ گرمي ايندي ۽ زڪام دور ٿيندو ڪنگھه اهڙي. هيءَ مدرا 40 منٽن تائين ضرورت پوڻ تي ڪرڻ گھرجي.

(10) شنکھ مدرا :- ڏائي هٿ جي آڱوٺي کي چئني آڱرين سان پڪڙجي. ساڄي هٿ جي آڱوٺي کي ڏائي هٿ جي ڏسڻي آڱر سان ملائجي ۽ باقي رهيل ڏائي هٿ جي آڱرين کي ساڄي هٿ جي بند مٺ سان ملائي سڌو جھلجي.

فائدا :- هن مدرا ڪرڻ سان گلي جون سڀ تڪليفون دور ٿينديون.

برم پوجليہ سواءِ ھٺن ساڌڪن کي مدرائن
جي باري ۾ گيان ڏيڻ کان پوءِ چوڻ لڳا تہ شرير
کي تندرست رکڻ تمام ضروري آھي ڇاڪاڻ تہ
شرير دئاران ئي سڀ ڪم ڪاريون ڪيون وڃن
ٿيون. شرير جي تندرست رھڻ سان ئي اسين
پرماتما جو پوڄن ڪري سگھون ٿا. ان ڪري شرير
کي تندرست رکڻ لاءِ ڪا نہ ڪا ڪسرت ڪرڻ
تمام ضروري آھي. يوگہ آسڻ پڻ سڀني ڪسرتن
کان وڌيڪ شريشٽ آھن ڇاڪاڻ تہ ٿوري محنت
ڪرڻ سان يوگہ آسڻن دئاران شرير جي اندرين
انگن کي ڪرياشيل ڪري انھن ۾ وڌيڪ چستي
پيدا ڪري سگھجي ٿي. يوگہ ابياس دئاران شرير
نروگہ رھي ٿو، بيماريون دور ٿين ٿيون. شاريرڪ
ڪريائن چڱي طرح سان ھلن ٿيون، ھاضمو سٺو
ٿئي ٿو، خون جو دورو صحيح طرح سان ٿئي
ٿو، من ۾ شانتي ملي ٿي ۽ جيون ۾ اتساھ وڌي
ٿو. انھيءَ ڪري پرھيجي وٽ آھر ڪجھہ آسڻ
ضرور ڪرڻ گھرجن. ھاڻي اسين توھان کي
انھن آسڻن ڪرڻ جي وڌي ۽ ان مان ٿيندڙ
فائدن جي باري ۾ ڄاڻ ڏينداسين.

• آسڻ ڪرڻ جي شروعات ۾ شرير ۾ لچڪ آڻڻ ۽
دور ڪرڻ لاءِ شرير کي اڳيان، پليان ۽

ڏائي ٻاسي، ساڄي ٻاسي گھمائي اُن ۾ اسڦورتي آڻڻ گھرجي. اُن کان پوءِ هن طرح سان سڀ کان پهرين سوريه نمسڪار سان آسڻ شروع ڪري پوءِ پٺي ڪري ڪرڻ وارا آسڻ ڪرڻ کان پوءِ ويهي ڪري ڪرڻ وارا آسڻ ڪرڻ گھرجن ۽ سڀ کان پوءِ ليٽي ڪري ڪرڻ وارا آسڻ ڪرڻ گھرجن. آسڻ پورا ڪري پوءِ پراڻايام ڪرڻ گھرجي ۽ پراڻايام ڪرڻ کان پوءِ ڌيان ۾ وهڻ گھرجي. ان طرح ڪرڻ سان شرير ۽ آتما جي اُنتي ٿيندي ۽ پرم آنند جي پراپتي ٿيندي.

سوريه نمسڪار:- سوريه نمسڪار ارچنا به آهي ۽ ڪسرت به آهي. هن ۾ چار يوگ آسڻ ۽ ٽي پراڻايام سمايل آهن. اُن سان گڏ اسين هن آسڻ دئاران شڪتي ۽ پرڪاش سوريه ڀڳوان جي ارچنا ۽ پوڄا به ڪريون ٿا جنهن سان اسان کي شڪتي ۽ شانتي پراپت ٿئي ٿي. هيءَ پوڄا سوريه ڀڳوان جي ٻارهن نالن جي جاپ سان ڪئي ويجي ٿي جي هن ريت آهن:-

1- اوم مترايه نمهه (سڀ جو متر)
2- اوم رويي نمهه (ساراهه جي يوگيه)
3- اوم سوريايه نمهه (جڳت جو سنچالڪ)
4- اوم ڀانوي نمهه (پرڪاش ڏيڻ وارا)

5- اوم کگايہ نمہ (آڪاش ۾ گمن ڪرڻ وارا)
6- اوم پوشڻو نمہ (پالڻ پوشڻ ڪرڻ وارا)
7- اوم هرڻيه گربايہ نمہ
(سون جهڙي چمڪ ڏيڻ وارا)
8- اوم مريچي نمہ (روڳ ناش ڪرڻ وارا)
9- اوم آدتيايہ نمہ (ڪشش ڪرڻ وارا)
10- اوم سوتري نمہ (پيدا ڪرڻ وارا)
11- اوم ارڪايہ نمہ (پوڄا ڪرڻ لائق)
12- اوم ڀاسڪرايہ نمہ (پرڪاش وارا)

مٿين ٻارهن نالن جو جاپ سوريہ نمسڪار جي ٻارهين اسٿتيءَ ۾ هٿ جوڙي هڪ هڪ ڪري ڪرڻو آهي. سڀ کان ٻارهين هٿ جوڙي سوريہ جي طرف منهن ڪري هڪ نالي جو جاپ ڪري، هن آسڻ جي شروعات ڪرڻي آهي. سوريہ نمسڪار جي ٻارهن اسٿتين جو ورڻن هن ريت آهي جو اسين توهانکي ڪري ڏيکاريون ٿا جيئن توهان کي چڱي طرح سمجهہ ۾ اچي سگهي.

سڀ کان پهرين زمين تي فراسي يا ڪمبل وڇائجي ۽ هلڪا ۽ ڍلا ڪپڙا پائجن جيئن آسڻ ڪرڻ ۾ رڪاوٽ نہ ٿوي.

-رين اسٿتي:- سوريہ جي طرف منهن ڪري
رير کي چڪي ٻئي پير ملائي هٿ جوڙي

بيهجي. ساهه اندر ڇڪجي. هيءَ ٻهرين پراڻايام
جي پورڪ اسٿتي آهي. هن اسٿتيءَ کي سوريہ
درشن به چوندا آهن.

ٻين اسٿتي:- ڏيري ڏيري هٿن کي ڪلهن سان
ملائي سڌو مٿي کڻي وڃجي. ٻريون ساهون ڪري
ڪليل رکجن. پيٽ اندر جي طرف ڇڪجي. ساهه
کي روڪيو. هي پراڻايام جي ڪمڀڪ اسٿتي آهي.
هن اسٿتيءَ کي تاڙ آسڻ به چوندا آهن.

ٽين اسٿتي:- ڏيري ڏيري ڪلهن سان ملائي
هٿن کي سڌو رکي هيٺ آڻجي ۽ مٿي ۽ ڪمر
کي جهڪائجي. جهڪڻ وقت گوڏا سڌا رکجن.
مٿي ۽ ڪمر کي ايترو جهڪائجي جو هٿ زمين
تي لڳن ۽ نڪ گوڏن سان لڳي سگهي. هيءَ
اسٿتي ڏيري ڏيري ايندي. گهڻو زور نه لڳائجي
جيترو سولائيءَ سان جهڪي سگهجي جهڪجي
جيئن مانسپيشين ۾ ڇڪ نه اچي.

هاڻ ساهه ڇڏجي. هيءَ ٻهرين پراڻايام جي
ريچڪ اسٿتي آهي. هن اسٿتيءَ کي پاد هست
آسڻ به چوندا آهن.

چوٿين اسٿتي:- ساڄي ٽنگ کي پليان کڻي
گوڏو زمين تي ٽيڪجي ۽ ساڄي ٽنگ جو گوڏو
ڪڙو ڪري ٻهارجي. ٻئي ٻانهون گوڏي جي آس

ٻاس سڌيون ڪري هٿ زمين تي رکڻ. گوڏو
ٻڌي هٿن جي وچ ۾ آڱريان نڪتل هجي. گردن
۽ مٿو آڪاش جي طرف ڪجي. ساهه کڻجي. هن
کي ٻئي ٻراڻايام جي پورڪ استٿي چئجي ٿو.

ٻيجين استٿي:- ڏاڍي پير کي ٻليان کڻي
ساڄي پير سان ملائجي، ڪڙيون زمين سان لڳائجن.
هٿ ٻئا رکڻ. مٿي کي ايترو جهڪائجي جو
ٻهه‌يجو دن ڏسي سگهجي. شرير جو بار پيرن
جي آڱرين ۽ هٿن تي هجي. ساهه روڪيو. هن
کي ٻئي ٻراڻايام جو ڪمڀڪ چئجي ٿو. هن استٿيءَ
کي ڏرڪوڻ آسڻ به چئبو آهي.

چوٿين استٿي:- ٻنهين پيرن جي گوڏن کي زمين
سان لڳائجي، پيٽ کي اندر چڪجي ۽ ڇاتي زمين
سان لڳائجي. هٿ جون ترڻيون زمين تي پاسرين
جي برابر پرسان رکڻ. ٻانهون ڇيلهه کان ڪجهه
مٿڀرو هجن. نڪ زمين سان لڳائجي ۽ ڪاڏي
جڏهن سان لڳائجي. ساهه ڇڏيو. هي ٻئين ٻراڻايام
جي رينڪ استٿي آهي. هن کي شاشٽانگ پرڻام
به چئبو آهي.

چڪڻ گهرجي. هي ننڍين ٻراڻايام جي ٻورڪ اِستٿي آهي. هن اِستٿيءَ ڪي پچڪڻ آسڻ ٻہ چئبو آهي.

اٺين استتي :- هيءَ اِستتي پنجين استتيءَ جي سمان آهي. مٿو پيٽ اندر چڪيل هجي. ساهہ روڪيو. هيءَ ننڍين ٻراڻايام جي ڪمڀڪ اِستتي آهي.

نائين استتي :- هيءَ چوٿين اِستتيءَ وانگر ٿي آهي. صرف ايترو فرق آهي جو هن ۾ ڏائي ٽنگ کي پٺيان ڪڍي وڃڻو آهي ۽ ساڄو گوڏو مٿي رکڻو آهي. هن ۾ ساهہ ڇڏبو. هيءَ ننڍين ٻراڻايام جي ريچڪ اِستتي آهي.

ڏهين اِستتي :- هيءَ ٽئين اِستتيءَ جي برابر آهي. هن ۾ شرير جو بار ترين ۽ پيرن جي آڱرين تي هوندو ۽ گردن ۽ مٿي کي ايترو اندر ڪبو جو ڏايي نظر اچي. ساهہ ڪڍو. هيءَ چوٿين پراڻايام جي ٻورڪ اِستتي آهي.

يارهين اِستتي :- هيءَ ٻي اِستتيءَ جي سمان آهي. هن ۾ تاڙ آسڻ وانگر هٿ مٿي هوندا آهن. ساهہ کي روڪيو. هيءَ چوٿين پراڻايام جي ڪمڀڪ اِستتي آهي.

ٻارهين اِستتي :- هيءَ اِستتي پهرين اِستتي جي سمان آهي. هن ۾ هٿ جوڙي سوريہ ڀڳوان

جو درشن ڪيو. هن ۾ ساهه چڙهيو، ڇـيءَ چوڻين پراڻايام جي ريچڪ اسٿتي آهي.

هي سوريه نمسڪار صبح جـو خالي پيٽ ڪرڻ گهرجي. شروعات ۾ صرف ٻه دفعا سوريه نمسڪار ڪرڻ گهرجي. هر هفتي هڪ سوريه نمسڪار وڌائڻ گهرجي. ڏن مهلن ۾ 12 دفعا روز سوريـه نمسڪار ڪرڻ جو نيم ناهڻ گهرجي. هر دفعي سوريه ڀڳوان جي ارچنا جو منتر من ۾ چئجي. اهـو خيال رکـڻ گهرجي تہ سوريه نمسڪار ٻهلجي وڃي اهو ڪرڻ گهرجي. هن آسڻ ڪرڻ سان شرير ۾ اسڦورتـي من ۾ پرسنتا ۽ جيون ۾ آنساهه وڌندو. آتم وشواس جي وڌڻ سان جيون آنند ميہ ٿيندو. هـي آسڻ ننڍا وڏا، استري پرش سڀ آرام سان ڪري سگهن ٿا. جي وقت نہ ملي ۽ ٻيا آسڻ نہ ڪري سگهجن تـہ صرف سوريہ نمسڪار ڪرڻ سان شرير نروگـہ ۽ من پرسن رهندو ۽ آتم اُنتي ٿيندي.

پرم پوجنيہ سوامي جن سوريہ نمسڪار جي وڏي ۽ اُن جو مهتو ٻڌائڻ کان پوءِ جگياسن کي چوڻ لڳا تہ شرير ۾ روگہ نروڌ شڪتي پيـدا ڪرڻ ۽ شرير جي دوشن کي دور ڪرڻ ۽ پورڻ تندرستي پرايت ڪجهہ پهـي ڪرڻ وارا، ڪجهہ ويهـي ۽ ڪجهہ ليٽـي ڪرڻ وارا پوگـہ آسڻ

ڪرڻ گهرجن. هنن آسڻن کي ڪرڻ ۾ صرف
ڪلاڪ لڳڻ وڌ اِنهيءَ جو لاڀ اِهو آهي ته زندگي
ڀر شرير نروڳ، من ڀرسن ۽ آتما ڀرماتما جي چرڻن
۾ لين رهندي. اِنهيءَ ڪري اسين توهان کي
اُنهن آسڻن جي ڪرڻ جي وڌي ۽ اُن مان ٿيندڙ
لاڀ ٻڌايون ٿا جي هن ريت آهن :-

ويهي ڪرڻ وارا آسڻ

(1) اردڪٽي چڪر آسڻ :- سڀ کان پهرين
ٻئي پير ملائي هٿ سڌا ڪري ۽ هٿن جون آڱريون
چڪي سڌيون ڪري ويهجي.
ساهه ڪڍندي ڌيري ڌيري ساڄي ٻانهن پاسي
کان مٿي کڻي سڌي ڪري ڪن سان لڳايو. هٿ
جي تري ڏائي پاسي هجي.
هاڻي شرير کي ڏائي پاسي جهڪايو. ڏائي هٿ
جي ترِيءَ کي جيترو ٿي سگهي ڏائي ٽنگ سان
ملائي هيٺ جهڪايو. جهڪڻ وقت ساهه ڇڏيو.
مٿي ڪنيل هٿ مڙڻ نه گهرجي ۽ گوڏا بلڪل سڌا
هڻ گهرجن. هاڻي آرام سان ساهه کڻو ۽ ڇڏيو.
ن اِستٿيءَ ۾ هڪ منٽ بيهڻ گهرجي.
ساهه ڇڏيءَ طرح ڪڍندي شرير کي سڌو ڪريو
هٿ کي هيٺ ڪريو.
اِها ساڳي ڪسرت ڏائو هٿ مٿي ڪري ساڄي

ڌيري ڌيري پاڻ کي پٺيان جهڪايو. ٽنگن کان ڪمر تائين شرير سڌو رهي. شرير جو ڪمر کان مٿي وارو حصو ئي پٺيان جهڪائڻ گهرجي. شرير کي جهڪائيندي ساهه اندر کڻو. مٿي کي جيترو ٿي سگهي پٺيان جهڪايو، گردن کي جيترو ٿي سگهي پٺيان موڙيو. هن اسٿتيءَ ۾ هڪ منٽ رهو ۽ آرام سان آهستي ساهه کڻو.

پرم پوجيه سوامي جن جڳياسن کي چوڻ لڳا تہ بيهي ڪري آسڻ ڪرڻ کان پوءِ ويهي ڪري آسڻ ڪنداسين ان لاءِ زمين تي ڪمبل يا فراسي وڇائي اُن تي چڱيءَ طرح ويهي رهو ۽ آسڻ ڪرڻ لاءِ تيار ٿيو.

## ويهي ڪرڻ وارا آسڻ

(1) پشچموتان آسڻ:- زمين تي ويهي ٻئي ٽنگون سڌيون ڪريو. ٻنهيءَ جي ڪڙين کي سڌو رکي سڌا رهو. ٻئي هٿ ڪلهن جي برابر ڏاٻي ۽ ساڄي پاسي مٿي ڪريو. ٻئي هٿ جهڪي مٿي آڻيو جيئن ٻئي ٻانهون ڪنن کي لڳن ۽ تريون سامهون هجن. ساهه اندر کڻو.

ساهه ٻاهر ڇڏيندي سڄي شرير کي سامهون جهڪايو جيئن شرير ۽ ٻانهون زمين جي سمتل اچن.

هاڻي ڏسڻي آڱرين سان ٻنهي پيرن جي آڱوٺن کي پڪڙيو ۽ ڏيري ڏيري شرير کي ڇيلهه وٽان جهڪائي مٿين کي گوڏن جي وچ ۾ آڻيو. هٿن کي ڍونڍين وٽان موڙيو ۽ پيٽ جي نسن کي دٻاو ڪريو. ائين ڪندي گوڏا بلڪل سڌا هجڻ گهرجن. هن استٿيءَ ۾ ٻه منٽ رهو ۽ آرام سان ساهه کڻندا رهو. ساهه ڪڍندي ڏيري ڏيري مٿين ڌڙ کي مٿي ڪريو.

فائدا :- هن آسڻ ڪرڻ سان ميرو دنڊ ۾ هلچل ٿئي ٿي ۽ ان ۾ لچڪ اچي ٿي. جٺرا اگني تيز ٿئي ٿي ۽ هاضمو سڌري ٿو. پيٽ تي چڙهيل چرٻي گهٽجي ٿي. پيٽ جي اندر سڀني عضون جي ڪسرت ٿئي ٿي ۽ قبضي دور ٿئي ٿي. هن سان آڌيانڪ اُنتي ٿئي ٿي.

(2) اشٽر آسڻ :- ٽنگون اڳيان ڪري زمين تي ويهو. هاڻي گوڏا موڙي هٿ گوڏن تي رکي ويهو. هيءَ استٿي وجر آسڻ جي آهي. هاڻي گوڏن پر شرير کي مٿي ڪريو، ساهه ڪڍندي شرير کي پٺيان موڙيو ۽ هٿ کڙين تي رکو. ڪجهه وقت هن استٿيءَ ۾ ٻڌي ساهه ڪڍندي شرير کي سڌو ڪريو ۽ سڌا ٿي ويهو.

فائدا :- هاضمو تيز ٿئي ٿو. جگر ۽ پيٽ جا

وڪار دور ٿين ٿا. پٺيءَ جي ڪنڊي ۾ لچڪ اچي
ٿي ۽ رت جو دورو دماغ ڏانهن ٿئي ٿو. پٺيءَ جي
سور جي تڪليف دور ٿئي ٿي.

(3) آرڌ مستيندر آسڻ :— ٽنگون سڌيون ڪري
ويهو. ساڄو پير کاٻي سٿر تي رکو. کاٻو گوڏو مٿي
ڪريو ۽ پير جو ترو ساڄي ٽنگ جي ٻاهران گوڏي
وٽ رکو. کاٻو گوڏو ساڄي بغل ۾ دٻايو. ساڄو هٿ
گوڏي جي کاٻي پاسي ڪري اُن سان کاٻي پير
جي آڱوٺي کي پڪڙيو. هٿ اُڀو هجي. کاٻو هٿ
پٺيان ڪري ساڄي ٽنگ تي اُڀو رکو. گردن کاٻي
پاسي گهمائي ڪاڏي کاٻي ڪلهي سان لڳايو.
ڪجهه وقت هن اِستٿيءَ ۾ رهو ۽ واپس ڌيري ڌيري
سڌا ٿي ويهو. هاڻي اهو آسڻ ٻئي پاسي به ڪريو.

فائدا :— هن سان مٺا پيشاب دور ٿين ٿا. هن
سان هاضمو تيز ٿئي ٿو. پٺيءَ ۽ پيٽ جا وڪار دور
ٿين ٿا. پٺيءَ جي ڪنڊي ۾ لچڪ اچي ٿي. هن
آسڻ ڪرڻ سان ڪنڊلني جاگرت ٿئي ٿي ۽ آتمڪ
اُنتي ٿئي ٿي.

ويهي ڪري آسڻ ڪرڻ جي وڌي سمجهاڻي
کان پوءِ پرم پوڄيه سوامي جن جڳياسين کي زمين
تي ليٽي ڪري آسڻ ڪرڻ جي وڌي سمجهاڻي
ڏني.

## ليٽي ڪري ڪرڻ وارا آسڻ

(1) ڀجنگم آسڻ :— ڪمبل تي اُلٽو ليٽي ٻئي
ٽنگون گڏ رکو. پيرن جون ترئون مٿي طرف
هجن. ڪاڏي زمين تي لڳايو. هٿ سڌا رکي
ٻانهون ڊگهيون ڪريو.

ٻانهون پٺيان آڻي هٿ پڇاڙيءَ واري پاسريءَ
جي ڀرسان رکو ۽ ٺونٺ وٽ ٻانهون موڙيو. ٺونٺيون
شرير سان لڳايو. پوءِ مٿو مٿي ڪڍو پوءِ ڌڙ کي
ڌيري ڌيري مٿي ڪريو جيئن نانگ ڦڻ مٿي ڪندو
آهي. ڌڙ جو جيترو حصو ٿي سگهي زمين کان
مٿي ڪڍو. باقي شرير جو حصو زمين کان لڳو رهي.
ساهه اندر ڪڍندي شرير کي مٿي ڪڍو. مٿي
پهچي آرام سان ساهه ڪڍو ۽ ڇڏيو. 15-20 سيڪنڊ
مٿي بيهڻ کان پوءِ ڌيري ڌيري ساهه ٻاهر ڇڏيندي
هيٺ اچو. هيءُ آسڻ گهٽ ۾ گهٽ ٽي دفعا
ڪرڻ گهرجي.

فائدا :— پٺيءَ جي ڪنڊ ۾ لچڪ ايندي. گهڻي
وقت ڪري پٺيءَ جو سور لهندو. پيٽ جي چرٻي
گهٽجندي. دمي ۽ ٻين ساهه جي بيمارين لاءِ
فائديمند آهي. هن آسڻ ڪرڻ سان ڪنڊاليني
جاڳرت ٿيندي.

(2) سروانگ آسڻ :— استٿي ؛ ڪمبل تي پٺيءَ
ليٽو. ٻانهون پٺيان سڌيون ڪري رکو.

ٻئي ٽنگون ڌيري آرام سان مٿي کڻو جيئن 45 ڊگرين جو زمين سان ڪوڻ ٺهي.

هاڻي ٽنگون اڃا به مٿي کڻو جيئن 90 ڊگري جو ڪوڻ ٺهي.

هاڻ ڌڙ کي مٿي کڻو. ٻانهن کي ٻنهي هٿن جي ترين سان سهارو ڏيو. ڌڙ کي جيترو مٿي کڻي سگهو کڻو جيئن کاڏي ڇاتيءَ سان اچي لڳي ٽنگون بلڪل سڌيون هجن. ڌيري ڌيري ساهه کڻي هن استٿيءَ ۾ ٻه منٽ رهو.

فائدو :- هن سان ٿائرائڊ کي طاقت ملندي ۽ شرير چست ۽ درست رهندو. دماغ ۾ رت جو دورو چڱيءَ طرح هلندو ۽ دل کي آرام ملندو. اهڙي نموني هن آسڻ ڪرڻ سان شرير ۽ من تندرست رهندو. هن آسڻ کي اهميءَ ڪري سڀني آسڻن جو سرتاج چيو ويو آهي. صرف هڪ ڳالهه جو ڌيان رکڻ جي ضرورت آهي ته ڪٿي جهٽڪو نه ڏيڻو آهي سڀ ڪريا ڌار سان ۽ آرام سان ڪرڻي آهي.

(3) متسيه آسڻ :- هي آسڻ ٻن طرفن سان ڪري سگهجي ٿو. ويهي پدم آسڻ لڳائي ۽ ٻيو ليٽي پدم آسڻ لڳائي.

استٿي :- ڪمبل تي ويهي ٽنگون سڌيون ڪريو.

ساڄي ٽنگ موڙي ۽ اُن کي ڏائيءَ سٿر تي
رکو. ڏائي ٽنگ موڙي ۽ اُن کي ساڄيءَ سٿر تي
رکو. اهڙي نموني پدم آسڻ لڳايو.

ٻليان مڙو. پهرين ساڄي آڱوٺ مان شرير کي
سهارو ڏيو ۽ پوءِ ڏائي آڱوٺ سان سهارو ڏيو ۽ مٿو
زمين تي رکو. ڪلهن پرسان هٿ رکو جيئن آڱريون
ڪاهن طرف هجن. هاڻ ڀار ٽرين تي وجهو. مٿو ۽
ڇاتي زمين کان مٿي ڪريو. گردن ۽ پٺيءَ جي
ڪنڊ کي موڙي مٿي جو وچون حصو زمين تي
اٽڪيو. مٿي تي ڀار وجهڻ کان پوءِ هٿ هٽايو. هٿ
اڳيان ڪري ڏسٽي آڱر سان پير جي آڱوٺن کي
پڪڙيو. هن اسٿتيءَ ۾ قريب اڌ منٽ رکجو.

متسيه آسڻ سروانگ آسڻ جو پورائو ڪندڙ آهي.
جيترو وقت سروانگ آسڻ ڪجي اُن جو ٽيون
وقت هي آسڻ ڪرڻ گهرجي.

فائدا:- هن آسڻ ڪرڻ سان ملا پيشاب دور
ٿيندا. دم ۽ ٻين ڦڦڙن جي بيمارين ۾ فائدو
پوندو. هن آسڻ ڪرڻ سان بواسير ۾ فائدو پوندو.

هلن آسڻ ڪرڻ کان پوءِ شو آسڻ ڪرڻ گهرجي.
هي آسڻ من جي چنچلتا کي ختم ڪري شانتي
ڏئي ٿو ۽ من ۾ ايڪاگرتا اچي ٿي ۽ هن سان
ڌيان ڪرڻ ۾ وڏي مدد ملي ٿي. اڄ ڪلهه جي
ڀڄ ڊوڙ جي زندگيءَ ۾ هي آسڻ رام ٻاڻ آهي ۽ هي
هر ڪنهن کي ضرور ڪرڻ گهرجي. هي آسڻ

ڪرڻ سان بلڊ پريشر گهٽجي ٿو ۽ دل مضبوط ٿئي ٿي.

شو آسڻ:— زمين تي ڪمبل وڇائي سڌا پٺيءَ ڀر ليٽو. پير هڪ ٻئي کان هڪ فٽ پري رکو. هٿن کي شرير کان ٿورو پري رکو ۽ ترين سڌيون مٿي رکو.

شرير کي ٿورو ڍڪي ۽ سڄي بدن کي ڍلو ڇڏيو جيئن چڱيءَ طرح آرام اچي.

پيرن کان وٺي مٿي تائين شرير جي هر هڪ آنگ تي ڌيان ڏيو ۽ ائين محسوس ڪريو ته هر هڪ آنگ ۾ آرام اچي رهيو آهي. محسوس ڪريو ته هر هڪ ساهه سان شانتي ۽ تندرستي هر هڪ انگ ۾ اچي رهي آهي ۽ هر هڪ ساهه کي ٻاهر ڪڍڻ وقت محسوس ڪريو ته اشانتي ۽ روڳ ٻاهر وڃي رهيو آهي.

ائين ڪندي شرير جي ٻاهرين ۽ اندرين انگن کي پورو آرام ڏيو. پر ننڊ نه ڪريو ڌيري ڌيري نام جو سمرڻ ڪريو ۽ ڌيان لڳايو.

هي آسڻ هر روز 5 کان 10 منٽن تائين ڪرڻ گهرجي.

آسڻن جي باري ۾ وستار سان گيان ڏيڻ کان پوءِ پوم پوجيه سوامي جن جڳياسئن کي پراڻايام جي باري ۾ ٻڌائڻ لڳا.

## پراڻايام

پراڻايام اشٽانگ يوگ جو چوٿون انگ آهي. هي
يوگ جي تمام مهتو واري ۽ اوچي ڪڙي آهي.

پراڻ جو مطلب آهي جيوني شڪتي. سڀني جيو
ڌارين جي جيون جو آڌار پراڻ ئي آهي. يوگ جي
ڀاشا ۾ ان پراڻ کي نيم سان هلائڻ ۽ وس ۾ ڪرڻ
کي پراڻايام چيو ويو آهي. پراڻ هڪ قسم جي
ودوت شڪتي آهي جيڪا شرير، من ۽ بدڌيءَ کي
هلائي ٿي ۽ نيم ۾ رکي ٿي.

شرير جي پوترتا لاءِ جيئن، شنان ضروري آهي
تيئن من جي پوترتا لاءِ پراڻايام ضروري آهي.
پراچين رشين منين جي مت انوسار من ۽ پراڻ
هڪ ٻئي تي آڌارت آهن. هڪ تي اڌڪار ڪرڻ
سان ٻئي تي پنهنجو پاڻ اڌڪار ٿي ويندو. من کي
يڪدم وس ۾ ڪرڻ ڏکيو آهي. ان ڪري پراڻ کي
وس ۾ ڪري ان دئارا من کي وس ۾ ڪري ان
کي ايڪاگر ڪيو ويندو آهي.

ڪلو اپنشد ۾ شرير کي رٿ، من کي لغام،
اندرين کي گهوڙا، وشيه کي پٿ (رستو) ۽ بدڌيءَ
کي سارٿي چيو ويو آهي. رٿ ۾ ويٺل آتما کي
رٿ جو سوامي چيو ويو آهي. جي آتما روپي رٿ
جو سوامي سمجهدار ناهي ۽ بدڌي روپي سارٿي

دٺاران اندرين روپي گهوڙن کي وس ۾ نٿو ڪري ته ڪڏهن به پنهنجي منزل تي پهچي نه سگهندو. مطلب ته دشٽ گهوڙن جي سمان اندريون جيڏانهن چاهينديون آن کي ڇڪي وٺي وينديون ۽ وڃي آن کي اوراهه ۾ وجهنديون. پراڻ روپي شڪتي پرواهه جڻ ته پتي روپي سارٿيءَ جي هٿن ۾ اندرين روپي گهوڙن کي وس ۾ ڪرڻ لاءِ لغام آهي ۽ يوگ ۾ سڦلتا حاصل ڪرڻ لاءِ اندرين کي وس ۾ ڪرڻ تمام ضروري آهي.

هن ڳالهه کي چڱيءَ طرح سمجهائڻ لاءِ پرم پوڄيه سوامي جن جگياسين کي هيءَ درشٽانت ٻڌايو.

درشٽانت :— هڪ راجا هو آن وٽ هڪ سمجهدار وزير هو. ڪنهن ڪارڻ راجا آن سان ناراض ٿي ويو. راجا وزير کي هڪ مينار جي چوٽيءَ تي قيد ڪري رکڻ جو حڪم ڏنو. راجا جي حڪم جو پالن ڪيو ويو. وزير به اُتي قيد ٿي موت جو انتظار ڪرڻ لڳو. وزير جي زال پتيورتا نار هئي. رات جو ان مينار وٽ اچي چوٽيءَ تي قيد ٿيل وزير کان پڇڻ لڳي ته مان ڪهڙي نموني تنهنجي رکيا ڪري سگهان ٿي؟ تنهن تي وزير چيس ته سڀاڻ رات جو هڪ ٿلهو لمبو رسو، هڪ مضبوط ڏوري، هڪ ببل

ست، ريشم جو سهڻو ست، هڪ پرنگ ۽ ٿوري
ماکي کڻي اچجانءِ. وزير جي زال هيءَ سڀ ڏٺي
عجب ۾ پئجي ويئي ۽ سوچڻ لڳي هنن شين
سان هيڏي اونچي مينار تان ڪيئن لهي سگهبو.
خير ٿڪي ٽٽل هوءَ وچاري ٻچيءَ جي آڳيا انوسار
اهي سڀ شيون کڻي آئي. سلاس ٻچيءَ کيس
چيو ته سڀ کان پهرين ريشمي سڳو پرنگ جي
پير ۾ مضبوطيءَ سان ٻڌ، ان جي مٿان ٿوري هڪ
ڦڙو ماکي لڳائي ڇڏ ۽ پرنگ جو منهن مٿي ڪري
ان کي مينار جي پٿ تي چاڙهي ڇڏ. ٻچيءَ ائين
ٻچيءَ جي سکني آڳيائن جو پالن ڪيو. هاڻ ان
ڪيڙي پنهنجو لمبو رستو طئه ڪرڻ شروع ڪيو.
سامهون ماکيءَ جي خوشبوءِ سنگهي ان جي لالچ
۾ هو ڌيري ڌيري مٿي چڙهڻ لڳو ۽ آخر وڃي
مينار جي چوٽيءَ تي پهتو. وزير ان کي پڪڙ ۾
پڪڙي ورتو ۽ ان سان ڳنڍ ريشم جي سڳي کي ٻه
ڄڻي ورتو. ان کان پوءِ پنهنجي استريءَ کي
چيائين ته هاڻي بدل ۾ جيڪو ست آهي سو ريشمي
سڳي سان ٻڌي ڇڏ. اهڙي طرح اهو به سلاس
هٿ ۾ اچي ويو. انهيءَ اپاءَ سان هن ڏوري ۽ رسو
پڪڙي ورتو. هاڻي ڪا ڳالهه ڏکي نه رهي. رسو
ڪري وزير هيٺ لهي آيو ۽ آنان پڄي چتو.

اسان جي ديهه ۾ ساهه جو کڻڻ ۽ ڇڏڻ ريشمي سڳي مثل آهي. اُن جي ڌارڻ ڪرڻ سان يا اُن کي سمهه ۾ آڻڻ سان ڦهرين سڀاءُ شڪتي پرواهه يعنيٰ ست جو بنڌل ۽ ٻوڌ مورتي روپي ٿوري ۽ انمع ۾ پراڻ روپي رسيءَ کي پڪڙي سگهون ٿا پراڻ کي جيتڻ کان پوءِ مڪتي پراپت ٿئي ٿي.

درشانت پڌائي پرم پوڄيه سوامي جن چوڻ لڳا ته روحاني صفر ۾ پراڻن تي اڌڪار ڪرڻ جو وڏو مهتو آهي. پراڻن دوارا ئي چت جي ورتين جو سنچالن ٿئي ٿو. اسان جي شرير ۾ جيڪي به ڪريائون ٿين ٿيون. اهي سڀ اسان جي شرير جي گرنٿين دوارا ٿين ٿيون. انهن گرنٿين مان هڪ قسم جو رس نڪري ٿو جنهن کي هارمون چون ٿا. انهي هارمون دوارا ئي اسان جي من ۾ ڪرشنا ۽ انيڪ پرڪارن جون اڇائون پيدا ٿين ٿيون ۽ انهن اڇائن کي پورو ڪرڻ جي چاهه پيدا ٿئي ٿي. انهن گرنٿين جو سنبنڌ سڌو پراڻ وايو سان آهي. جڏهن چنتا يا غصو اچي ٿو تڏهن ساهه کڻڻ جي گتي ڏيمي ٿي وڃي ٿي. جيڪڏهن اسين ان وقت لمبا ساهه کڻڻ شروع ڪنداسين ته غصو غائب ٿي ويندو ۽ چنتا لهي ويندي. اهو ڏيکاري ٿو ته چت کي شانت ڪرڻ ۽ من جي ايڪاگرتا لاءِ پراڻن کي

چونڊي
کرڻيءَ جي مطابق ڪلهون ۽ وڏيءَ کي
پياس ڪندا آهن. گرهستين لاءِ ناڙي شودن ۽
سوريه پيدن جو اپياس وڏيڪ فائدي وارو آهي.
براڻايام جو مکيه مادن ناسڪا آهي. ناسڪا جي
ساڄي چوڻيءَ کي سوريه ناڙي يا پنگلا چيو ويندو
آهي. ۽ ڏائيءَ چوڻيءَ کي چلدر ناري يا اڙا
چيو ويندو آهي. انهن جو برپاءُ الڳ الڳ آهي.
سوريه ناڙي گرم آهي ۽ چلدر ناڙي سيتل آهي.
جڏهن اسين سوريه ناڙيءَ ذريعي ساهه کڻون ٿا
تڏهن اندر ۾ گرمي پئدا ٿئي ٿي ۽ جڏهن چلدر
ناڙيءَ ذريعي ساهه کنيو ويندو آهي تڏهن اندر
۾ سيتلتا ايندي آهي.
شرير ۾ جڏهن سوريه تتو وڌيڪ ۽ چلدر تتو
گهٽجي ٿو تڏهن شرير ۾ گرمي پئدا ٿئي ٿي
۽ پيت سنبلدي بيماريون ٿين ٿيون ۽ جڏهن
شرير ۾ چلدر تتو وڌيڪ ۽ سوريه تتو گهٽجي ٿو
تڏهن شرير ۾ سيتلتا پئدا ٿئي ٿي ۽ ڪف سنبلدي
بيماريون ٿين ٿيون.
پرڪرتي پنهنجو پاڻ هڪ ناڙي کولي بيءَ کي
بند ڪري شرير جي ضرورت آنوسار اهو سلسلو
رکي ٿي ته جيئن شرير نروگه رهي.
جي پاسي ليٽڻ سان چلدر ناڙيءَ جي ڪنٽرول

وڏي وڃي ٿي ۽ ڏائي پاسي (ڪروٽ) ايئن سان سوريه ناڙيءَ جي ڪٽي تيز ٿي وڃي ٿي.

اپياسي پراڻايام جي اپياس ڏڪاران پراڻ جي گڏيءَ ڪــي وس ۾ ڪري اهو سڀئي بيهاري ٿــو جنهن سان شاريرڪ ۽ روحاني ترقي ٿئي ٿي.

ٻرم ٻو جنهه سواءِ جن جگياسين کي چوڻ لڳا ته هاڻي اسين يــوگه ساڌنا جي شروعات پراڻــايام سان ڏا ڪريون. پراڻايام ڪرڻ ۾ ڪابه جلدبازي نه ڪرڻي. آهي تمام ڌيري ڌيري هڪ هڪ قدم اڳتي وڌائڻو آهي.

سڀ کــان پهرين ڪٿون کلي جڳهه ڏــي جتي صاف هوا هجي اُتي ڪمبل يا آسڻ وڇائي ويهجي. ويهڻ وقت پدم آسڻ، ارڌ پدم آسڻ يــا سکه آسڻ لڳائجي. ڪمر، پٺيءَ جو ڪلبو، گردن ۽ مٿو هڪ سيڌ ۾ رکجن.

ڪجهه ڏينهن پهرين ناسڪائن سان ٻلان ڪمڀڪ يعني ساهه روڪڻ بنان پورو ساهه ڀريو ۽ ڇڏيو. ساهه کڻڻ ۽ ڇڏڻ وقت اُن تي ڌيان ڏيو ۽ محسوس ڪريو ته ساهه اندر وڃي رهيو آهي ۽ ٻاهر نڪري رهيو آهي. پهرينجو ڌيان ناسڪا جي اگر ڀاڱي تي ڏيو ۽ ساهه [illegible] وقت ” [illegible] “ ۽ ڇڏڻ وقت ”هم“ جو [illegible] ڪريو ته ساهه کڻــڻ ۽

ڇڏڻ ۾ وقت برابر لڳي. ساهه ناسي وٽان ڪڍڻ لاءِ
پيٽ کي دٻايو ۽ ڇڏيو.

اهو اڀياس ڪرڻ کان پوءِ جڏهن آنند اچي ۽
ڪنهن به قسم جي ٿڪ محسوس نه ٿئي تڏهن
الٽي ناسڪائن. دڪتاران اڀياس شروع ڪجي.
سڀ کان پهرين ساڄي هٿ جي آڱوٺي سان
ساڄي پاسي جي ناسڪا بند ڪري ڌيري ڌيري
گهرو ساهه اندر ڪڍو. هاڻي ساڄي چيچ سان
ڏائي پاسي جي ناسڪا بند ڪري ساڄي ناسڪا
کولي آڱوٺو هٽائي ساهه ڇڏيو. ساهه ڇڏڻ وقت
پيٽ کي چڱيءَ طرح دٻايو جيئن ساهه پوريءَ
طرح سان ٻاهر نڪري. هاڻ ساڄي ناسڪا کان ساهه
اندر ڪڍو ۽ پيٽ کي ڍاو ڇڏيو ۽ ساڄي ناسڪا
آڱوٺي سان وري بند ڪري ڏائي ناسڪا کولي ساهه
ڇڏيو. پراڻايام جو هيءَ هڪ چڪر ليکبو. شروعات
۾ هي اڀياس ٻه دفعا ڪرڻ گهرجي ۽ پوءِ هفتي
ڌيري ڌيري اهو انداز وڌائي 25-30 دفعا ڪرڻ
گهرجي. هن اڀياس ۾ ساهه کي روڪڻو ناهي.
هيءَ اڀياس ٽي مهنا ڪرڻو آهي. هن پراڻايام کي
ناڙي شوڌن پراڻايام چئجي ٿو.

ناڙي شوڌن پراڻايام جو چڱو اڀياس ڪرڻ کان
پوءِ هن ۾ ڪمڀڪ ڪرڻو آهي. هاڻ پهرين ساهه

ڏيري ڏيري اندر کڻبو ۽ کڻڻ کان پوءِ اُن کي ٿڌا
شڪتي روڪبو. روڪڻ کان پوءِ ساهه ٻاهر ڇڏبو
يعني ريچڪ ڪبو. ساهه پيٽ کي سڪوڙي پوريءَ
طرح ٻاهر ڪبو. ساهه ڪڍڻ کان پوءِ اُن کي ٻاهر
روڪبو. هن کي شونيڪ يا ٻاهيم ڪمڀڪ چئبو. اهڙي
نموني هي ڪمڀڪ ٻه دفعا روز ڪبو ۽ ڏيري ڏيري
وڌائي هي پراڻايام ڪل پنج دفعا ئي ڪرڻو آهي.
گرهستين کي ان کان وڌيڪ نه ڪرڻو آهي. هن کي
سوريه ڀيدن پراڻايام چئبو آهي.

جڏهن وقت ڪمڀڪ ڪريو اُن وقت اها ڪلپنا
ڪريو تہ اُن ڪمڀڪ ڏيارا ڪنڊلنيءَ کي جاڳائي
رهيا آهيون. يوگين جي انوسار اسانجي شرير ۾ هڪ
روحاني شڪتي آهي، هڪ ودوت ڌارا آهي جنهن
کي ڪنڊلني چئجي ٿو اها ڪنڊلني مولاڌار چڪر
وٽ سپت اوستا ۾ سمهيل ناڳڻ وانگر ڪنڊلي
ماري سمهي پيئي آهي. ڪمڀڪ ڪري اُن جي سر
مٿان پراڻ شڪتيءَ جو پرهار ڪري جاڳائڻو آهي.
اُن شڪتيءَ کي جاڳائڻ کان پوءِ ان کي ميرودنڊ
۾ اسٿت سوکيم سشمنا ناڙيءَ ڏيارا ست چڪر
ڀيدي مستڪ جي سري ۾ اسٿت سهسرار ۾ پهچائڻو
آهي. اسان جي شرير ۾ اهي ست چڪر هن طرح
آهن :-

١- مولاڌار چڪر- ميرو ڏنڊ جي هيٺين سري وٽ.
2- سواڌشٺان چڪر- ناڀي پرديش کان چار آڱر هيٺ
3- مڻي پور چڪر- هيءُ چڪر ناڀي پرديش ۾ اسٿت آهي.
4- اناهت چڪر- هيءُ هرديه جي ڀرسان اسٿت آهي.
5- وشڌ چڪر- هيءُ ڪنٺ جي هيٺان اسٿت آهي.
6- آگيا چڪر- هيءُ ڀڃهي اکين جي وچ ۾ اسٿت آهي.
7- سهسرار- هيءُ انهي ڪمل وانگر مٿي جي مٿين حصي ۾ اسٿت آهي.

ڪنڊليءَ کي جاڳائڻ ۽ ان کي هڪ هڪ چڪر پار ڪرائي سهسرار ۾ پهچائڻ جي ڪريا پربل اڇا شڪتيءَ ۽ اونهي ڪلپنا شڪتيءَ سان ڪري سگهجي.

ڪبير صاحب هن روحاني سفر جو پهرين هن پد ۾ تمام سهڻي ڍنگ سان ذڪر ڪيو آهي.

آرڌ آرڌ ڪي گنگا جمنا، مول ڪنول ڪو گهاٽ
شٽ چڪر ڪي گاگري، ترڪٽي سنگم ٻاٽ
ناد بند ڪي ناوري، نام نام ڪلهار
ڪهئ ڪبير گڻ گائلي، گر ڪر اتره پار.

۾ ڪبير صاحب جن فرمايو آهي ته هي

شريرن جي چڪرن روپي گهاگهر آهي، گنگا ۽
جمنا اڙا ۽ پنگلا جي سنگم وٽان ٿي دسوين دوار
ڏانهن وڃڻ جي وات آهي. مولاڌار وٽ گهاٽ
آهي، ناد ۽ بندوءَ جي پيڙي ۾ چڙهي، رام نام
جا گڻ ڳائيندي، گروءَ جي پتاپل گيان سان ٽي
پار پهچندي.

سنت شرومڻي ڪبير صاحب جي مت انوسار پر
هيءُ صفر مولاڌار چڪر کان شروع ٿئي ٿو جتي
ڪنڊلني نالي سان روحاني شڪتي ستي پيئي
آهي. اڙا ۽ پنگلا ڌارا پران شڪتي وسيلي مولاڌار
چڪر تائين اُن ستل ڪنڊليءَ کي جاڳائي سشمنا يا
سکمڻي ناڙي ڌارا اُن کي ڇهن چڪر پار ڪرائي
سهسرار تائين پهچائيندو آهي. جت نت امرت ورشا
پيئي ٿئي. آتما اهو امرت پي ترپت ٿي ويندي.

جن چڪرن جو پوئين ذڪر ڪيو آهي اُنهن جي
مت انوسار مولاڌار چڪر ڪنڊليءَ مٿان چئن ڏلن
واري ڪمل مثل آهي اُن جي مٿان سواڌشٽان چڪر
آهي جيڪو ڇهن ڏلن وارو ڪمل آهي. هن چڪر
مٿان مڻي پور چڪر آهي جيڪو ڏهن ڏلن وارو
ڪمل آهي. اُن کان مٿي هرديه وٽ جيڪو اناهت
چڪر آهي، هي وري ٻارهن ڏلن وارو ڪمل آهي.
اُهيءَ کان مٿي ڳلي وٽ سورهن ڏلن وارو ڪمل

آهي جنهن کي وشد چڪر چون ٿا. انهيءَ کان
مٿيرو ڀرن جي وچ ۾ آگيا چڪر آهي جنهن کي
فقط ٻه ڏل آهن. يوگي جڏهن هي ڇهه چڪر
يوگ جي ٻل سان پار ڪري ٿو تڏهن ڪيس
مستڪ ۾ رهندڙ ”شونيه چڪر“ ۾ گهڙڻ جي اجازت
ملي ٿي. انهيءَ کي سهسرار چڪر به چون ٿا. اهو
هزار ڏلن واري ڪمل مثل آهي. انهيءَ هنڌ جيو
آتما ۽ پرماتما جو ميلاپ ٿئي ٿو.

پرم پوجنيه سوامي جن اڀياسين کي پراڻايام
جي مهتو جي باري ۾ ٻڌائڻ کان پوءِ چوڻ لڳا
ته هاڻي اسين يوگ سادنا جي پنجين انگ پرتهار
جي باري ۾ ويچار ڪنداسين.

پرتهار:- پرتهار جو مطلب آهي هڪ طرف کان
ڇڪي ٻئي پاسي آڻڻ. يعني من جي ڦهليل شڪتين
کي ڇڪي من جي استان تي آڻي روڪڻ جي
ڪوشش ڪرڻ کي پرتهار چئجي ٿو.

من اندرين جي دئارا ٻاهر نڪري ٿو وڃي. هو
پنهنجو سنبنڌ ڪنهن اندريءَ سان ٿو جوڙي پوءِ هو
ان سان گڏ وشين جو رس وٺڻ لاءِ ٻاهر هليو ٿو
وڃي ۽ انهي ۾ ڦاسي ٿو پوي. من کي انهي هن
ريت ڦاسي پوڻ کان اسان کي پنهنجو ڌيان بلڪل
ڏ رهي. انهي ديش کان تمام گهڻو پري نڪري ٿا

وڃون. انهيءَ من جي پڪاءَ کي روڪيو آهي. هن من جي ٻاهر مکتا کي روڪڻ کي پرتياهار چئجي ٿو.

هيءُ يوگ ساڌنا جو پنجون ساڌن آهي. هي پنج ئي بهرنگ يعني ٻاهريان ساڌن چئجن ٿا. ايندڙ ٽي ساڌن انترنگ ساڌن آهن. بنان پرتياهار جي انهن ٽن انترنگ ساڌنن ۾ سڦلتا نٿي ملي سگهي. انهيءَ ڪري يوگ وديا ۾ هن ساڌن جي وڏي اهميت آهي. پرتياهار هڪ ڏينهن ۾ سڌ نه ٿي سگهندو. لڳاتار اڀياس ڪرڻ سان ۽ گهڻي ڪوشش ڪندي به مهينا ۽ سال لڳيو وڃن.

من عادتن جي وس ٿي بار بار ٻاهر ڀڄڻ جي ڪوشش ٿو ڪري ۽ ٿوري ڍل ٿيڻ تي هو ڀڄي به وڃي ٿو. من جي ڀڄي وڃڻ تي ساڌڪ کي اها سڌ ئي نٿي رهي ته هو ڪيڏانهن هليو ويو جڏهن ٿوري دير کان پوءِ ساڌڪ کي هوش اچي ٿو تڏهن کيس خبر پوي ٿي ته من ته هتي آهي ئي ڪونه. هو ته فلاڻي هنڌ وڃي پهتو آهي.

جگياسين پرم پوڄنيہ سواميءَ جن کي وينتي ڪئي ته سائين من ائين ڇو ٿو ڪري؟ پرم پوڄنيہ سوامي جن جگياسين کي سمجهائي چوڻ لڳا ته من ڏاڍو چنچل آهي. هو باندر وانگر چلبلو آهي هن کي باندر وانگر

هڪ هنڌ ٽڪاءُ نه ايندو آهي. هر وقت اُچل ڪُود
ڪندو رهي ٿو. من هاٿيءَ وانگر بلوان آهي هنکي
روڪڻ ڏاڍو ڏکيو آهي. وڏا وڏا وير من جي اڳيان
شڪست کائي ويا. ان ڪري من کي وس ۾ ڪرڻ
ڏاڍو ڏکيو آهي. انهيءَ ڪري اها حام ڪير به نه
هٿي سگهندو ته مان ڪن پل پر من کي وس ۾ ڪري
ولندس . اها ڳالهه سمجهائڻ لاءِ پرم پوجيه سوامي
جن جڳياسين کي هيءَ پراڻڪ جي ڪٿا ٻڌائي :—

درشٽانت :- هڪ ڏينهن راجا پريڪشت رشي ويد
وياس کان سوال پڇيو ته هي مليشور مهلڪا وڏا،
پورو ج ايترا نربل هوا جو با، بار من کان هار کائيندا
رهيا . تنهن تي رشي ويد وياس کيس سمجهائي
چوڻ لڳو ته راجن ! من کي وس ۾ ڪرڻ ڏاڍو
ڏکيو آهي. ڪوبه اها حام نٿو هٿي سگهي ته مون
من کي وس ۾ ڪيو آهي. من ڏاڍو چالاڪ ۽ چتر
آهي. هو ڪن پل ۾ انسان کي پلٽائيو وجهي.
راجن! توهين پلي انهي ڳالهه کي آزمائي ڏسو.
هاڻ ٻڌو ! ڪن مهڻن کان پوءِ توهان وٽ هڪ
سوداگر گهوڙا وڪڻڻ ايندو. توهين بيشڪ سڀ
گهوڙا پلي خريد ڪجو. پر ان ٢ان ڪارو گهوڙو
نه ولجو. جي هرو ڀرو اهو توهان کي پسند اچي
وڃي ته ڪٿي ولجو پر ان تي سواري بلڪل نه

ڪجو. پر جي توهان ان مٿان سواري ڪريو ته اوڀر
پاسي آصل نه وڃجو. جي مجبورن اوڀر پاسي
وڃڻو پوي ته اُتي ڪڏهن اِستريءَ سان نه ڳالهائجو.
پر جي اُن سان ڳالهايو ته ڪٿي ته اُن کي پاڻ سان
گڏ وٺي نه اچجو. پر جي هن جي ضد تي اُن کي
وٺي اچڻو پوي ته اُن سان شادي اصل نه ڪجو. پر
جي ڪٿي شاديءَ جو ديوگهه پئجي پوي ته اُن جي
چوڻ تي نه هلجو. جي اُن جي چوڻ تي هلندا ته
آنرت ٿي ويندو.

رشي راجا پريکيت کان موڪلائي هليو ويو.
ڪجهه ڏينهن کان پوءِ سچ مچ هڪ گهوڙن جو
واپاري راجا وٽ ڀلا گهوڙا ڪٺي آيو. گهوڙا هڪٻئي
کي گوهه ڏيڻ وارا هئا. پر انهن ۾ هڪڙو ڪارو
گهوڙو سڀني کان سرس هو. ڇا ته سندس قد بت
هو ڇا ته هن جي سونهن هئي. درٻارين جي اُن
گهوڙي مان اک ئي نه نڪري. سڀني درٻارين جي
مرضي هئي ته اهو گهوڙو راجا کي ضرور وٺڻ
گهرجي. پر راجا کين چيو ته اسين هيءُ ڪارو گهوڙو
آصل نه وٺنداسين. تنهن تي درٻارين راجا کي
چيو ته مهاراج توهين ڀلي اُن تي سواري نه ڪجو
پر هي گهوڙو جي اسان جي طبيلي ۾ هوندو ته
پيا راجا ڏسي توهان جي شان جي ساراهه ڪندا

راجا جو من ڪيس پهلاڻ لڳو سو سوچيائين تہ
درٻارين جي چوڻ تي ڪري گهوڙو خريد ڪـيا
ڪريون ۽ طبيلي جي سونهن وڌائيندو. اسين
ڪڏهن ان تي سواري نہ ڪنداسين. اهو دليل ڏيئي
راجا آخر اهو ڪارو گهوڙو ورتي اچي ويو. هو
من جي پلاڙي ۾ اچي ٿي ويو.

گهوڙن ڏيکارڻ کان پوءِ راجا طبيلي ۾ گهوڙن جي
نگرداري ڪرڻ ويو. اتي سڀن ڪاري گهوڙي
جي ڏاڍي ساراهہ ڪئي. چوڻ لڳا اهڙو سلو
گهوڙو اسان زندگيءَ ۾ نہ ڏٺو. جهڙو سونهن ۾ اهي
مثل آهي تهڙو سواريءَ جو لائق آهي. ڏو هسان
هڪ ڏينهن ان تي سواري تہ ڪري ڏسو. راجا
دل ۾ سوچيو تہ ڪڏهن ٿا سواري ڪري ڏسون. وڏ ۾
وڏ ڪڏهن اوپر ٻاسي نہ وڃبو.

راجا اچا گهوڙي تي ويٺو مس تہ گهوڙو هوا
۾ الڪر اڏامي ويو. گهوڙو پاڻ زور سو هو سو ستو
اوپر اڏامڻ رکيائين. راجا گهوڙي کي موڙڻ
جا گهڻا ئي حيلا هلايا پر گهوڙو پاڻ زور سو هو سو
راجا جي هڪ نہ هلي، آخر جهنگل ۾ راجا ڪي ڪنهن
استريءَ جي روئڻ جو آواز ٻڌڻ ۾ آيو. ويجهو وڃي
ڏسي تہ هڪ مها سندر استري اڪيلي ويٺي روئي.
راجا ٻڌڻ سوچيو تہ هن استريءَ سان ڳالهائڻ تہ

آهي . پر هن ڪيس وري به پيدا ٿيڻ لڳو. سوچڻ
لڳو ته مان هن ملڪ جو راجا آهيان. ڪهڙون ٻي
سواري اِستريءَ جي مدد ڪرڻ منهنجو فرض آهي.
سو اڳتي وڌي اُن اِستريءَ وٽ ويو ۽ ڪانئس
پڇياٿين ته تون هن ريت اڪيلي هن ٻيهڙ جهنگل
۾ ڇو ويٺي روئين؟ تڏهن تنهن اِستريءَ جواب
ڏنس ته منهنجي پريوار وارا مون‌کان وڇڙي ويا
آهن ۽ اڪيلي ۾ ڏپ لڳڻ ڪري روئي رهي
آهيان. توهان هن ملڪ جا راجا آهيو. توهان هن
اوکي گهڙيءَ ۾ منهنجي مدد ڪريو. مهرباني
ڪري مونکي پاڻ سان گڏ وٺي هلو نه ته شينهن
بگهڙ مونکي کائي پورو ڪندا. مان توهان جي
داسي ٿي شيوا ڪنديس. راجا سوچيو ته هن آبلا
جي هن هيڻي حال ۾ مدد ڪرڻ گهرجي. محل
جي هڪ ڪلڪ ۾ پيٺي هوندي. سو اِهو سوچي
ڪيس پاڻ سان گڏ وٺي آيو. راجا آهڙي نموني
هن جي پلاوي ۾ اچي ويو.

اُن اِستريءَ محل ۾ رهي پنهنجي وهنوار ۽
شيوا سان سڀني کي اهڙو ته موهي ڇڏيو جو
هر ڪو سندس ساراهه ڪرڻ لڳو. درٻاري راجا
کي چوڻ لڳا ته هيءَ اِستري ته ساکيات لڪشميءَ
جو روپ آهي. هيءَ ته توهان جي پٽ راڻي

ٻڌڻ جي لائق آهي. راجا سوچيو ته جڏهن سڀ
ٿا چون سو ڪٿي ٿو ان سان شادي ڪريان. ڪٿي
سندس چيو نه مڃيندس. راجا سڪ سان ان اسٽريءَ
سان شادي ڪئي.

هڪ ڏينهن ان اسٽريءَ راجا کي چيو ته مهراج
پلنگ به جڏهن شادي ڪئي آهي ته پنهنجن مٽن
مائٽن ۽ يارن دوستن کي دعوت ڏني آهي. توهين
پڻ ته ڪيو ته گهٽ ۾ گهٽ ساڌو مهاتمائن ۽
گرو برهمڻ کي پوڄ ڪرايو. راجا سوچيو ته چوي ته
سچ ٿي. ان ۾ ڪهڙو حرج آهي. ڪٿي ٿا برهمڻ پوڄ
ڪيون، اها ته پنڄ جي ڳالهه آهي. سو هڪ ڏينهن
ساڌن، سنتن ۽ مهاتمائن کي ليکو ڏيئي پوڄ لاءِ
گهرايائين.

جڏهن خود راجا ساڌن سنتن کي پنهنجي هٿن
سان پوڄڻ ڪرائڻ لڳو. تڏهن ان اسٽريءَ راجا
کي وينتي ڪئي ته مان توهان جي اردانگني آهيان
سو مونکي اجازت ڏيو ته توهان سان گڏ شيوا ڪري
سنتن کي پوڄڻ ڪرايان. راجا کي ان ۾ ڪابه
برائي نظر نه آئي سو کيس شيوا ڪرڻ جي آگيا
ڏنائين. رانيءَ جي اڏهڪ سواءِ ڏسي ساڌو مهاتما
وائڙا ٿي ويا. سڀني اکيون چرخ ٿي ويون. هو
جهنگل جا واسي، سو هڙن اهڙي سندر استري

ڪنهن ڪانه ڏٺي هئي. سندن راڻيءَ مان اکه ڏي
نه پئي نڪري. اهو حال ڏسي راڻي راجا کي چوڻ
لڳي ته هي ڪهڙا مهاتما گهرايا اٿو جو مونکي پيا
تڪين. هي ته ڪي گندا ۽ بدتميز انسان ٿا نظر اچن.

هي حال ڏسي راجا کي ڏاڍو غصو لڳو. هو تپي
باهه ٿي ويو. چوڻ لڳو ته هنن جي ڇا مجال جو
منهنجي بي عزتي ڪن. راڻي منهنجي عزت آهي
هنن راڻيءَ سان بدتميزي ڪري منهنجي عزت
لاٿي آهي. مان سندن سر ڌڙ کان الڳ ڪري
ڇڏيندس. سو هن هڪدم تلوار مياڻ مان ڪڍي
ورتي ۽ سادن کي مارڻ لاءِ ڊوڙي ويو ايتري ۾ رشي
ويد وياس اچي پرگهٽ ٿيو ۽ سندس هٿ روڪي
چوڻ لڳو. راجا هاڻ ڪيئن ٿا پائيو آخر توهين به
هن جي پلاوي ۾ اچي ويا نه. جي مان توهان کي
نه روڪيان ها ته اڄ توهين انرٿ ڪري وجهو ها.
توهان جو چئو ته منهنجا وڏا ايڏا ته نربل هئا جو
هن اڳيان جهڪي ويا. هاڻ ٻڌايو ته هن پاپي هن
توهان کان ڇا ڇا نه ڪرايو. آگاهه ڪرڻ کان پوءِ به
توهان هڪ پئي مٿان هن جي پلاوي ۾ ايندا رهيا.
اهو ٻڌي راجا جو شرم کان ڪنڌ جهڪي ويو.

هيءَ درشٽانت ٻڌائي پرم پوجيه سوامي جن
جگياسين کي چوڻ لڳا ته، هن جي چنچلتا جي باري

۾ شريمد ڀڳوت گيتا جي ڇهين اڌياءِ ۾ ارجن شري ڪرشڻ ڀڳوان کي چيو آهي تہ ”هي مڌسودن! هيءُ ڌيان يوگ جو توهان سمتا ڀاو سان ٻڌايو آهي. من جي چنچل هئڻ سبب مان انهي گهڻي وقت تائين قائم رهڻ واري استٿي نٿو ڏسان. ڇاڪاڻ تہ هي شري ڪرشڻ! من وڏو چنچل ۽ ڪٺور سڀاءُ وارو ۽ وڏو هٺي ۽ ٻلوان آهي، انهيءَ ڪري مان سمجهان ٿو تہ من کي وس ۾ ڪرڻ وايو کي وس ۾ ڪرڻ سمان ڪٺن آهي.

آخر اهڙي چنچل ۽ هٺي من کي وس ۾ ڪري ان کي انترمک ڪيئن ڪجي؟ پرم پوجيہ سوامي جن چوڻ لڳا تہ من کي انترمک ڪرڻ جو هڪ تمام سولو رستو اهو آهي تہ ستسنگ جو سهارو وٺجي. اهڙي ستگروءَ جي شرڻ وٺڻ گهرجي جنهن خود تپسيا ڪري پنهنجو من وس ۾ ڪيو هجي. هنن جي تپ ۽ وئراڳ جي پرتاپ سان هنن جي چارون طرف هڪ ايا منڊل ٺهي ويندو آهي. جنهن کو شردّا سان سندن ويجهو ويندو تڏهن هو پنهن جي تيجس ڪرڻن دنيادارن جي من جي مئل کي ساڙي ۽ هردي نرمل ڪري ڇڏيندا آهن.

انهيءَ ڪري من کي نرمل ۽ شڌ ڪرڻ لاءِ ست ش جي سنگت ۾ رهڻ گهرجي. پر جي سڌ ورتي

وارو سانَي نہ ملي تہ ايڪانت ۾ رهجي. چاڪاڻ تہ
من جو روپ پاڻي وانگر آهي. جيئن پاڻي جهڙي
پاتر ۾ وجهبو آهي تہ هو اُن پاتر جي شڪل اِختيار
ڪندو آهــي. جيئن گلاس ۾ وجهڻ سـان گلاس
جهڙي، ٿال ۾ وجهڻ سان ٿــال جهڙي ۽ گهڙي ۾
وجهڻ سان گهڙي جهڙي شڪل اِختيار ڪندو آهي.
تيئن من بہ چڱن جي صحبت ۾ چڱو ۽ برن جــي
صحبت ۾ برو ٿي ويندو آهي.

اِنهيءَ ڪري من کي وس ۾ ڪرڻ لاءِ ستسنگ
۽ سٽ پرشن جي شرڻ وٺڻ تمام ضروري آهــي.
اِنهي ڳالهہ کي سامي صاحب جن پنهنجي هن پد ۾
ڏاڍي سهڻي نموني سمجهايو آهي.

جنهن جيتيو من، ملي ساڌ سنگت سان،
سامي تنهنجي مکہ مون نڪري سار وچن،
رهي سدا پرسن، سنسي ري سنسار ۾.

شڪتي شالي ويچار چاهي اُهو سلو هجي يا برو
پنهنجي آس پاس جو واتـاورڻ پنهن جي انڪول
بڻائي ڇڏيندو آهي ۽ جيترا ماڻهو اُن واتاورڻ جي
اندر ايندا وڃن ٿا اُهي اِنهيءَ طرح جا ٿيندا وڃن
ٿــا. شانـتي ۽ آنند ۾ رڱيل مها پــرش شانت ۽
آنندمئي واتاورڻ بڻائي ٿو. ماڻهو اُنهن جي پرسان
ويندي شانتي ۽ آنند پائين ٿا. اُنهن مها پرشن جي

سامهون من حـو وس نٿو هاي . اهو بنان آگهات
ڪرڻ جي آئي جڪڙيو رهي ٿو. انهيءَ جو ناو ٿي
ستسنگہ آهي. جنهن کي پاڻن سان اهڙو ستسنگہ
ملي وڃي ٿو پوء هن جو ڪارج تمام جلدي پورڻ
ٿيو وڃي، سان جـو ڪم جلد ئي پنهن پر ٿيو وڃي.

جيڪڏهن اهڙو اوسر (موقعو) نہ ملي تہ اِن لاءِ
هڪ ٻيو اپاءُ بہ آهي. هن اپاءُ سان بہ ڏيهون ڏينهن
من پر نـرملتا ۽ ايندي رهـي ٿـي ۽ من ڪنهن
وقت ڏکجي پهنجي اِستان ٿي اچـي ٽڪي ٿو ۽
ان تي جيو آتما حو اڌڪار ٿيو وڃي. هي ڪريا بہ
سولي آهي.

جيئن تہ من اِسٿول ديہہ کـي هلائڻ لاءِ پنج
گيان اِندريون آهن، آهـي هن شريـر پر سوکيم ۽
اتم آهن. اِندرين کـان من سوکيم ۽ اتم آهـي.
من جـي سنڪلپ سان اِندريون وشين ڏي پرورت
ٿين ٿيون.

تنهن ڪري اِندرين کان من سوکيم ۽ اتم آهي.
من پر بڌيءَ دئارآن ٿي اچا پيدا ٿئـي ٿي ۽ نشچو
ٿئي ٿو.

تنهن ڪري من کـان بڌي سوکيم ۽ اتم آهـي.
بڌيءَ کـي جيو آتما پرڪاش ڪندڙ آهـي. آتهن
سهئي تي سندس اڌڪار آهي ۽ سيئي سندس اڌڪار
پر آهن ۽ سيئـي سندس آگيا پر هلندڙ آهن. تنهن
ڪري بڌيءَ کان جيو آتما سوکيم ۽ اتم آهي.

هاڻي اسان ڏٺو ته من آتما کان ئي شڪتي
وٺي پنهنجو ڪم ڪري ٿو. جڏهن من هن شڪتيءَ
سان طاقتور بڻجي ٿو ته اُن طاقت سان ڪيس پڌي
به ته سگهجي ٿو. جيڪڏهن اسين من کي چنچل
۽ چابلو گهوڙو سمجهون، جيڪو ڪنهن رسيءَ سان ٻڌو
پيو هجي ته پوءِ اهو وشواس هئڻ گهرجي ته هو
ڪيڏانهن به ڀڄي ته نه سگهندو. پوءِ اهڙي
گهوڙي کي ڇوٽ نه ڏيڻي ۽ ڏڪڻ تي به چابوڪ
هڻڻ ۾ ڪهڙو نقصان آهي. وقت ايندو جڏهن
هو ڏڪجي گردن جهڪائي اچي اوهان جي سامهون
بيهندو. اُن وقت توهين اُن کان من پسند ڪم
ڪرائي سگهو ٿا. اهائي ڪريا من جي لاءِ ڪرڻي
پوي ٿي.

توهان سوچيو ته توهان آتما آهيو ۽ من توهان
جي سواريءَ جو چابلو گهوڙو آهي. اهو شڪتيءَ
روپي رسيءَ سان ٻڌو پيو آهي، هن کي ڇوٽ
نه ڏيڻي ڪيس ڊوڙڻ نه ڏيو، ٻاهر وڃڻ چاهي ته وڃڻ
نه ڏيو ۽ جي اندر رهڻ چاهي ته اندر رهڻ نه ڏيوس.
من کي روڪڻ جي ڪوشش نه ڪريو ۽ پريان بيهي
درشڪ ٿي سندس تماشو ڏسندا رهو. من کي ڇيڙيو
نه، جيڪي ڪرڻ چاهي ڪيس ڪرڻ ڏيو پر پاڻ کي
اُن کان الڳ سمجهو. توهان ڏسندا ته ٿورن ڏينهن

پر سندس اچل ڪرڻ گھٽجندي ويندي ۽ اُن پر ٿوري ٿوري شانتي اچي رهي آهي. پر هن ڪريا کي ڇڏيو نہ جيستائين پورڻ شانتي نہ اچي. هي پرتهار جي هڪ سٺي ڪريا آهي. هن سان من تي جلدي اڌڪار ٿئي ٿو.

پرم پوجيہ سواميءَ جن جگياسين کي من کي اندرمک بڻائڻ جا اهي ٻہ سولا طريقا ٻڌائي چوڻ لڳا تہ من کي موڙڻ کان پوءِ هن چنچل من کي ڪنهن هڪ بندو يا ڪيندر تي ٽڪائڻو پوندو. من روپي چلبلي گهوڙي کي ڪنهن هڪ ڪونٽي سان ٻڌڻو پوندو. هن ڪريا کي يوگ جي ڀاشا ۾ "ڌارڻا" چئبو آهي. هاڻي اچو تہ ان تي گهرائيءَ سان ويچار ڪريون.

"ڌارڻا" ـــ ڌارڻا ڌارڻ ڪرڻ يا پڪڙڻ کي چئجي ٿو. من جي شڪتين کي سميٽي ڪنهن هڪ ڪيندر تي لڳائڻ کي ڌارڻ چئبو آهي. اها ڪريا ڪندي من پنهنجي سڀاءَ مطابق ٻاهر ڀڄندو آهي. ان کي پرتهار دواران نشچت ڪيل هنڌ تي پهچائڻ ئي ڌارڻا آهي. ڌارڻا لاءِ چاهي استول مان ڪٿو چاهي سوکيم مان ڪٿو، مڙيئي هڪ ڪيندر ڪٿڻو پوندو. استول ڪيندر کي اسين پنهنجين اکين سامهون ڏسي سگهون ٿا پر سوکيم ڪيندر جي تہ اسين

صرف ڪاپنا ئـي ڪري سگهون ٿا. اِسٿول ڪيئ
اسان جو ٿ ذل آهي پـر سوکيم ڪيئدر اسان جـ
اِسٿول اکيئن سان ٿ ذل ڪونهي. اِنهـيءَ ڪري اُن
جي تـہ ڪلپنا ڪرڻي پوندي. اڳتي اڀياس ڪندي
ڪندي اسان جــي درشٽــي جيترو سوکيـم ٿيندي
ويندي، اوترو ئـــي اُن ڪاپنا ڪيل وستوءَ جو اصلي
روپ اسان جي سامهون ايندو ويندو ۽ هڪ ڏينهن
هوءَ ساکيات اسان جي سامهون اچي ويندو. اِنهيءَ
وقت اُهو روپ جيڪو اسان انومان سان ڏٺيو هو سو
اڪي ويندو ۽ آصلي روپ اسان جي سامهون اچي
ويندو. هن ۾ ڪجهہ وقت لڳي سگهي ٿو پر نشچيم
پوروڪ ڪوشش ڪرڻ سان سڦلتا ضرور ملندي.
من ڪـي ايڪاگـر ڪرڻ لاءِ اسين ٻاهر جي ڪابہ
وستو ڪٺي سگهون ٿا ۽ اندر جي بہ ڪا شيءِ ڪٺي
سگهون ٿـا. هـر ٻنهي جـا فائدا الڳہ الڳہ آهن.
ڪيترا ماڻهو سوريہ يا چندرما تي ٽراٽڪ ڪندا آهن.
ڪيترا وري ڏيئي جي لاٽ تي نظر جمائيندا آهن.
ڪي ڀت تي ڪارو گول ڪري اُن تي نظر جمائيندا
آهن. ائين ڪرڻ سان من جــون شڪتيون جاڳن
ٿيون پر اُن سان روحاني طرقي نٿي ٿئي. اِنڪري
ن ڪي آسري يوگہ چون ٿا.
ديوي يوگہ ۾ ٻاهران ورتـــيءَ ڪي سميٽي اندر
لڳائجي. ان لاءِ بہ اندرڪو ڪيندر ٺاهڻو پوي ٿو.

من جو ڪينڊر نه سڀ کان سٺو آهي. ٻن هرديه ۾ نواس ڪري ٿو. ان ڪري ٻن ڪملاءِ هرديه کي نه سڀ کان سريشٽ ڄاڻايو ويو آهي. اِها سمجهاڻي ڏيڻي پرم پوجيه سوامي ڏن جگياسين کي هي ٻڌن ٻڌايو جڏهن ۾ ٻريوءِ جو دل ۾ درشن ڪرڻ لاءِ چيو اٿن.

دل ۾ نٿي ديدار هريءَ جو
عين اندر جا کول
١. هردم تو سان هري رهي ٿو
ٻاهر نا ڳون ڳول
سڀي سياڻپ دم ٻهلجي کي
جنهن جو ملهه امول
٢. سرو وياپي سرو سنيهي
ساکي روپ اڏول
تنهنجو تو ۾ صاحب آهي
جهنگل جبل نا ڳول
٣. جنهن ڪارڻ تون جهنگل جاڳين ٿو
سو آهي تنهنجو ڪول
ويهي ويراڳي وٽ تنهنجي
ٻول ٻٽي کو ٻول
٤. دم دم سان جو دم هلي ٿو
تنهن ۾ نام رٽول

## ساڌو ماڻڪ صاحب سوني

### شانتي روپ اڏول.

هي پنهنجن ٻڌائي ٻرم نوجنم سوامي جن چوڻ لڳا ته راڄ يوگ ۾ ڌارڻا جا ٻه الڳ رستا ٻڌايا ويا آهن. هڪ اُپاسنا ۽ ٻيو يوگ. اُپاسنا ڪيندر پنهنجي هردي ۾ ڪيندر ٺاهي اُن ۾ ڌيان لڳائي پرماتما جو درشن ڪرڻ جي ڪوشش ڪري ٿو. هن رستي ۾ پرماتما جو درشن جلدي ٿئي ٿو. يوگ جو رستو ونڊڻ ساڌڪ پنهنجو ڌيان "آگيا چڪر" "دسوين دوار" يعني ڀرن جي وچ ۾ جمائين ٿا. اتي ڌيان جمائڻ وارن کي ڪي سڌيون به حاصل ٿين ٿيون ۽ منزل تي پهچڻ ۾ وقت لڳي سگهي ٿو. ساڌڪ کي جڏهن سڌيون حاصل ٿين ٿيون تڏهن اُن ۾ آهنڪار اچڻ جو ڊپ آهي ۽ آهنڪار اچڻ سان گراوٽ اچي سگهي ٿي. ان ڪري انهن سڌين ۾ ڪڏهن به نه ڦاسڻ گهرجي. ڌيان سدائين منزل تي پهچڻ ۾ هڻڻ گهرجي.

ڌارڻا وقت ڌيان جمائڻ لاءِ ڪنهن آلمبن يا سهاري جي ضرورت آهي. اُن جا ٻه روپ آهن. هڪ ساڪار، ٻيو نراڪار. ساڪار روپ ۾ اسين پرماتما جي ڪنهن به روپ جو سهارو وٺي سگهون ٿا يا اُن لاءِ پنهنجي ستگرو مهراج جي سچيو روپ جو

ڌيان ڪرڻ به تمام سولو آهي ڇاڪاڻ ته هن جو
درشن اسين هلن اِسٿول اکين سان نسٽ ڪندا
رهون ٿا. اهڙي حالت ۾ اِنهيءَ مورتيءَ جو ڌارڻ
ڪرڻ سهج آهي. پر پوءِ جي نراڪار روپ جو
ڌيان ڪرڻ لاءِ سلدن تيج جو ڌيان ڪيو ويندو
آهي. سلدن جو ۽ اوڪڪ جوتيءَ جو درشن ڪرڻ
جي ڪوشش ڪئي ويندي آهي.

ٻئي رستا هڪ منزل تي پهچائين ٿا. هي ٻئي
رستا من کي ايڪاگر ڪرڻ لاءِ سهاري طور آهن
جڏهن آتم ساڪيالڪار ٿئي ٿو تڏهن انهن سهارن
جي ڪابه ضرورت نئي پوي. تڏهن پرماتما جو
اصلي روپ ساڌڪ جي سامهون صاف سٿرو
اچيو وڃي.

پرم پوجيه سوامي جن چوڻ لڳا ته نراڪار
ڀڳتيءَ کان ساڪار ڀڳتي سولي آهي. اِنهيءَ ڪري
ساڪار ڀڳتيءَ جو سهارو وٺي آسانيءَ سان منزل
تي پهچي سگهجي ٿو. شري ڪرشڻ ڀڳوان گيتا
جي ٻارهين ادياءِ ۾ ارجن کي ساڪار ڀڳتيءَ کي
سولو چوندي چيو آهي ته —

"هي آرجن! مون ۾ من کي ايڪاگر ڪري
سدئيو ملهلجي پڇن ڌيان ۾ جو ڀڳت آئي انم،
ش . ن مون سگڻ روپ پرميشور ۾ لين ٿي

پڇڻ ڪري ٿو، اُن ڀڳت کي مان يوگين ۾ آئي
شريشٽ يوگي مڃان ٿو.“

”اُن سچاننڊ گھڻ نراڪار برهم ۾ آسڪت چت
واري پرش کي سادنا ۾ گھڻي وڌيڪ مشڪلات ڪرڻي
پوي ٿي. ڇاڪاڻ ته ديهه ڌارين لاءِ اڻ ڏٺي الکه
جي گتي ڏکن سان پراپت ٿيندي آهي.“

برهم بوڌيه سواءِ جن جڳياسين کي گيتا جا
شلوڪ پڙهائي چوڻ لڳا ته سادڪ لاءِ ساڪار ڀڳتي
تمام سولي آهي. هر ديهه ۾ ستگرو مهراج جن جي
نوري سروپ کي ڌارڻ ڪري سواس دوارا گرو
منتر جو جاپ ڪرڻ سان تمام جلدي آتم ساکياتڪار
ٿئي ٿو؛

هن طرح ڌارڻا وقت من کي پورڻ طرح
ايڪاگر ڪري هڪ ڪيندر بندوءَ تي اهڙي نموني
ڌارڻ ڪرڻو آهي جو اُن وقت ٻيو ڪوبه ويچار يا
ڦرڻو دل ۾ نه اچي سگهي. جي هي چنچل من ٻاهر
ڀڄي وڃي ته اُن کي پرتهار دوارا ڇڪي اُن ڪيندر
بندوءَ تي بيهارڻو آهي. اُن طرح من کي ايڪاگر
ڪرڻ سان سادنا سڦل ٿيندي. اها ڳالهه چڱيءَ طرح
سمجهائڻ لاءِ جڳياسين کي مهاڀارت جي هي ڪٿا
ٻڌايائون.

درشٽانت:— گرو درونآچاريه ڪورون ۽ پانڊون

کي آسٽر ششٽرن جي سکيا ڏيندو هو. هڪ ڏينهن
گرو سڀني ششين جي پريکيا ڳئي ورتي. پريکيا
وٺڻ لاءِ اُن وڻ تي هڪ چڙيا رکي اُن کي نشانو
بڻائڻ لاءِ چيو.

هاڻي هو واري واري سان هڪ هڪ راجڪمار کي
ڪوراڻي نشانو ساڌڻ لاءِ چيو. سڀ کان پهرين هن
ڏريوڌن کي ڪوٺايو ۽ تير هڻڻ کان پهرين ڪائنس
سوال پڇيائين ته تون ڇا ٿو ڏسين. اُن جواب ڏنو ته
مهراج توهان کي، هنن سڀني راجڪمارن کي، وڻ
کي، وڻ تي ويٺل چڙيا کي ۽ اُن جي اک کي
ڏسي رهيو آهيان. گرو دروڻاچاريه ڪيس پاسيرو
ٿي بيهڻ لاءِ چيو. اهڙي نموني هو هڪ هڪ راجڪمار
کي ڪوراڻي ساڳيو سوال پڇندو رهيو. اُن جي جواب
۾ ڪنهن چيو ته مان سڀ ڪجهه ڏسي رهيو آهيان.
ڪنهن جواب ڏنو ته مان وڻ ۽ چڙيا ڏسي رهيو
آهيان وري ڪنهن چيو ته مان وڻ تي ويٺل چڙيا
ڏسي رهيو آهيان.

آخر گرديو ارجن کي سڏ ڪري ساڳيو سوال
پڇيو ته هن وقت تون ڇا ڏسي رهيو آهين تڏهن
ارجن جواب ڏنو ته مان هن وقت صرف چڙيا جي
اک ڏسي رهيو آهيان. جنهنکي مونکي نشانو بڻائڻو
. اُن کان سواءِ هن وقت مونکي ڪجهه به نظر

نٿو اچي. گرو دروڻاچاريه ارجن جي هن جواب
تي ڏاڍو خوش ٿيو. سندس پٺي ٺپري شاباشي
ڏيندي چيائينس ته هن پريکيا ۾ تون پاس آهين.

هيءَ درشٽانت ٻڌائي پرم پوجيه سوامي جن
جگياسين کي چوڻ لڳا ته اسان کي به سادڪنا
جي وقت ارجن وانگر پنهنجو پورو ڌيان هڪ
هنڌ ڌارڻ ڪرڻو آهي تڏهين ئي اسان کي
سڦلتا ملي سگهندي. ڌارڻا جي اوسٿا ۾ سادڪ
”مان“ ۽ ”منهنجو“ بلڪل پنهنجي پاڻ کي پرماتما
جي چرنن ۾ سمرپت ڪيو ڇڏي تڏهن ڪيس آتم
ساڪياتڪار ٿئي ٿو.

پرم پوجيه سوامي جن جگياسين کي ڌارڻا جي
باري ۾ چڱي سمجهاڻي ڏيندي هاڻي ”ڌيان“ جي
باري ۾ سمجهائڻ لڳا ڇاڪاڻ ته ٻين سڀني
سادنن ۾ ڌيان جو مهتو سڀني کان گهڻو آهي.
ٻيا سڀ سادن ته صرف ڌيان جي استٿي پراپت
ڪرڻ لاءِ ڪيا وڃن ٿا. روحاني سفر جو اصلي
پڙاءُ ته ڌيان ئي آهي. انهيءَ ڪري اسين ان
جي باري ۾ گهرائيءَ سان ويچار ڪنداسين.

ڌيان :- جهڙي نموني سون کي تپائڻ سان
ان جو کوٽ ختم ٿئي ٿو ۽ هو شڌ ۽ صاف ٿيو
وڃي. تهڙي طرح ڌيان ڪرڻ سان من جو راجس

روپي مثل صاف ٿيو وڃي ۽ اُن ۾ سچي گرٿ جو پرڪاش پيدا ٿيو وڃي .

ڌارڻا جي حالت ۾ ايشور جي اُپاسنا ڪندي ڪندي جڏهن ڌارڻا جي اسٿتي هرديه ڪمل ۾ هوندي آهي تڏهن جيو آتما پرماتما ۾ مگن ٿي وڃي ٿي ، ايشور سان ساڪيائڪار ٿئي ٿو ۽ اُن جي ٿُل سروپ مان نروشيہ ٿي ويندو آهي . جيو آتما ساگر وانگر گنڀير ۽ استر ٿي ويندي آهي. هن سنسار جي وهنوار کــي پلجندو وڃي ٿــو ۽ ٻالڪ وانگر پواو ۽ نروڪار ٿي ويندو آهي .

جيئن پاڻيءَ کي ڪنهن بہ برتن ۾ وڌو ويندو آهي تہ هو اهڙي شڪل اختيار ڪندو آهي . اهڙي طرح من يــا چت جڏهن ڪنهن شيءِ جــو چنتن ڪري ٿو تہ انهيءَ ۾ ايڪاڪار ٿي وڃي ٿو ، يعني پرهم جو ڌيان ڪندي پرهم ۾ لين ٿي وڃي ٿو . جڏهن ڌيان جو پرواهہ ٻيان روڪ لڳاتار ۽ سمان گتيءَ سان وهي ٿو تڏهن اها اوستا "ڌيان" جي هوندي آهي .

ڌيان سان يوگيءَ جي مستڪ ۾ جوتي اتپن ٿئي ٿي . هن جو شرير، مستڪ ، گيان ، چيتنا ۽ شواس سڀني هن پرم پرڀوءَ جي چنتن ۾ ايڪاگر ٿي وڃن ٿا . اُن وقت ساڌڪ کي پرم الله جي انڀوتي ٿئي

ٿي. اهڙو سادڪ سنتلت، نهنو، نمرتا وارو ۽ شانت چت وارو ٿئي ٿو. هو پنهنجي سيلي ڪرڻ کي پرڀوءَ کي ئي ارپڻ ڪري ٿو ۽ ڪرم جي ڦل کان مڪت ٿيو وڃي.

ڌيان کان پوءِ پرم پوڄيہ سوامي جن سادڪن کي سماڌيءَ جي باري ۾ پڌائڻ لڳا.

سماڌي :- ڌيان جي گهري اوستا جنهن ۾ پنهنجو به گيان نه رهي ۽ نه ئي ٻاهرين وستن جو گيان رهي اهڙي اوستا کي سماڌي چيو وڃي ٿو. هن سماڌيءَ کي اُپنشدن ۾ شسپت سماڌي ڪري چيو ويو آهي. هن اوستا ۾ پوڄي من بلڪل شانت ٿي وڃي ٿو ۽ من جي شانت ٿيندي ئي اندريون ۽ پڻ بہ شانت ٿيو وڃن ۽ سادڪ ٽتو گيان ۽ ساڪياتڪار جو اڌڪاري ٿي ويندو آهي. هي سادڪن جو انت ۽ سڌيءَ جي شروعات آهي. اڳتي پڻ يوگہ جو وارو آهي. هن کان پوءِ سادڪ کي برهم گيان ۽ برهم وديا ملي ٿي.

اهڙي سماڌيءَ ذريعي پهچڻ سان سادڪ جي اندر ۾ الوڪڪ شڪتين جو آنيو ٿئي ٿو. من جو آنيڪ سوڪول شڪتيون جاڳي اُن جي سامهون اچن ٿيون جن جي دواران هو سنساري ۽ الوڪڪ ڪاريہ ڪري سگهي ٿو. پر هنن شڪتين کي دنيوي پدارٿن کي

هدايت ڪرڻ لاءِ ڪم آڻڻ سان ساڌڪ پرماتما کان
پري هلي وڃي ٿو. ان ڪري نهن ڏانهن اکـ
کڻي بہ نهارڻ نہ گهرجي. اهي ويچارون يوڳ
لاءِ رڪاوٽون آهن. اهي سڀ رستي جون شيون
آهن جو ساڌڪ انهن ۾ ڦاسندو تہ ان جي آتم
اُنتي نہ ٿي سگهندي.

پرم پوڄيہ سوامي جن جگياسن کي هي
ڳوڙهو گيان سولو ڪري سمجهائڻ لڳا جيئن هو
ان جو ابياس چڱي طرح سولائيءَ سان ڪري
سگهن. ٻارهن سيڪنڊ جڏهن ڪنهن ڪيندر تي
من کي ايڪاگر ڪجي ٿو، تڏهن اها هڪ "ڌارڻا"
آهي جڏهن ڌارڻا جي اسٿتي ٻارهن گڻا ٿئي ٿي
يعني ڌارڻا جي اوڌي جڏهن ٻہ منٽ ٿئي ٿي
تڏهن هڪ "ڌيان" ٿئي ٿو وري جڏهن ڌيان
جي اوڌي ٻارهن گڻا ٿئي ٿي يعني جڏهن من
هڪ هنڌ اسٿر لڳ ڀڳ اڌ ڪلاڪ تائين ايڪاگر ٿئي
ٿو تڏهن هڪ سمادي ٿئي ٿي.

يوگ ساڌنا جي مٿين ساڌن کي آساني سان
سمجهڻ لاءِ ٽن حصن ۾ ورهائي سگهجي ٿو.

(1) يم } ١- ساماجڪ يوگ - انهن جو سماج
(2) [illegible] } تي سڌو اثر پوي ٿو.

(3) آسڻ
(4) پراڻايام
(5) پرتياھار

}  :— باھيہ يوگ - جن جو شرير تي سڌو اثر پوي ٿو.

(6) ڌارڻا
(7) ڌيان
(8) سماڌي

}  :— انترڪ يوگ - جن جو من ۽ آتما تي سڌو اثر پوي ٿو.

يوگ ساڌنا جي سکيا گرھڻ ڪرڻ کان پوءِ جگياسين پرم پوجيہ سوامي جن کي سادر نمائي ويھي ڪري عرض ڪيو تہ اسان کي ھاڻي ديکشا ڏيئي وڌيءَ سان نام دان ڏيو تہ جيئن يوگ ساڌنا وقت نام جو سمرڻ ڪري منزل تي پھچي سگھون. سندن عرض اونائي پرم پوجيہ سوامي جن جگياسين کي نام دان ڏيڻ کي ھدايتون ڏنيون.

سڀ کان اول صبوح جو سويل ضروري حاجتن کان آجو ٿي مرگ چالا، ڪش يا گرم ڪپڙي يا ڪمبل جو آسڻ وڇائي ارڌ پدم آسڻ يا سکہ آسڻ ۾ ويھي ڪمر، ڳچيءَ، گردن ۽ مٿي کي ھڪ سيڌ ۾ ڪري وھڻ گھرجي. ھاڻي ساھہ کڻڻ وقت "سو" ۽ ڇڏڻ وقت "ھم" جو سمرڻ ڪرڻ گھرجي. سمرڻ ڪندي ڀرن جي وچ آگيا چڪر وٽ يا ھرديہ ۾ پرماتما جي ڪنھن روپ يا ستگرو مھراج جي نوري سروپ جو ڌيان ڪجي. نراڪار ڀڳتي

ڪرڻ لاءِ آن ساڪار سروپ ڀڳوان ديوي ديوتيءَ جو
درشن ڪرڻ گهرجي. اهڙيءَ طرح شام جو سنڌيا
وقت به ڌيان ڪرڻ گهرجي. جڏهن وقت ڏينهن
ختم ٿيڻ تي ۽ رات شروع ٿيڻ تي، آن کي سنڌيا
چون ٿا. آن وقت من شانت هوندو آهي. اهڙي
وقت آسانيءَ سان ڌيان ايڪاگر ٿي پرماتما جي
چرڻن ۾ لڳي ٿو.

سادڪ جيڪي آتمڪ اُنتي چاهين ٿا ۽ هن لوڪ
۾ سک شانتي ۽ پرلوڪ سڌارڻ چاهين ٿا. انهن کي
نام جپ ڪمائي نيم سان هر روز ٻنهين ٽاڻا ضرور
ڪرڻ گهرجي. سادنا ڪرڻ سان ئي سڌي پراپت
ٿيندي.

نام دان وٺڻ يا ستگرو جي شرڻ وٺڻ جو مطلب
آهي ته ڪنهن هڪ اوچ ڪوٽيءَ جي آشرم يا وديالي
۾ داخلا وٺڻ آهي. هاڻي داخلا وٺڻ کان پوءِ
وديارٿيءَ کي محنت سان ابياس ڪري هڪ هڪ
درجو پاس ڪرڻو پوندو. اهڙيءَ اوچ ڪوٽيءَ جي
وديالي ۾ داخلا وٺڻ کان پوءِ جي وديارٿي محنت
نه ڪندو ته فيل ٿيندو ۽ داخلا وٺڻ مان ڪو به فائدو
نه پوندو. اهڙي نموني سادڪ ڀلي ڪهڙي به اوچ
ڪوٽيءَ جي ستگرو کان نام دان وٺي، پر جيستائين
صبح شام آسڻ تي ويهي ڪمائي نه ڪندو، نام

جو سمرڻ نہ ڪندو تيستائين سندس آتمڪ اُنتي
نہ ٿي سگھندي .

يوگ ساڌنا ۽ ڀڳتيءَ جي مهتو کي چڱي طرح
سمجهائڻ لاءِ پرم پوجيہ سوامي جن جگياسين کي
هي ڀڄن ٻڌايو.

شبد — سر مسيبي

رهڻيءَ سان يوگي سڌيءَ کي ٿا پائين
ڦرٽا سي ملائي پرهم پر سمائن

1. ڌري ڌيان دل پر اوم جي اکر جو
پراڻن کي روکي ٽڪ پر ٽڪائن
2. وهن سي ويراڳي پدم آسڻ تي
ورتيءَ کي تہ ڌاري دسوين اسڳائن
3. سڻي ساز سهڻو انهد جي آواز جو
شبد ساڻ سرتي موڙي تہ ملائن
4. سڌيءَ ساڻ ساڌي ماڌو مند راڻون
اڪدب جوت انيڻہ اندر پر جڳائن

هن ڀڄن جي دئاران پرم پوجيہ سوامي جن
جگياسن کي يوگ ساڌنا جي رهسيہ ميہ وڌي تمام
کولي سمجهائي هي ڀڄن ساڌڪ لاءِ گيان جو ساگر
آهي. هن گيان جي ساگر کي پرم پوجيہ سوامي
جن هن ڀڄن روپي گهاگهر پر سمائي ڪري پريمين
کي ٻڌايو. هن ڀڄن جو هر هڪ پد هنڀائڻ جوڳو
آهي. ان ريت سڌي پرايت ڪري سگهجي ٿي.

ٻـرم ٻوجليم سوامي حن جڳياسين کي سمجهائڻ لڳا تـہ ، يوگہ ساڌنا ڪندي، نام جـو سمرڻ ڪندي ساڌڪ کـي الوڪڪ آتمڪ آنيو ٿين ٿا ۽ ڪيس کي سڌ ٻون ٻرابت ٿين ٿيون . انهن جـو ذڪر ڪنهن سان بـہ نـہ ڪرڻو آهي . اهي آنيو صرف ٻلهلجي ستگر مهراج جن کي ٻڌائي ڪائڻ اڳت مارگہ درشن ٻرابت ڪرڻو آهي . هولڻ بہ نام جو سمرڻ اوکن کان لڪائي ڪرڻو آهي. ٻلهلجي ڪمائيءَ جي ڳالهہ هميشہ ڳجهي رکڻي آهـي . ان بابت سامي جن ٻلهلجي هن ٻد ۾ هدايت ڪئي آهي .

در در ڪين ٻڌاء سامي سڪ ٻرين جي
الترمکہ آدب سان، لـڪو لڪائـي لاء

تہ للو للو منجهہ لڳاء، مورت محبوبن جي .

يوگہ ساڌنا ڪرڻ واري ساڌڪ کي ٻلهلجي آهار ڌانهن بہ ڌيان ڏيڻو آهي. چاڪاڻ تہ جهڙو ان تهڙو من . اڪري ڀوڄن هميشہ ساتوڪ ئي ڪرڻ گهرجي. ساتوڪ يـوڄن جـي وياکيان ڪندي شري ڪرشڻ ڀڳوان آرجن کي چيو آهي تہ ـــ

"آيو، ٻڌي ، ٻل ، تندرستي ، سکہ ۽ رچيءَ وڌائڻ وارو ، رسدايڪ، ٻـورو، ٻکل، قـوت بخشيندڙ ۽ سياويڪ، من کـي وڻندڙ ، اهڙي قسم جـي ڀوڄن ٻدارڪ ساتوڪي ٻرش کـي ٻيارا لڳندا آهن ."

پر م پوڄيءَ سواءِ جن جڳياسين کي چوڻ لڳا تہ پرماتما جو ساڪياتڪار ڪرڻ واري ڀوڳيءَ جا لڇڻ هن ريت هئڻ گهرجن.

”جيڪو ڪنهن سان ويـر ڀاو نٿو رکـي، جيڪو سڀني جو مِتر آهي، جنهن جي دل ۾ سڀني لاءِ ديا آهي، جنهن جو اهنڪار هليو ويو آهي، جيڪو سدائين سنتشٽ آهي، جيڪو ڀوڳہ ڀڪت ۽ درڍ نشچيہ وارو آهي، جنهن جو من ۽ بُڌي پرڀوءَ ۾ آرپت ٿي ويئي آهي، اهي مونکي پريہ ڀڳت آهن. جن کان ماڻهو ڪن (پريشان) نٿا ٿين، نہ ٿي هو ماڻهن کان ڪن ٿين ٿا، جن وٽ ڀڪ دڪہ ۽ خوشي، ڏپ ۽ پرڪڻ تياڳي ڇڏيو آهي، اهڙا ڀڳت ئـي مونکي پيارا آهن، جيڪي ڪنهن جي آسري نـہ آهن، جيڪي وچـاروان ۽ دڪش آهن، جيڪي سکہ دکہ ۾ سمان آهن، جن جو دکـہ هليو ويـو آهـي، جيڪي گلا ۽ ساراهہ ۾ هڪ ٿي ڀاو ۾ رهن ٿا يعنـي نہ گلا ۾ دکي ٿين ٿا ۽ نـہ ٿـي ساراهہ ۾ ڊي ڦولجن ٿا، گهٽ ڳـالهائين ٿـا ۽ گهڻو چپ رهن ٿـا، جيڪي ڪجهہ ملين ٿـو، اُنهيءَ ۾ سنتوش ڪن ٿا، جن جو لڳاءُ ڪنهن خاص گهر ٻار سان ناهي جن جو سارو جڳت ئـي گهر آهي، جنهن جـي بُڌي اِستر آهي، اهڙا ماڻهو ئـي مونکي پيارا ڀڳت آهن، اهڙا جڳياسي ئي ڀوڳي ٿي سگهن ٿا.

پرم پوجيه سوامي جن جڳياسين کي چوڻ لڳا
ته هن طرح سان پورڻ ساڌنا ڪرڻ سان جڏهن
توهان کي سڌي پراپت ٿيندي، گيان پراپت ٿيندو،
پڻ پراپت ٿيندي ۽ ڌن پراپت ٿيندي تڏهن توهين
سدا ڀاڳ ۾ پيا رهندو. ڀاڳ کي پڻ کان مٿي ۽
سرپشٽ سمجهي گيان، پڻ ۽ ڌن جو گهمنڊ نه
ڪجو جاڪاڻ ته اهنڪار اچڻ سان ماڻهوءَ جي اونتي
ٿيندي آهي، هو ڪري پوي ٿو. پرم پوجيه سوامي
جن ساڌڪن کي ايمان يا خوديءَ جي باري ۾
ساميءَ جو هي سلوڪ ٻڌايو.

خوديءَ ملڪ خوار، ٿيا بيڪ، گرهستي اوڪ سڀ
ملي ويا من ۾، وڃ لڪيد وهنوار،
جاڳي ڏسن ڪين ڪي، ساٿي سرجڻهار،
سامي ڀانئين ڇار، تا سمجهه ورائي سگها.

هي شلوڪ ٻڌائي پرم پوجيه سوامي جن ساڌڪن
کي چوڻ لڳا ته گياڻوان پرش کي وڻن کان سبق
سکڻ گهرجي، جيئن ميويدار وڻ ڦل لڳڻ تي وڌيڪ
جهڪندو آهي تيئن وديا گرهڻ ڪرڻ سان انسان
جي سڀاءَ ۾ نمرتا اچڻ گهرجي. انسان جي وهنوار
۾ ميلاپ اچڻ گهرجي. ڀاڳ کان اوچ نه
سمجهڻ گهرجي. سڀني کي سمان سمجهڻ
گهرجي، سڀني کي سنمان ڏيڻ گهرجي.
اهنڪار اچڻ تي ايشور جي ڪهڙي حالت ٿي
ٿيندي سا گياڻ سمجهائڻ لاءِ ڪين پراڻن جو هڪ
د... ت ٻڌايائون.

درشٽانت :— مهرشي ياگيولڪ جي آشرم ۾ سوين وديارٿي سکيا وٺي رهيا هئا. هت وديارٿين کي ويد ويدانت جي اوچ سکيا ڏني ويندي هئي. انهن ششين ۾ مهرشيءَ جا ٻہ خاص ششيہ هئا، گروشيوي ۽ ڪشاگر ٻڌي. اهي ٻئي ششيہ ٻڌيمان ۽ محنتي هئا. هو ٻئي گروءَ جي خوب شيوا ڪندا هئا.

پر ڪجهہ مهينن کان سندن ورتاءَ ۾ تبديلي ڏسي مهرشيءَ کي چنتا ٿيڻ لڳي. هو ٻنهي جي ساٿين سان ڳالهائڻ وقت ٻنهي جي هوشياري ۽ گيان جو ڏيکاءُ ڪرڻ لڳا. هنن ۾ اهنڪار اچي ويو. اهنڪار اچڻ سان گيان ڪچري ۾ پيل سون سمان ٿيو وڃي. گيان اچڻ سان تہ نمرتا اچڻ گهرجي. مهرشي سوچڻ لڳو تہ هنن جو اهو کوٽ تہ ڪيئن ڏور ٿيندو. سو اهو سوچي ڪين چوڻ لڳا تہ اسان وٽ جيڪا بہ وديا هئي سا اسين توهان کي ڏيئي چڪاسين. پر اڃان بہ اوچ ڪوٽيءَ جي سکيا آهي جيڪا اوهان کي سکڻ گهرجي. تنهن تي ششين پڇيو تہ اها سکيا ڪنهن کان سکڻ گهرجي. مهرشي چوڻ لڳا تہ هن سنسار ۾ راجا جنڪ جهڙو برهم گياني ٻيو ڪو بہ ڪونهي سو توهين هن وٽ وڃي ڪيس اسان جو نياپو ڏيو تہ هو توهان کي برهم وديا سيکاريندو.

گروءَ کان آگيا وٺي ٻئي ششيہ سڌا مٿلا نگريءَ
۾ آيا. راجا جنڪ جي دربار ۾ پهچي دوارپال کي
چيائون ته اسين مهرشي ياگيولڪ جا ششيہ آهيون
۽ راجا سان ملي ڪيس مهرشيءَ جو نياپو ڏيڻ ٿا
چاهيون. ششين کي يڪدم راجا جي سامهون
اپسٿت ڪيو ويو. راجا ڪائن پڇيو ته توهين ڪير
ڪير آهيو ۽ هت ڪيئن آيا آهيو. ٻنهي ششين ڪيس
ٻڌايو ته هو مهرشيءَ جا ششيہ آهن ۽ گرو مهراج
جي آگيا سان هتي آيا آهيون.

راجا دربانين کي حڪم ڏنو ته هنن کي شاهي
اتٿي گرهه ۾ شان مان سان ٺهرايو وڃي. اسين هنن
سان پوءِ ملاقات ڪنداسين. راجا جي سيوڪن هنن
کي عطر سان شنان ڪرائي، سون جي پلنگن تي
نرم گدن تي آرام ڪرايو ۽ چنيھه طعامن جو ڀوڄن
ڪرايو. ان طرح سان هي ڏاڍو مزي ۾ رهڻ لڳا
ائين ڪندي چار ڏينهن گذري ويا پر راجا هنن
سان ملاقات نه ڪئي. ٻئي هڪ ٻئي کي چوڻ لڳا
ته اڄ چار ڏينهن ٿي ويا آهن پر راجا اسان سان نه
مليو آهي خير اسان جي خوب آ ڀڳت ٿي آهي سو
الله ايو آهي. آخري ۾ راجا جي سيوڪ اچي ڪين
اطلاع ڏنو ته راجا اوهان کي دربار ۾ ياد ڪيو آهي
مهرباني ڪري توهين هلو. راجا ڪين اچڻ اسڻ

تـــي وڌاري پڇيو تہ مورشي جن بلڪل ٺيڪ آهن ؟ مهاڄجي لاءِ سنڌ ن کھڙي آگيا آهـي ؟ تنهن تـي گرو شيوي۽ راجا کـــي ٻڌايو تہ مورشي۽ اسان کي توهان کان برهم وديا سکڻ لاءِ موڪليو آهـي. راجا اهو ٻڌي گمڀير ٿي ويو. ٿورو سوچي کين چيائين تہ ان لاءِ توهان کي ٽي ڏينهن پيا بہ انتظار ڪرڻو پوندو . پوءِ چيو تہ، ان ۾ ڪو بہ نقصان نہ آهي جيڪي چار ڏينهن انتظار ڪيو آٺون اٺين ٽي ڏينهن پيا بہ مزي ۾ نڪري ويندا.

شاهي آتٿي گـــرهہ ۾ شاهي ٺــاٺ سان رهڻ ۾ کين خوب آنند آيو. سوچيائون تہ ٽي ڏينهن پيا بہ مزو وٺنداسين. ٻر هن دفعي راجا شيوڪن کي چيو تہ هنن کي سڌارڻ اتٿي گرهہ ۾ رکيو وڃي. هتي تہ سڀ ڪجھہ سادو هو. ٻوڇن جـــي وقت سنڌ ن اڳيان چار مونيون روٽيون ۽ دال رکـي وئي. اهو ڏسي ٻنهي ڏاڍو نــاراض ٿيا ۽ راجا لاءِ گهٽ وڌ ڳالهائي چوڻ لڳا تہ راجا اسان جو اپمان ڪيو آهي. اهڙي طـــرح ٽيئي ڏينهن هـــي راجا لاءِ گهٽ وڌ ڳالهائيندا رهيا. چوڻ لڳا تـــہ راجا تہ اڳيائي آهي جو اسان سان اهڙو برو ورتاءُ ڪيو اٿس.

ٽن ڏينهن کـــان پوءِ راجا کين گهرائي چيو تـــہ مونکي ڏاڍو دکہ آهي جو هي ٽي ڏينهن توهان کي

کشٽ سهڻو پيو. توهان کي زمين تي سمهڻو پيو.
دال روٽي کائڻي پئي. تنهن تي ڀلوي ششين چيو
ته خير ڪا ڳالهه ڪانهي، اهو وقت به ڪٽجي ويو
هاڻي توهين اسان کي برهم وديا سيکاريو. تنهن
تي راجا چيو ته توهان اجا برهم وديا سکڻ جا
اڌڪاري نه ٿيا آهيو. انهيءَ ڪري هن وقت مان
توهان کي اها وديا ڏيڻ ۾ آسمرٿ آهيان. تنهن
تي ڀلوي ششين چيو ته اسان مهرشيءَ جي آشرم ۾
رهي هيڏو تپ ڪيو آهي سو اسان ۾ ڪهڙي ڪمي
آهي. تنهن تي راجا چيو ته هي ٿي ڏيکهن مون
توهان کي ساڌارڻ آتمي گرهه ۾ رکي توهان جي
پريکيا ورتي هئي: توهان اتي رهي بيحد ناراض
ٿيا ۽ وشيش آتمي گرهه ۾ رهي عيش عشرت ڪري
توهان کي خوب آنند آيو. جنهن مان ثابت ٿيو ته
توهان ۾ اجا سم ڀاءُ پيدا نه ٿيو آهي. توهان هيٺر و
لب ڪري اجايو پنهنجي شرير کي ڪشٽ ڏنو آهي.
اهو ٻڌي گرو شيوي ۽ ڪشاگر ٻڌي جو شرم
کان ڪنڌ هيٺ ٿي ويو. هنن اهو محسوس ڪيو
ته هنن ۾ ايمان اچي ويو هو. سندن دل ۾ اهنڪار
جا سلا اڀري ويا هئا سو مهرشي ياگيهوالڪ سندن
اهنڪار دور ڪرڻ لاءِ، سندن گراوت کي روڪڻ
لاءِ سندن ڀلائي لاءِ ٿي اسان کي راجا جنڪ وٽ

مُوڪليو هو. اسين پنهنجي سنگروهه جا ٽي وارتا
آهيون جن اسان کي گهري گراوٽ کان بچائي
ورتو. اهنڪار جي آنڌ ۾ سڀڪو گيان نشٽ ٿي ٿو وڃي.
اهو درشٽانت ٻڌائي پرم پوڄيه سوامي جن
جگياسين کي نصيحت سان هلي نت نيم سان ابياس
ڪري آتم اُنتيءَ جي راهه تي هلڻ جي آشيرواد ڏني.
اهڙي نموني صبوح جو يوگ ابياس ۽ شام جو
ستسنگ ڪندا هئا. سڀ ڪو ڏينهن ڀڳتن جي ڀيڙ
لڳي پيئي هوندي هئي. سڀني جون من جون
مرادون پوريون ٿيڻ لڳيون. پر سوامي جن جي
من ۾ اهڙي استان جي تلاش هئي جتي شانتي
هجي، وشالتا هجي، پهاڙن جي تلهٽي هجي.
اهڙي استان تي سنگر مراج جن جي آشرم
ٺهرائڻ جي دلي خواهش هئي من ۾. اتفاق سان
شري پاڪيمل سندن ستسنگ ۾ اچڻ لڳو ۽ سندس
من جي مراد پوري ٿي، اوکي سوکي ٿي. هڪ
ڏينهن وٺي سڪ ۽ شردا سان دل ۾ ٿي پرم پوڄيه
سوامي جن کي عرض ڪيائين ته سائين مونهنجي
گهر وارن جي اها وينتي آهي ته توهان جي ڪرپا
سان اسان جا سڀ ڪارج سڌ ٿيا آهن. اهيءَ
ڪري آدرش نگر هلي اسان جي ڪٽيا کي پوتر
ڪري اسان وٽ ڀوڄن ورتايو ۽ شام جو آتي ٿي

ستسنگ جو ديدار لڳيو. سڀني پريمين کي اسان
جي پيارن نيڻن ڏٺو ته اتي اچي ستسنگ ڏٺن ۽
ٻڌڻ ڀاڳ پاتئين. اسان جي جيڪا گهٽي ڏني آهي ۽
جڻو ڏنو ڪنهن ميدان ڀئ آهي جتي سوا لکين ماڻ
ستسنگ ٻه ٿي سگهندو.

هن ته پريمين جي وچ هوندا آهن سو
سنڌ مان سڀو ڀرپور ۽ شوقا ٿيسي سنڌ نيڻ قبول
ڪري پريمين کي جيائون سڀاڻي اسين ستسنگ
جو ديدار آدرش نگر ۾ سيٺ ڀاڳچند جي گهر
لڳائينداسين. سيٺ ڀاڳچند سڀني پريمين کي
سڪ مان ستسنگ لاءِ ڪوٺ ڏني آهي ۽ ستسنگ
کان پوءِ چٽ پرساد به ٿيندي.

ٻئي ڏينهن سوگهه ايڏس کان پوءِ سيٺ ڀاڳچند
ڪانگو وٺي پرم پوڄنيه سوامي جن کي ڏسڻ ڏسڻ ماڻ
وٺي آيو. سوامي جن ماڻس سنڌس گهر پڌاريا.
هن ڀوڄن جو ڀوڄن ڪري آرام ڪيائون ۽ شام جو
ستسنگ جو ديدار لڳايائون. اتي شهر جي پريمين
ڪانسواءِ آدرش نگر جا به گهڻئي پريمي آيا جن ۾
سيٺ سوڀراج مل به آيل هو.

آدرش نگر جي پريمين کي پرم پوڄنيه سوامي
جن جي ستسنگ روپي امرت مان خوب آنند آيو
سو ستسنگ کان پوءِ ميڙ ڪري سڀئن شيوا ۾ حاضر
ٿي عرض ڪيائون ته ستسنگ ڏي اسان جي

پياسي آتما اڄ سالن کان ٻوءِ تربيت تي آهي. اسان
سيٺي جو توهان کي نماڻو عرض آهي ته هتي رهي
ڪري هر روز اسان کي ستسنگ روپي امرت پياريو.
سيٺ ڀاڳچند کين عرض ڪيو ته سائين اسان جي
جڳهه ڪافي وڏي آهي توهانکي هڪ ڪمرو رهڻ لاءِ
ڏيون ٿا ۽ ستسنگ ڪرڻ لاءِ هيٺو وڏو ميدان آهي
سو ڪافي انداز ٻہ ٽيءِ سمائجي سگهن ٿا. اسان
کي ڪرپا ڪري پنهنجي شبوا جو موقعو ڏيو جيئن
اسان جو پرلوڪ سهيلو ٿئي.

پرم پوجيه سوامي جن کي ستسنگ لاءِ هي کليو
وشال ۽ شانتي وارو واتاورڻ ڏاڍو وڻيو سو سندن
اڄ قبول ڪري اتي رهي ستسنگ جو ديپاڻ لڳائڻ
جو فيصلو ڪيائون.

پرم پوجيه سوامي جو هي فيصلو ٻڌي سندن
پرم ڀڳت پارگوا صاحب جي دل ويهجي ويئي کين
پاري من سان ويچار ڪيائين ته ستگرو مهراج جي
توهان هتي رهڻ ته يوگه شالا جو ڇا ٿيندو؟ ان لي
ڪيس آئت ڏينهن چيائون ته تنهنجي سک ۽ شرڌا
ڏسي ڪري اسان اهو شڀ ڪاريه آرنڀ ڪيو آهي
آن کي اسان نرنتر جاري رکنداسين. اسان فيصلو
ڪيو آهي ته صبح جو نيم سان هر روز نردارت وقت
تي اسين يوگه شالا پهچي ڪري نوجوانن کي يوگه

آيياس ڪرائي سندن شاريرڪ ۽ آتمڪ اُنتيءَ ۾ سهايتا ڏيندا رهنداسين.

پرم پوجنيہ سوامي جن پرڀات ويلي اُٿي اشنان ڪري هر روز پنڌ ڪئي پنڌ نام جو سمرڻ ڪندا ليڪ ٿائيم لي آشا گلچ پوکر شالا پهچي ويندا هئا. سندن شرڌالو پريمي عرض ڪندا هئا تہ سائين ايترو پري آدرش نگر کان آشا گلچ هڪ ڪلڪ کان پني ڪلڪ ٿائين پنڌ وڃڻ جي تڪليف چو ٿا وٺو. اسان کي حڪم ڪريو اسين توهان کي اُتي پهچائڻ جو بندوبست ڪنداسين. اُنهيءَ ڏينهن شام جو ستسنگ ۾ اُنهن شرڌالو ڀڳتن کي سندن پريم ڀاو جي لاءِ ڌنيواد ڏيئي هن پڇن د ٺاران جواب ڏناڻون.

شبد ۵ راڳ پيرو ي

درويشن جي عجب خيالي جاڻن سي درويش

1. ڪڏهن گهمن سي ننگي پيرين، ڪڏهن شاهاڻي ويس
ڪڏهن گيڙوءَ جا ڪپڙا پائي، لال ڦرن تہ لبيس
2. ڪڏهن جهلائين چتر سر تي، ڪڏهن پهوتي بيس
ڪڏهن ملوائين سر کي سائين، ڪڏهن رکائين ڪيس
3. ڪڏهن رهن سي اندر غفاجي، ڪڏهن گهمن ٿا ديس
ڪڏهن ماڻ ۾ من لڳائي، ڪڏهن ڪرن اپديس
4. ماڌ و مست رهن سي موجي، چئي او ننگ آديش
درويش جا رابيا سچ پچ جاڻن سي درويش

پرم پوڄيه سوامي جن سچ مچ ٿي پهتل درويش
هئا. هو پر اُپڪار لاءِ ڪيڏا نه ڪشٽ سهڻ لاءِ تيار هئا.
پريمين جي پڪار تي صبوح جو يوڳه آڀياس ڪرائيندا
هئا. ڏينهن جو شهر جي پريمين جا ڏک دور ڪندا
هئا ۽ شام جو آدرش نگر ۾ ستسنگ جو ديپڪ لڳائي
پريمين کي خوب آنند وٺائيندا هئا. سندن ستسنگ
جي سرهاڻ ڏيري ڏيري آدرش نگر جي مڪاني
جنتا ۾ ڦهلجڻ لڳي. هاڻي سندن ستسنگ ۾ ٻابو
هنومان پرساد، شري ماستر جگديش پرساد، ٻابو
مرليڌر ۽ شري مان جها صاحب، سيٺ صاحب نت
نيم سان اچڻ لڳا. هي سڀ صاحب آدرش نگر
جي جنتا جا پيارا اڳوان هئا. هي سڀ پرم پوڄيه
سوامي جن کي تمام گهڻي عزت ڏيندا هئا ۽ هردم
شيوا ڪرڻ لاءِ حاضر هوندا هئا.

چنچر ڏينهن سوامي جن خاص ستسنگ ڪندا
هئا. اُن ڏينهن پريمي شهر مان ۽ آدرش نگر مان
تمام گهڻي انداز ۾ ايندا هئا. هڪ چنچر تي پريمين
کي سمجهائڻ لڳا ته هن وقت توهان جي پريکشا
جي گهڙي آهي. ورهاڱي جي ڪري اسان کي
گهر ٻار ڌنڌا ڌاريون ڇڏي دربدر ٿيڻو پيو آهي.
توهان جي سامهون روزگار، مڪان ۽ ٻارن جي
پڙهائيءَ جا مسئلا آهن، سڀ کان وڏو مسئلو پئسي

ـو آهي. ٻر هي ڪشت اسان ٻلوچي ڏرم کي
ٻچائڻ لاءِ خوشيءَ سان ورتا آهن. اِهيءَ ڪري دل
للهي لـه ڪرڻ گهرجي. چالاڪ نہ اسين ڌرم لـي
قـائم رهياسين نـه حادي اڳي ڪـان اڳرا ٿـي
ويلداسين. صرف وشواس رکڻ جي ضرورت آهي.
ٻريهين ڪـي وشواس ڏيارڻ لاءِ هيليون درشالات
ڏناڻون.

درشالات ٻـ هڪ وڏو شاهوڪار هو. هو دائي ۽
ديالو هو. هن جي سداورت ڪري سندس ناموس
دور دور تائين ڦهليل هئي. ڪوبہ سوالي سندس
در تان خالي نہ ويندو هو. دان پنج ڪان سواءِ هو
ٻوجا پاٺ نيم سان ڪندو هو.

پڳوان ٻهلجن سچن ٻڳتن ڪان ضرور پريکشا
وٺندو آهي. سو هڪ ڏينهن ڪالڪشميءَ ڪـي آپلا
ناريءَ جي ويس ۾ سيٺ صاحب وٽ موڪليائين.
ڪلڪشمي دين ڏي اچي سيٺ صاحب کي ويلتي
ڪئي نہ مان آپلا بيسهاري ٿوهان جي ناموس پٺي
ٿوهان جي شرڻ ۾ آئي آهيان. ڪرپا ڪري مون
بيسهاري دکياريءَ کـي پلهڊي چرڻن ۾ جڳهه
ڏيو. مان هڪ ڪاٺ ۾ بيٺي هوندس ۽ ٿوهان جي
شيوا ڪندس.

سن صاحب ديالو هئا سو هن آپلا جـي هيٺي

حالت تي قياس ڪائي ڪيس پاڻ وٽ رهڻ جي اِجازت ڏني. هو مڙي سان اُتي رهڻ لڳي. سيٺ صاحب نيم انوسار جيئن ڀڳوان جي مورتيءَ سامهون پوڄا ڪري رهيو هو اُن وقت لڪشمي پرگهٽ ٿي سيٺ صاحب کي چوڻ لڳي، سيٺ صاحب توهان ڪلڪشميءَ کي پاڻ وٽ شرڻ ڏني آهي انهيءَ ڪري مان توهان ڪان آڳيا ٿي وٺان. مان ڪلڪشميءَ سان گڏ رهي نه سگهندس. هاڻي توهين فيصلو ڪريو يا ته ڪلڪشميءَ کي ڪڍو يا مونکي اجازت ڏيو. تڏهن ٿي سيٺ صاحب لڪشميءَ کي چيو ته ماتا شرڻاگت جي رکيا ڪرڻ منهنجو ڌرم آهي مان پنهنجي ڌرم تي قائم آهيان. اِنهيءَ ڪري مان ڪلڪشميءَ کي ڪڍي نٿو سگهان. هاڻي هتي رهڻ يا وڃڻ جو فيصلو توهين خود ڪريو. سيٺ جي اِن جواب ٻڌڻ ڪانپوءِ لڪشمي هلي ويئي. لڪشميءَ جي وڃڻ کان پوءِ سيٺ وٽ ڌن ويو گهٽبو ڪيس گهاٽا پوڻ لڳا ۽ سندس پئسي پر هٿ تنگ ٿيڻ لڳو پر سيٺ تڏهن به دل ننڍي نه ڪئي. پرماتما جي ياڏي تي راضي رهيو.

ڪجهه ڏينهن ڪانپوءِ جيئن پوڄا ويٺي ڪيائين ته سندس سامهون سمرڌي ديوي پرگهٽ ٿي ۽ ڪيس چيائين ته سيٺ صاحب توهان وٽان لڪشمي

ته موڪلائي وئي آهي سو مان ته لڪشميءَ ڪالسواءِ
رهي ڪانه سگهندي آهيان انهيءَ ڪري مان ٻـه
موڪلايان ٿي. ائين چئي سمرڌي ديوي الوپ ٿي
وئي. ان ڏينهن ڪالپوءِ برڪت ڀـوڳ ٿي بند ٿي
وئي. ٻنيون سڪڻ لڳيون اڪال پوڻ لڳو ڪاڌانن
کي باهه لڳي وئي، چارون طرفن کان گهاٽي جا سماچار
اچڻ لڳا، اهڙي ڪشٽ جي گهڙيءَ ۾ ٻـه سيٺ
ٻلهڻجي ڌرم تي قائم رهيو ۽ اف به نه ڪيائين.

ٿوڙن ڏينهن ڪـالپوءِ هو جيئن پوڄا ڪري رهيو
هو تـه يش ديوتا پرگهٽ ٿي سيٺ کي چوڻ لڳو
ته سيٺ جي ! توهان وٽان لڪشمي ديوي موڪلائي
وئي، ان جـي پٺيان سمرڌي ٻـه موڪلائي
وئي. پاڻي مان ته اڪي رهندو آهيان جتي لڪشمي
۽ سمرڌي ديوي رهندي آهـي. انهيءَ ڪري مان
ٿـوهان کان موڪلايان ٿو. ان ڏينهن ڪالپوءِ سيٺ
جـي بدنامي ٿيڻ لڳي. سڄو يش ۽ ناو مٽيءَ ۾
ملي ويو ماڻهو ناموس جي بدران سندس برائـي
ڪرڻ لڳا پر سيٺ سڀ ڪجهه صبر سان سٺو.

الٽ ۾ هڪ ڏينهن پوڄا ڪندي سندس سامهون
ڌرم پرگهٽ ٿيو ۽ چوڻ لڳو سيٺ جي توهان وٽان
لڪشمي، سمرڌي ۽ يش موڪلائي چڪا آهن هاڻي
مان [illegible] توهان کان موڪلائڻ ٿو چاهيان. تنهن تي

سيٺ جي ڌرم کي هٿ جوڙي ويڻتي ڪئي ت
جڏهن اڪشمي موڪلايو تہ مون کيس ڪجهہ نہ
چيو، جڏهن سمرڌي ويئي تہ بہ مونکي غم نہ ٿيو
جڏهن يش بہ مونکي ڇڏي ويو تہ بہ مون کيس ن
روڪيو پر ڌرم توهانکي مان وڃڻ نہ ڏيندس. توهان
جي رکشا ڪرڻ جي خاطر مون ڪلڪشميءَ کي پاڻ
وٽ شرڻ ڏني. شرڻاگت جي رکيا خاطر مون هيڏا
سارا ڪشٽ سٺا پر مون اُف بہ نہ ڪئي چاڪاڻ تہ
ڌرم سڀ کان وڏيڪ اوڇو آهي. راماڻ پر پڳوان
شري رام چيو آهي تہ:-

رگهو ڪل ريت سدا چلي آئي
پراڻ جائي پر وچن نہ جائي.

اهو ٻڌي ڌرم ڏاڍو پرسن ٿيو ۽ کيس آشيرواد
ڏيئي چوڻ لڳو تہ اسان صرف توهان جي پريکشا
ٿي وٺڻ چاهي، توهان اُن پريکشا روپي آگ پر تپي
سون وانگر کرا ٿيا آهيو. هاڻي ڌرم تي قائم رهڻ
خاطر اسين سڀ توهان تي پرسن ٿيا آهيون. ايتري
پر اڪشمي ديوي، سمرڌي ۽ يش پرگهٽ ٿي چيو
تہ پاڻي اسين ڌرم جي پٺيان ئي آهيون. توهان
ڌرم کي پاڻ وٽ قائم رکيو ۽ ڌرم جي خاطر هيترين
سور سختين سليون اِنڪري اسين سڀ توهان وٽ

واپس موٽي آيا آهيون ۽ هميشه توهان وٽ
رهنداسين. سمنڊ جو ڏن ڏاڍو اڳي کان اڳرو ٿي
ويو. هر شيءِ ۾ برڪت پوڻ لڳي. هاڻي سندس
يش دور دور تائين ڦهلجڻ لڳو. ايتري ۾ ڪلڪشمي
سيٺ وٽ اچي هٿ جوڙي معافي وٺي موڪلائڻ
لڳي. سيٺ کي چيائين ته ڀڳوان توهان کان پريڪشا
ٿي وٺڻ چاهي انڪري مونکي موڪليو ويو. سيٺ
جي جتي ڌرم آهي اتي مان رهي نه سگهندس ان
ڪري مان هاڻي وڃان ٿي وري ڪڏهن توهان وٽ
ڪونه اينديس.

پرم پوڄيه سوامي جن پريمين کي سمجهائي
چوڻ لڳا ته اسين به ڌرم جي رکشا خاطر وطن،
اباڻا اجها، ڌن دولت، مندر مڙهيون ۽ محل
ماڙيون قربان ڪري هتي آيا آهيون. اسين ڌرم
تي قائم آهيون. انڪري سڀ اڳي کان اڳرو
ٿيندو، ڌن دولت به ايندي، يش به ملندو بس
صبر جي ضرورت آهي. ڌڻيءَ جي در تي دير
آهي پر اندير ڪونهي. وري مندر ۽ مڙهيون
ٺهنديون ۽ ميلا لڳندا.

پرم پوڄيه سوامي جن جي اهڙن اثرائتن
پروچنن جو انهن جي مڪاني ماڻهن تي ڏاڍو گهرو
اثر پيو. هو نه سندن الوڪڪ شخصيت، مڌر

واٽي ۽ گهري گيان سيٺي پريهين کــي موهي
وڌو هو. هو ڪڏهن به نموني پرم پوڄيه سوامي
جن کي آدرش نگر ۾ وسائڻ جون رٿون رٿڻ لڳا
جيئن هي پوءِ ڦلي ڦولي ۽ تيرٿ اِستلي بڻجي
پوي.

اِهو سوچي اُتان جــي معزز ماڻهن سوسائٽيءَ
جي ميمبرن گهرائي رٿ رکي ته پهاڙ واري زمين
۾ سوامي جن کــي حصو ڏنو وڃي ۽ اِهو پڪراءِ
پرستاءُ رکيائون ته سڄي زمين جا ٽي برابر جا حصا
ڪيــا وڃن جن مـــان هڪ حصو رام‌ڪرشن مشن
کي ٻيو حصو ستيه ناراڻ جي مندر کي ۽ ٽيون
ڪنڊ وارو حصو پرم پوڄيه سوامي جن کي لکي
پـــڙهي دان طـور ڏنو وڃي جيئن هو اُتي آشر
ٺهرائي دائمي طور آدرش نگر ۾ رهي هتي جي
جنتا کـــي ستسنگ روپي آمرت پياري پــرمارٿ
جي راهه تي هلائيندا رهن.

سوسائٽيءَ جــي پاڌيڪارن گڏجي پرم پوڄيه
سوامي جن جي شيوا ۾ حاضر ٿي هيءَ خوشخبري
ٻڌائي کين زمين جا ڪاغذ ارپڻ ڪيا. سوامي جن
هي سڀ ستگرو مهراج جن جي آسيم ڪرپا سمجهي
سيٺي کـــي ستگرو مهراج جن جــي پاران پڪرون
ٻارائي خوب آشيرواد ڏني.

ٻئي ڏينهن شام جو ستسنگ ۾ پريمين کي ڀلا
خوشخبري ٻڌائي چيائون ته ستگرو مهراج جن
اسان مٿان اسيم ڪرپا ڪئي آهي. هو سمرٿ آهن
جاڻي جاڻڻ هار آهن. هو هيڻن جا همراهه آهن.
هلڻ جي در ڪي دير ٿي ڪانهي، دير آهي اسان
جي پڪار جي. ستگرو مهراج جن اسانجي پڪار
ٻڌي عرض اونايو آهي. هتي پهچڻ ڪانهو. هڪ ٿي
تمنا هئي ته ستگرو مهراج جن جو آشرم ڏسجي.
پر هن هيڻي حال ۾ ڀلو سپنو ساڪار ٿيڻ ڪٿان ته
پر ناممڪن ٿي لڳو. سڏن جڏهن ڪرپا ٿي
ڏٺسين آدرش نگر جي پريمين جي گهٽ ۾ ٻاڻ
پرماتما وهي ويٺو هجي. وشال ڀومي آشرم جو ڦاٽڪ
لاء دان ۾ ڏني اٿن. هن پهاڙي جي جتر ڇايا ۾
ستگرو مهراج جن جو سرڳ جهڙو آشرم ڏهلدو.
هي سڀ مهلجي ستگرو مهراج جن جي مهر آهي
جو هن سدامي جي هيڻي حال تي رحم ڪري
ڪرشڻ ڀڳوان والنگر اچي سهاء ٿيا آهن. ٻار ويٺر
ٿي پريمين کي هي پچن ٻڌايائون.

شبد ٦ راڳ ڀيروي

ڇوي شيام سندر ته سڏاما

ڏهڙي حال رهنئين ٻنا مال رهنئين
آلين ڪين ملي هن ديس ۾

. توکي نيڻن وچايو ڏکي ٿو
ڪو ته رات گذاري ٿڪي ٿو
روئي حال ڪيا هن جهيڻا
پنهنجو ٻڌن ڳاريو هن ڏيس ٿو.

2. ڏکا پڳڙي مٿي تي آهي
سچو لڳو ٿو لڏن تي ناهي
ڦاٽي پير پيا سي ته ڇيڙون ڏيا
ڪيڏن وقت ڪاٽيم هن ديس ٿو.

3. هام مٿو ڀاڪر دکي ياري
روئي شام چوي ته ماري
ڪاٽيم نيڻون ڪٿي آئين ڪين هٿي

4. اچي گلي مليو گرداري
روئي رت اکين مان زاري
نيٺي ڌار ٽميا تڏهون مان چرڻ پڇيا
ٿي ماڌو پريم جي ٻيش ٿو.

هي درد ڀريو ڀڄن ڳائيندي پرم ٻرجليم سوامي
جن جي ستگرو مهراج جن جي ياد ۾ دل ڀرجي
آئي ۽ اکيون آليون ٿي ويون. واتاورڻ ڏاڍو
ڀاري ٿي پيو. سڀ پريمي ڀاو وڀور ٿي ويا ۽
سڀن نيڻ ٽمڻ لڳا.
پرم پوجنيم سوامي جن پريمين کي آٿت ڏيندي
چوڻ لڳا ته ستگرو مهراج جن جي آسيم ڪرپا

سان سندر اِستان تسي ٿندي آدم جي آهرابور
دربار والگر اسان کي وشال ڀومي ملي آهي.
آشرم ٺهرائڻ لاءِ سمير ۽ ساڌن جي ضرورت
آهي. اسانکي پورن وشواس آهي تہ سنگرو مهراج
جن پنهنجا ڪارج پاڻ خود اچي پورڻ ڪندا. سڀ
ننگر سندن مٿان آهن. اسين تہ صرف نمت ماتر
آهيون. ڪرڻ وارا پاڻ ئي آهن.

وقت گذرندي دير نہ ٿي ڪا لڳي، مٿان اچي
سنگرو مهراج سوامي ٽيئون رام جن جي ورسيءَ
جو وقت پريو. سنگرو مهراج جن جي ورسيءَ جو
هندستان ۾ سن 1949 ۾ پهريون ميلو لڳو هو. هڪ
ڪمري ۾ رهندي سنگرو مهراج جن جي وشال ميلي
جو سنڪلپ ڪيائون. ميلو ساڳي ڌام ڌوم ۽ مان
شان سان لڳندو، اهڙو آئم وشواس هو ڪين.

پرم پوجنيہ سوامي جن ۾ چمڪي شخصيت ۽
ڪاريہ سنچالن جي آدڀت شڪتي هئي. هو صاحب
جڳ ڪم دورانديشيءَ پورڻ ۽ پوحلا سان ڪندا هئا.
— مني جي بيتر بندوبست لاءِ ادرش نگر ۾ شهر
جي شڌالو پريمين جو ميڙ ڪوٺايائون. ان ميڙ ۾
... ، بابو مرليڌر، بابو هنومان پرساد،
... پرساد، سيٺ صاحب، ڀاڳچند ۽
خاص هئا. سيني سان صلاح ڪري

الڳ الڳ ڪم جي ورهاست ڪري هر ڪم لاءِ ڪميٽيون
مقرر ڪيائون ۽ هر هڪ ميمبر کي ڪم جي پورڻ
زميداري سونپي ڀڪر ڀارائي سنمان ڏنائون ۽ ڪين
سمجهوائي ڇڏيائون ته هي سڀ ڪم مهنو پورڻ آهن
۽ مهان آهن. ڪوبه ڪم ننڍو ڪونهي. جنهن جي
سنڀال، ڀاڳيءَ جو پيائو هلائي پياسن پريمين کي
کي پريم سان ڏنو ڀاڳي پيارڻ ۽ پيا سڀ شيوا جا
ڪم برابر آهن. انهيءَ ڪري ننان حساب جي ڏهلائيءَ
سان جي اسين شيوا ڪندا سين ته ستگرو مهراج
جن جي اسان مٿان آسيس ڪرپا ٿيندي. پريمين کي
شيوا جو مهنو سمجهائڻ لاءِ هي درشٽانت ڏنائون :-
هي گهڻا ڇوٽين پاتشاهيءَ جي آهي. گرو مهراج
جن جي آڳاڙي ۾ آرجن ديو شامل ٿيو هو. ڪيس
گرو مهراج جن ننڍا ننڍا ڪم سونپيا هئا جن ۾ ڀاسڻ
ملڻ پڻ هئا. آرجن ديو پريات ڪان وٺي اُن شيوا
۾ لڳندا هئا ۽ رات جو جڏهن سڀ ششيه ڪائي ڇي
آرامي ٿيندا هئا تڏهن به هي ڀڳتي جي شيوا ۾ لڳا
رهندا هئا. هو ڪڏهن به ڪم کي ننڍو سمجهي
اُن کي ڪرڻ ۾ آر نه ڪندا هئا. من لڳائي ننڍي
۾ ننڍو ڪم تمام صفائي ۽ سمجهوت سان ڪندا هئا
جڏهن پيا ششيه مزي سان گرو مهراج جن جي
ستسنگ پڌندا هئا تڏهن هي صاحب ڀڳتي جي شيو

۾ مشغول هوندا هئا. انهيءَ ڪري ٻيا ششير ڪين
نه سمجهندا هئا ۽ سوچيندا هئا ته گرو مهراج جن
جي نظر ۾ ارجن ديو جي ڪا حيثيت نه ڪانهي.

۾ جڏهن چوٿين پادشاهي جي گرن جو انت سمو
آيو تڏهن هنن پرٿا اوسار پنهنجي ششين مان گرو
گديءَ جو وارث چونڊيو، پر هنن ان جو سنگت ۾
اعلان نه ڪيو ۽ پنهنجي وصيت لکي هڪ صندوق
۾ بند ڪري ان جي چاٻي ٻاٻا ٻڌ وٽ رکيائون ۽
سنگت کي حڪم ڏنائون ته اسان جي جوتي جوت
سمائڻ کان پوءِ ئي هن صندوق کي کولي وصيت
پڙهي وڃي.

جيڪي ششير سندن ويجهو هئا ۽ سمجهندا هئا ته
گرو مهراج جن جي منهنجي مٿان خاص رحمت
آهي. انهن مان هرڪو اهو سمجهڻ لڳو ته گرو
مهراج جن پڪ منهنجي لاءِ ئي وصيت ڪري ويا
هوندا.

۾ جڏهن گرو مهراج جن جي جوتي جوت سمائجڻ
کان پوءِ سندن اڳيان اوسار صندوق کولي وصيت
پڙهي وئي. تڏهن سندن حيرت جي حد نه رهي
سندن وصيت موجب گرو مهراج گرو ارجن ديو
پنهنجو وارث ٿاپي گرو گديءَ جو حقدار بڻائي
هئا. اها ڳالهه نه سندن سڀني ۾ ٻه نه هئي ته

جهڙن کي ٻاڻ تيچ سمجهندا هئا اُن کي گرو مهراج سرمور سمجهي گڏي سوٽپي ويندا . اِها سڀ شيوا جي ڪرامت هئي .

درشنانت پڻ ٻٽائي ڪاريہ ڪرڻائن کي چوڻ لڳا شيوا سڀ ڪان اونچي آهي، ڪوبہ ڪم ننڍو نہ سمجهڻ گهرجي . ڪاريہ کي اوچو ٻڻائيندڙ اسانجي اونچي ڀاونا آهي، جـي اسين لگن ۽ سچي ڀاونا سان شيوا ڪنداسين تہ اِها اوشيہ ستگرو مهراج جي در آگهامندي . سڀئي ڪاريہ ڪرتـائن ٽن من سان ڪاريہ کي پورو سمجهي پور و ڪرڻ جو سنڪلپ ورتو ۽ سڀ پنهنجي ڪاريہ ۾ جنبي ويا .

ميلي جـي بندوبست جـي نظرداريءِ لاءِ شري صوبيراج ۽ سيٺ ڀاڳچند کـي ٻالي مرداني وانگر آنٽي ٻهر ٻاڻ سان گڏ رکيائون . هر هڪ ڪم جـي سار سنڀال ۽ نظرداري پـرم ٻوجنيہ سوامي جن پاڻ خود ڪرڻ لڳا .

هـي ميلو آدرش نگـرواسي شري چندر ڪشور گرگ جـي جاءِ ۾ لڳائڻ جو فيصلو ڪيو ويو . ميلي لڳائڻ جو آعلان ڪندي ئي ڪن ٻل ۾ پنڊارا ڀرجي ويا . دانـي ڀريمين ڪنڊ، ڪٽڪ ۽ چانـورن جون گوٽيون، تيل جـا دٻا سائين جن جي شيوا ۾ ڀيٽ ڪيا ۽ دل کولـي پيسا ڏنـي . ستگرو مهراج جن

پڙهڻا ڪم باقي ڪيا ڪلهن کي ته ڪڏهن ڇوڙڻ جي
ضرورت نه پيئي.

پرم پوجنيه سوامي جن جي دل شاهه ٿي ويئي
۽ ميلي جي تياري زور شور سان ڪرڻ لڳا. ميلي
جي نمنترڻ پتر موڪلڻ کان اڳ پرم پوجنيه سوامي
جن مها منڊليشور ستگرو مهراج سوامي سروانند جن
وٽ آيا ۽ کين نمرتا پوروڪ ٻڌايائون ته هندستان ۾
ستگرو مهراج جن جي ورسيءَ جو هي پهريون
ميلو آهي. سڀني شردالن بلند حوصلي سان ورسي
ملهائڻ جو سنڪلپ ڪيو آهي باقي لنگر ڏوهان ٿي
آهي. ميلي کان ڪجهه ڏينهن اڳ پڌارجي ميلي
جو سنچالن پنهنجن پوتر ڪر ڪملن سان ڪرڻ جي
ڪرپا ڪندا.

پرم پوجنيه مها منڊليشور سوامي سروانند مهراج
سندن ونيت ڀاوَ تي ڏاڍو پرسن ٿيا ۽ کين وچن
ڏنائون ته ميلي ۾ پهچي هر طرح جي سهايتا ڪندا
جاڪاڻ ته هندستان ۾ اچڻ کان پوءِ سڀ سنت هڪ
ٻئي کان وڇڙي ويا هئا. انهيءَ ڪري ستگرو
مهراج جن جي ورسي سڀني کي هڪ ٻئي جي
سهيوگ سان ملهائڻي آهي. اهو ڪاربه سڀني جو
آهي ۽ دل و جان سان ڪرڻ گهرجي.

پرم پوجنيه سوامي جن جي ان همدردي ڀرئي

وهنوار سان همٿ پڻ جي ويئي ۽ موٽي اچي سڀني
سڄڻن کي نمنترڻ پتر موڪلي ڪين آگره ڪيائون
هن موقعي تي ضرور اچي ميلي جي شوڀا وڌائين
جن پريمين جي ائڊريس ملي سگهي اُنهن کي
ميلي جا پترا موڪلي سڏ ن مٿان اها زميواري
رکيائون ته اُن شهر ۾ رهندڙ سڀني پريمين کي
اسان جي پاران ميلي ۾ اچڻ جو نمنترڻ ضرور ڏين.
شهر جي جنتا کي سماچار ڏيڻ جو ڪم شهر ۽ آدرش
نگر جي پريمين تي رکيائون. سڀني سنڌي
سماچار پترن ۾ ٻڌڻ ميلي جو ڪاريه ڪرم ڇپارايائون
ته جيئن سڀني پريمين کي ميلي جي پروگرام جي
خبر پئجي سگهي.

سڄڻن ۽ پريمين جي رهڻ لاءِ پرم پوڄيه سوامي
جن آدرش نگر جي پريمين جي گهرن ۾ خود ويا
ڪين چيائون ته هيءَ ورسي ميلو اسان سڀني کي
ملي ڪري سڦل بڻائڻو آهي. ميلي ۾ ايندڙ مهمانن
کي توهان پنهنجو مهمان سمجهي سانڍي پندا. اُنهن
کي رهڻ لاءِ جيترا ڪمرا ڏئي سگهو ٿا ڏيو ۽ پيو ٻـ
جيڪو سهڪار ڏئي سگهي ته ڏيو. پريمين پريه پوڄيه
سوامي جن جي چرڻن ۾ سمرپڻ ڀاو سان سڀ گهر
ڏي سڏ ن حوالي ڪيو پنهنجي صرف لاءِ هڪ ڪمرو
رکيو. سوامي جن سڏ ن تياڳ ۽ سهڪار جي ڀاو نا

تي ڏاڍا خوش ٿيا ۽ کين ڏنيواد ڏنائون .

ٻري ٻري ڪان ٻرهمي ۽ سلت وٽي سک ۽ شرڌا سان ميلي ۾ شريڪ ٿيڻ لاءِ اچڻ لڳا. شري مهاراج مل ۽ سيٺ ڀاڳچند انهن جو سواگت ڪري کين يٿا استان تي وهانبندا ويا . ٻرم ٻوجنيم مهامنڊليشور سوامي سر واللد مهراج جن ميلي کان هڪ ڏينهن اڳ پڌاريا. ورسيءَ جي ميلي جي ڪاريه ڪرم جي روپ ريکا سندن شيوا ۾ پيش ڪئي وئي . ٻئي ڏينهن تي ميلي جو شبھ آرنڀ ٻرم ٻوجنيم مهامنڊليشور جي ڪر ڪملن دئاران راماڻ جي اکنڊ پاٺ سان ڪيو ويو. راماڻ منڊل وارن سريلن سازن سان راماڻ جو پاٺ شروع ڪيو جنهن ۾ پاڻ به هٿي جهومندا ۽ ٻريمين کي به هٿي جهولايائون . ان کان پوءِ گرو گرنٿ صاحب ۽ گيتا جا پاٺ رکيا ويا، جنهن سان سڄو واتاورڻ ڀڳتي ميه ۽ سگنڌت ٿي ويو.

ستگرو مهراج سوامي ٽيئونرام جن جي شوڀا ياترا ڪڍي وئي جنهن ۾ ستگرو مهراج جن جي وڏي تصوير سان گڏ ٻيون به ڪيتريون سندر جهانڪيون به ڪڍيون ويون. سرگس ۾ پهرين منڊليون سوامي ٽيئونرام جن جا ڀڄن ڳائينديون ستگرو مهراج جن جي جئہ جئڪار ڪنديون هٿي هليون . آدرش نگر جي

پريمين سرگس جي سواگت لاءِ جڳهه جڳهه تي شوڀا
دوار ٺاهيا جن تي سندن مٿان گلن جي ورکا ٿئي
ڪٿي ويٺي. سڄو واتاورڻ ئي سرڳ ڌام جهڙو ٿي
ويو. شردالو پريمين سيسا ۽ سکي جو پڻ بندوبست
ڪيو هو. هن شاندار جلوس دوارا ستگرو مهراج
جن جي يش جي سڳنڌ سڄي آدرش نگر ۽ اجمير
شهر ۾ ڦهلجي ويئي.

صبح شام وڌوان سنتن جا پروچن ٿيندا رهيا.
ميلي جي سنچالڪن جي ڪوشش رهي ته هر هڪ
مهاتما سنت کي پنهنجن ڪيرتن جو وقت ڏنو وڃي.
روح ۾ پرم پوڄيه سوامي جن ۽ ستگرو مهراج
جن جي مهما جا پنهنجا ڳائيندا هئا ۽ سندن مهما
۽ سکيائن تي روشني وجهندا رهندا هئا. اهڙي
نموني پريمي هڪ پاسي سنتن ۽ مهاتمائن جا
امرت وچن پڙهي گيان گنگا ۾ ٽٻيون لڳائيندا
رهيا، ٻئي پاسي آکنڊ ڀنڊاري مان پرساد پائي
ترپت ٿيندا رهيا.

آخرين ڏينهن تي صبح کان شام تائين پنهنجن
ڪيرتن جي موج لڳي پيئي هئي. ان وقت پرم
پوڄيه سوامي جن پنهنجي سڳوري ستگرو مهراج
جن جي چرڻن ۾ هي پنهنجا ڳائي شردا سمن
چاڙهيا.

شبد ٧ سر ٽلنگ

سنگرو توکي سيس نمايان

چرن ڪمول ٽهنجا چت ۾ ڌيايان

1. سنگر ٽهنجي در تي سوالي

دين ديال آهين تون والي

پاند پکيڙي گل پايان ...... سنگر

2. سنگر ٽهنجو پريل پيارو

آهي ڀاڄارو ڪليل ڏنارو

ڪٽو ڪرپا جو چاهيان ...... سنگر

3. سنگر مون تي پرم پيا جو

رهي ديا جو هٿ ميا جو

ڪرمن ڪوٽ ڪٽايان ...... سنگر

4. سنگر توکي ڪيان سدبار

جوڙ جهار وارئون وار

ماڻو لاڻو لهايان ...... سنگر

پرم پوڄيم سواءِ جن جي دل ۾ سنگرو مهراج جن لاءِ ڪيڏي نه شردا ۽ سمرپڻ جو ڀاءُ هئو. هڪ پل لاءِ سندن دل مان سنگرن جي ياد نه ٿي وسري. هر ڪارج جي سڦلتا جو شريه هو سنگرن کي ڏيندا هئا. هر وقت سندن مهر ميا جو هٿ پنهنجي مٿان رکڻ لاءِ وينتي ڪندا رهندا هئا. هن ڀڳيم جي سڦلتا جو شريه به پنهنجي

ستگرو مهراج جن کي ڏيندي پرم پوجنيہ مهامنڊليشور
سوامي سروانند مهراج ۽ ٻاهران آيل ودوانن جا
ڏورا ملنديءَ سندن سک پرڻي سڀ تي هيٺرو
ڪشٽ وٺي هن يگيہ ۾ شريڪ ٿيڻ لاءِ ڪين
ڏنيواد ڏيندي عرض ڪيائون تہ سندن بنان هي
يگيہ آصل سڦل نہ ٿي سگهي ها. ستگرو مهراج
جن جو هي ورسي اُتسو سندن اچڻ سان ئي
سڦل ٿي سگهيو. هن موقعي تي پڌارجي ميلي
جو شان وڌايو اٿن. هن يگيہ ۾ پڻا شڪتيءَ سيٺي
آدرڻيہ سنت مهاتمائن جي شيوا ڪئي ويئي آهي
پر اڻڄاڻائي ۾ جي ڪنهن کا ڪمي رهجي ويئي
هجي تہ ڪرپا ڪري ڪميا ڪن ۽ ساري سنگت
کي آشيرواد ڏين تہ هن طرح سان پرمارٿ جي
راهہ تي هلي سنت مهاتمائن جي شيوا ڪري
پنهنجو هي مانش جنم سڦلو ڪن. اِهو چئي اُن
وقت هي درشٽانت پريمين کي ڏنائون :—

درشٽانت :— مهاڀارت جي لڙائي ختم ٿيڻ کان
پوءِ ڀڳوان شري ڪرشڻ پانڊون کي چيو تہ پنهنجن
پاپن جو پرائشچت ڪرڻ ۽ اُن کان مڪت ٿيڻ لاءِ
اشوميڌ يگيہ ڪريو. اُن يگيہ ۾ سڀني سنت
مهاتمائن کي نمنترڻ ڏيئي گهرائي وشال ڀنڊار
ڀوڄ جي تياري ڪريو. جڏهن سڀ مهاتمائون

شبد ۷ سر تلنگ

ستگرو لوکي سيس لمايان

چرن ڪنول ٽهلجا چت ۾ ڌيايان

1. ستگر ٽهلجي در تي سوالي

دين ديال آهين تون والي

ٻالڪ ٻچڙي ڳل لايان ...... ستگر

2. ستگر ٽهلڄو پريل پلٻارو

آهي ٻاجهارو ڪليل دڌارو

ڪٽو ڪرپا جو چاهيان ...... ستگر

3. ستگر موں تي پريم پيا جو

رهي ديا جو هٿ ميا جو

ڪرمن کوٽ کٽايان ...... ستگر

4. ستگر لوکي کيان سد ٻار

جوڙ جهار وارتون وار

ماڻو لاڏو لهايان ...... ستگر

پريم ڀوڄليءَ سواءِ جن جي دل ۾ ستگرو مهراج جن لاءِ ڪيڏي نه شرڌا ۽ سمرپڻ جو ڀاءُ هئو. هڪ پل لاءِ سندن دل مان ستگرن جي ياد نه ٿي وسري. هر ڪارج جي سڦلتا جو شريه هو ستگرن کي ڏيندا هئا. هر وقت سندن مهر ميا جو هٿ ٽهلڻدي مٿان رکڻ لاءِ ويلتي ڪندا رهندا - ، پنهنجي سڦلتا جو شريه به ٽهلجي

ستگرو مهراج جن کي ڏيندي پرم پوڄنيہ مهامنڊليشور
سوامي سروانند مهراج ۽ پاهران آيل ودوانن جا
ٿورا مڃيندي سندن سڪ پرٿي سڀ تي هيٺرو
ڪشش وڌي هن يگيہ ۾ شريڪ ٿيڻ لاءِ ڪين
ڌنيواد ڏيندي عرض ڪيائون تہ سندن بدران هي
يگيہ آصل سڦل نہ ٿي سگهي ها. ستگرو مهراج
جن جو هي ورسي اُتسو سندن اچڻ سان ئي
سڦل ٿي سگهيو. هن موقعي تي پڌارجي ميلي
جو شان وڌايو اٿن. هن يگيہ ۾ ٿيا شڪتيءَ سيڏي
آدرڻيہ سنت مهاتمائن جي شيوا ڪئي ويئي آهي
پر اڻڄاڻائي ۾ جي ڪنهن کا ڪمي رهجي ويئي
هجي تہ ڪرپا ڪري ڪميا ڪن ۽ ساري سنگت
کي آشيرواد ڏين تہ هن طرح سان پرمارٿ جي
راهہ تي هلي سنت مهاتمائن جي شيوا ڪري
پنهنجو هي مانش جنم سڦلو ڪن. اِهو چئي اُن
وقت هي درشنائت پريمين کي ڏنائون :—
درشنائت :— مهاڀارت جي لڙائي ختم ٿيڻ کان
پوءِ ڀڳوان شري ڪرشڻ پانڊون کي چيو تہ پنهنجن
پاپن جو پرائشچت ڪرڻ ۽ اُن کان مڪت ٿيڻ لاءِ
اشوميڌ يگيہ ڪريو. اُن يگيہ ۾ سڀني سنت
مهاتمائن کي نمنترڻ ڏيئي گهرائي وشال ڀرهم
ڀوڄ جي تياري ڪريو. جڏهن سڀ مهاتمائون

پوڄن ڪري آشيرواد ڏيندا ڏٺهن سندن آشيرواد
سان آڪاش ۾ گهنڊ وڄندو. گهنڊ وڄڻ کان پوءِ ئي
سمجهبو ته ڏوهان جو يگيه سڦل ٿيو ۽ ڏوهان پاپن کان
ڇٽي مڪت ٿيا.

ڀڳوان شري ڪرشڻ جي آڳيا انوسار وشال اشوميڌ
يگيه جو آيوجن ڪيو ويو جنهن ۾ سڀ سنت مهاتما
پڌاريا ۽ برهم ڀوڄ کان پوءِ سڀني پانڊون کي
آشيرواد ڏني پر اُن کان پوءِ به گهنڊ نه وڳو. ويچارا
پانڊو واڪڙا ٿي ويا. سوچڻ لڳا ته ڀڳوان شري ڪرشڻ
اڃا ڀوڄن نه ورتايو آهي. شايد سندن ڀوڄن ڪرڻ
کان پوءِ گهنڊ وڄي. سو ڀڳوان شري ڪرشڻ کي
ڀوڄن ڪرڻ لاءِ وينتي ڪيائون. سندن پرارٿنا
سويڪار ڪري ڀڳوان شري ڪرشڻ ڀوڄن ورتايو پر
حيرانيءَ جي حد نه رهي ته اُن کانپوءِ به گهنڊ نه
وڳو. هاڻي نراش ٿي پانڊون شري ڪرشڻ کي
عرض ڪيو ته ڀلهڻي يوگ وديا سان سوچي
ٻڌايو ته اڃا ڪهڙي ڪمي رهجي ويئي آهي.

شري ڪرشڻ ڀڳوان ڌيان ڪري ٻڌايو ته سچ
لاءِ هڪ پهتل مهاتما جهنگل ۾ رهي ٿو ۽ ڪند مول
کائي تپسيا ڪري رهيو آهي. اُن جي ڀوڄن ڪرڻ
کانپوءِ ئي هي يگيه سڦل ٿيندو ۽ پوءِ ئي گهنڊ
وڄندو. ڏوهين وڃي ڪيس هاڻي وٺي اچو. پانڊو

آگيا انوسار مهاتما کي ملائڻ ويا ڪيس عرض ڪيائون
ته اسان اشوميڌ يگيه ڪيو آهي ڪرپا ڪري هلي
برهم ڀوڄ سويڪار ڪريو. تنهن تي مهاتما ڪين چيو
ته مان اُن جي برهم ڀوڄ ۾ شامل ٿيندس جيڪو
مونکي هڪ سو هڪ اشوميڌ يگين جو ڦل ارپڻ
ڪندو. ويچارا پانڊو مونجهي پيا چوڻ لڳا ته مهراج
اسان ته رڳو هڪ اشوميڌ يگيه ڪيو آهي سو به
پورڻ نٿو ٿئي، سو اسين توهانکي هڪ سو هڪ
اشوميڌ يگين جو ڦل ڪٿان ڏيون. مهاتما چيو ته
مونجهو ته اِهوئي شرط رهندو. هاڻي توهانجي مرضي.
ويچارا پنجئي پانڊو نراش ٿي موٽي آيا ۽ سڀئي
حقيقت اچي شري ڪرشڻ ڀڳوان کي ٻڌايائون.
هي سڀ ورتانت ٻڌي دروپدي کين چوڻ لڳي ته
توهين چنتا نه ڪريو، مان مهاتما کي ملائي وٺي
ايندس.
ٻئي ڏينهن سوير صبح جو اُٿي اشنان ڪري
پوترتا سان ڀوڄن تيار ڪيائين ۽ پوءِ ننگي پير هلي
مهاتما وٽ پهتي ۽ کيس عرض ڪيائين ته يگيه
پڌارجي برهم ڀوڄ ورتائين. مهاتما کيس چيو ته
توکي پانڊون ڪونه ٻڌايو ته مان اُن يگيه ۾ هل
برهم ڀوڄ ورتائيندس جيڪو مونکي هڪ سو ه
اشوميڌ يگين جو ڦل ڏيندو. دروپديءَ چيس ت
مونکي اوهان جو اِهو شرط منظور آهي. مون تو

جهڙن ٻين مهاتمائن کان ٻڌو آهي ته جڏهن ڪو
جگياسو پيرين پنڌ هلي ڪنهن ٻئي مهاتما جو درشن
ڪرڻ وڃي ٿو ته ان کي جيترا قدم هلي هو درشن
ڪرڻ اچي ٿو، اوترن اشومیڌ يگين جو ڦل کيس
ملي ٿو. هاڻي مهاتمي توهان کي ويٺي آهي ته
توهان جهڙي مهاتما جو درشن ڪرڻ لاءِ مان جيترا
قدم کڻي آئي آهيان اوترن اشومیڌ يگين جي ڦل
مان توهين هڪ سو هڪ يگين جو ڦل ڪٽو باقي
موٽڪي ڏيو.

مهاتما درويديءَ جو هيءُ ٻوڙهي گيان ڀريو
جواب ٻڌي چپ چاپ سندس پلهان هلڻ شروع
ڪيو. درويديءَ مهاتما لاءِ اليڪ پرڪارن جا پڪوان
سڪ ۽ شرڌا سان ٺاهيا هئا سي سڀ ڀريم سان
پروسي سندس سامهون رکيائين پر مهاتما انهن
کي ملائي پوءِ کائڻ لڳو. درويديءَ دل ۾ سوچيو ته
هيڏي محنت ڪري سوادي پڪوان ٺاهيم پر هن
مهاتما ته سڀني کي ملائي مزو ئي بگاڙي ڇڏيو.
مهاتما ڀوڄن ڪري سمايت ڪيو پر ڪڏهن ۾ گهلپ نه
وڳو. ويچارا پانڊو ششدر ٿي ڀڳوان شري ڪرشڻ
کان پڇڻ لڳا ته اڃان ڪهڙي ڪسر رهجي ويئي
آهي؟ تڏهن ٿي ڀڳوان شري ڪرشڻ چين ته اها خبر
کي آهي اها من ٿرمل ڪري ته گهلپ

وڃي. تنھن ڏينھن ھن ٽي درويڊيءَ مھاتما کان
ڪيا ورتي. تنھن ڪري وڌو ۽ سندن ڀڳيہ سڦل ٿيو.
درشنانند ڀڳتائي پرم پوڄيہ سوامي جن پريمين
کي چوڻ لڳا تہ ھيءَ ڀڳيہ بہ پرم پوڄيہ مھامنڊليشور
سوامي سروانند جي مھاراج ۽ ٻين پريم پرڪاشي
وڏوان سنتن جي پڌارڻ سان ئي سڦلو ٿي سگھيو
آھي ۽ جيڪي پريمي پري پري کان جيترا قدم
کڻي اھڙن پوتر سنت مھاتمائن جو درشن ڪرڻ آيا
آھن ۽ سندن امولڪ وچن روپي امرت پيتو اٿن
انھن کي اوترن ئي ڀڳين جو ڦل ملندو. جن پريمين
ھن ڀڳيہ ۾ تن، من ۽ ڌن سان آھوتي ڏني آھي
اھي سڀ ڏيوتائن جا پاتر آھن. جن پريمين رات
ڏينھن ھڪ ڪري ھن ورسي اتسو کي نباھڻ ۾ اڻٿڪ
ڪوشش ڪئي آھي اسين انھن سڀني آتمہ شيوا

لاءِ سندن آڀاري آھيون.

انت ۾ پرم پوڄيہ سوامي جن ميلي جي سماپتي
مھامنڊليشور سوامي سروانند جن کي عرض ڪيو تہ
پلو پائي سڀني پريمين کي آشيرواد ڏيئي ميلي
جي سماپتي جي گھوشڻا ڪن. پرم پوڄيہ مھامنڊليشور
سوامي سروانند جن ميلي جي سڦل آيوجن ۽ آتم
شيوائن لاءِ پرم پوڄيہ سوامي جن کي واڌايون
ڏنيون ۽ سڀني شيوادارين کي پڪرون پارائي ٿين

سندن ڪيل سندر شيوائن لاءِ آشيرواد ڏني.

پوءِ پوڄنيه سوامي جن سڀني ستسنگين کي موڪلائڻ وقت ٻنا پوکيه ڀيٽائون ڏنيون، ڪرون پارائي گهڻي سڪ سان ودا ڪيو. هاڻ وقت سوامي جن ستگرو مهراج سوامي سروانند جن کي وينتي ڪري چيو ته هاڻي آشيرواد ڏيو ته ايندڙ سال ستگرو مهراج جن جي ٻٽيه ورسيءَ جو ميلو پنهنجي آشرم ۾ لڳي. مهامنڊليشور سوامي سروانند مهراج جن پرم پوڄنيه سوامي جن جي هن مهان ڀاونا کي ڏاڍو سراهيو ۽ چيو ته ستگرو مهراج جن جي آشيرواد ۽ مهر جو هٿ سدائين توهان جي مٿان آهي سو توهان جي هيءَ مهان ابلاشا اوشيه پوري ٿيندي. ائين چئي کين پيار سان گلي لڳائي آشيرواد ڏنئي ۽ پاڻ ٻيلي وداعي ورتي.

ميلي جي مهمانن کي پيار سان ودا ڪري سوامي جن وري نت نيم سان ستسنگ ڪرڻ لڳا. سندن ستسنگ ۾ هاڻي پريمين جو انداز ڏينهون ڏينهن ويو ٿي وڌندو. ان سان گڏ سيٺ ڀاڳچند جو پريم ۽ شردا به وڌي ٿي وڌندي. هو پرم پوڄنيه سوامي جن جي شيوا سان گڏ ستسنگ ۾ ايندڙ پريمين جي خوب آو ڀڳت ڪندا هئا. پرم پوڄنيه
، جن سندن ايڏي شيوا ڀاو ڏسي کين سڀني

پريءَ ين جي ساھون سٽسنگ ۾ خوب ڏنيواد ڏني ۽
چياڻون تہ سيٺ ڀاڳچند اسان کي پنھنجي دل ۾
جڳھہ ڏني آھي جنھن لاءِ ستگرو مھراج جن سندن
ڪارج راس ڪندا. اِھو چئي ھڪ درشٽانت پريءَ ين
کي ٻڌاياڻون .

درشٽانت :— ھڪ سنت ھو . ھن پنھنجون گھرجون
ڏاڍيون گھٽائي ڇڏيون ھيون . سندن جھوپڙي بہ
ڏاڍي ننڍي ھئي . اُن ۾ رڳو ھڪ ڄڻو ئي سمھي
سگھندو ھو .

ھڪ ڏينھن رات جي وقت ڏاڍو مينھن وسي
رھيو ھئو . چارون طرف ڪاري اوندھہ لڳي
پيئي ھئي . اوچتو ڪنھن در کڙڪايو . سنت اُٿي
در کوليو . ٻاھر ھڪ ماڻھون آن ڪپڙن سان ٿڌ
کان ڏر ڏر ڏڪي رھيو ھو . ھو ويچارو رستو ڀلجي
ويو ھو . ھن سنت کي ھٿ جوڙي وينتي ڪئي
تہ ڪيس ھڪ رات پنھنجي جھوپڙيءَ ۾ سر ڍڪڻ
جي اِجازت ڏين صبح ٿيندي ئي ھو پنھنجي
راھہ وٺي ھليو ويندو .

سنت در کوليندي چيس تہ منھنجي جھوپڙيءَ
۾ ھڪ ڄڻي جي سمھڻ جي جڳھہ آھي ، پر ٻہ ڄڻا
اُن ۾ صرف ويھي سگھون ٿا . سو اسين ٻئي رات
ويھي ڪاٽينداسين .

اُھو ماڻھون اندر اچي ويو ۽ سنت ٻہ دروازو

بند ڪري ڇڏيو. ٻوڙي ديو ۽ دروازي تي وري
لڪ لڪ ڏيڻ لڳي.

سنت دروازو کولي ڏٺـو، هڪ ماڻهون ڇوڪريءَ
کان اڳڙيءَ ٽانگين ٻانهيءَ ۾ ٻسيل ٿڪ ۾ ڏڪي رهيو
هو. هن ٻه سنت کي وينتي ڪري رات رهڻ لاءِ
اجـازت گهري. صبوح ٿيڻ تـي وڃڻ لاءِ چيو.
سنت کيس چيو تہ هي ڪٽيا توهان جي پنهنجي
آهي. وڏيءَ خوشيءَ سان رات ڪاٽيو. ۽ ملهڻي
ڪٽيا ۾ هڪ جٽي جي سمهڻ ۽ ٻن جٽن جـي
وهڻ ۽ ٽن جٽن جـي ٻهڻ جي جڳهہ آهي. توڻ
بيشڪ اندر اچ اسين ٽيئي ٻيهي رات ڪاٽينداسين.
سچ مچ اهن ٽنهي ٻيهي سڄي رات صبر سان
ڪاٽـي. صبوح ٿيڻ تي ٻئي مسافر سنت جا ٿورا
مڃي روانا ٿـي ويا. هن سنت جـي ڪٽيا ٻلي
للڊي هٺي ۽ سندس دل تمام وشال هئي.

اهڙي لمولي شري ياڳچند ڀهرين اسانکي رهڻ
لاءِ جڳهہ ڏني آن ڪالبوءِ ستسنگر لاءِ جڳهہ ڏني ۽
آن ڪالبوءِ اسان جي پريمين کي رهڻ لاءِ جڳهہ
ڏنـي. جيئن جيئن پريمين جـو انداز وڃي ٿـو
وڌندو تيئن تيئن هي ويا ٿي ٻاڻ کي سميٽيندا.
سندن شيوا ۽ قرباني سارامر جوڳي آهي.
اشاق سان اهن ڏيلون ۾ سيٺ وسڻ مل جـو

سيٺ ٻاڳچند جي گهر اچڻ ٿيو. هن سيٺ ٻر
ٻوجنيم سوامي جن جو ستسنگ ٻڌو ۽ سندس د
۾ ٻرم ٻوجنيم سوامي جن لاءِ اٿاهه شرڌا جاڳي. ه
ستسنگ ڪانپوءِ ٻرم ٻوجنيم سوامي جن سان ڪجه
روح رهاڻ ٻڻ ڪئي. اُن وقت سيٺ ٻاڳچند
سيٺ وسڻ مل کي ٻڌايو تہ هن ڏوڙن ڏيڻهن ۾
سوامي جن آدرش نگر جي جنتا کي موهي وڌو
اهي. ٻرم ٻوجنيم سوامي جن سندن دل ۾ اهڙا
سمائجي ويا آهن جو هُن سوامي جن کي هميشہ
لاءِ هتي رهي ستسنگ روپي امرت ٻيارڻ لاءِ وڌو
شاهي ٻلاٽ مندر ٺاهڻ لاءِ دان ۾ ڏنو آهي.

سيٺ وسڻ سوامي جن کي عرض ڪيو تہ ڪرپا
ڪري اهو ٻوتر استان ٺيڪاريو جتي ستگرو مهراج
جن جو مندر ٺهندو. اُن وقت پرم ٻوجنيم سوامي
جن، سيٺ ٻاڳچند ۽ سيٺ وسڻ مل کي سوسائٽي
دڦاران مندر لاءِ ڏنل زمين تي وٺي آيا. هي وشال
زمين ۽ پهاڙن جو رمڻيڪ نظارو ڏسي سيٺ وسڻ
مل جي دل اُمنگ سان ڀرجي ويئي ۽ ٻرم ٻوجنيم
سوامي جن کي ونيت ڀاو سان وينتي ڪئي تہ هن
داس کي شيوا جو موقعو ڏين. ٻرم ٻوجنيم سوامي
جن گد گد ٿي هن کي هن شيوا لاءِ دلي آشيرواد
ڏني. سيٺ وسڻ مل يڪدم حيسي مان پنج هزار

روئيا. ڪري سواءِ حن جي چرڻن ۾ رکيا. ٻئي ڏينهن شام جو ستسنگ ۾ پريمين کي اها خوشخبري ٻڌائي ويائون ته پرم پوجنيه ستگرو مهراج جن سيٺ وسڻ مل کي پاماشاهه ٻڌائي اسان جي مدد لاءِ موڪليو آهي ۽ سيٺ کان ئي مندر جي نرماڻ جو ڪم آرنڀ ڪيو ويندو. ايترو چئي پاڻ ويور ئي هي پدن. پرم پوجنيه ستگرو مهراج جن جي شان ۾ ڳائڻ لڳا.

پدن ۸

ٿانهجي گلج ۾ آ ڪمي ڪانه ڪائي

ٿانهجو در سدا جو کليل آ سدائين

1. ڪرين شاهه پيادا، پيادن کي ڏين شاهي
جيڪا گهر ٿانهجي گيندي تين سائي ......
2. ٿانهجي در تان سوالي وڃي ڪين خالي
جهڙي آش جنهنجي تهڙي تون پڄائين ......
3. ويچارا ورهن ۾ سوين سرپيا گهمن ٿا
انهن جي اندر ۾ تو ئي اون لڳائي ......
4. الڪ زاري ڪرين جو هجر ۾
حڏن جو حيايو حانب تون ئي آهين ......

پڄن ڳائي پريمين کي ستگرو مهراج جي مهما ٻڌائي جوڙ لڳا ته اسانجو ستگرو مهراج سرو [illegible] جاڻي جاڻڻهار آهن. جو پنهنجا ڪارج پاڻ [illegible] اسان کي صرف [illegible] وکي سڌڪلپ

ڪرڻو آهي. پوءِ هو اسان جي پڪار ٻڌي اچي اوکيءَ
۾ سهاءِ ڏين ٿا.

اُن ڏينهن شام جو سيٺ سوراج، سيٺ ڀاڳچند
بابو هنومان پرساد، جمنا بابو، ماسٽر جگديش پرساد ۽
ڀارگوا صاحب ۽ ٻين پريمين کي گهرائي ميٽنگ
ڪيائون ته هاڻ مندر جو نرماڻ ڪارج ڪرائڻو آهي.
اُن لاءِ ٻهرين سوچي ويچاري يوجنا ٺاهيون. پرم
پوڄيه سوامي جن جي دل ۾ مندر جي سندر روپ
ريکا ٻهرين هئي سو سيٺي سان صلاح ڪري اهو
نرڻيه ڪيائون ته سڀ کان ٻهرين زمين جي ماپ
چوپ ڪري اهو طئه ڪريون ته اِن اسٿان تي اسان
کي ڇا ڇا جوڙائڻو آهي. اُن جي لاءِ سيٺي کي
صبح ساڻ سر زمين تي گهرايائون.

اُتي سر زمين تي پريمين کي چيائون ته سڀ
کان اول وچ تي پرم پوڄيه ستگرو مهراج جن جو
اونچو مندر ٺهرائڻو جو ٻري کان ڏسي پريمي ستگرو
مهراج جن جو درشن ڪري سرور جهڪائي سگهن.
اُن جي ڀرسان سندن رهڻ جي ڪٽيا، ڀنڊارو ۽
رسوئي ٺهرائڻي. اُن سان گڏ زمين جي چارو طرف
باؤنڊري وال لڳائي ڪم پڪو ڪجي. سيٺي کي
پرم پوڄيه سوامي جن جي هي يوجنا بيحد پسند
آئي ۽ اهو طئه ٿيو ته اِن لاءِ نقشو تيار ڪرائجي ۽

ان کي پاس ڪرائي. جيستائين اهو ڪم نه ٿئي
تيستائين زمين کي سمٿل ڪرڻ جي شيوا شروع
ڪرڻ گهرجي.

ٻئي ڏينهن ستسنگ ۾ پريمين کي چيائون ته
هاڻي ستگرو مهراج جي چرنن ۾ شيوا ڪرڻ جو
سچو سمو آيو آهي. اسين سڀ ملي ڪري شيوا
ڪنداسين. شيوا ڪرڻ سان اسان جو من نرمل
ٿيندو ۽ اسان جو ڌيان سدا ئي چرنن ۾ لڳو رهندو.
پرم پوڄيه سوامي جن پريمين کي ٻڌايو ته جڏهن
ٽنڊي آدم ۾ آواپور دربار لڳي رهي هئي تڏهن
اتي پاڻ خوب شيوا ڪئي هئائون. ان وقت شيوا ۾
ايترو ته لين ٿي ويندا هئا جو کائڻ پيئڻ جي سڌ
به نه رهندي هئي. دل ۾ سائين جو ناو ۽ سمرڻ
۽ هٿ هاج ۾ هوندو هو. ان شيوا ڪرڻ ۾ ايڏو آنند
۽ ملاس ايندو هو جو اها به خبر نه پوندي هئي ته
ڪڏهن صبح ٿيو ۽ ڪڏهن شام ٿي.

پريمين کي چيائون ته سڀاڻ کان اهو يگيه آرنڀ
ٿو ٿئي. اسين صبح سويل پلاٽ تي پهچي ويندا سين.
جيڪي به پريمي سک ۽ شردا سان ستگرو مهراج
جن جي هن يگيه ۾ پنهنجي شيوا جي آهوتي ڏيڻ
چاهين ٿا انهن جو سواگت آهي. اهو چئي پريمين
ا جي مهتو جو هي مثال ٻڌايائون.

درشٽانت :— هڪ راجا هو. هو ڏاڍو ديالو ۽ سچو ڀڳت هو. راجا جي اِڇا هئي ته سندس پرجا به سچو ڀڳت ٿئي. راجا راجڌانيءَ ۾ هڪ وشال شو مندر ٺهرايو. اُن ۾ هڪ وڏو گهنٽ لڳارايو. پوءِ اِهو اعلان ڪيو ته راڄ جي هر ماڻهوءَ کي مندر جو گهنٽ وڄائي پرارٿنا ڪرڻ لاءِ مندر ۾ پهچڻو آهي. پرجا راجا کي پيار ڪندي هئي. انڪري هُن راجا جو حڪم مڃيو.

هڪ ڏينهن جي ڳالهه آهي ته هڪ مزدور ڪوڏر سان مندر ۾ کوٽائي ڪري رهيو هو. هو من لڳائي لڳن سان ڪم ڪري رهيو هو. هنڪي پرارٿنا جو گهنٽ وڄڻ ۾ ڪونه آيو. راجا جي سپاهين اُن کي پڪڙي ورتو. ويچاري مزدور گهڻيئي منٿون ڪيون ۽ رنو پر سپاهين سندس هڪ به نه ٻڌي. هو هُن کي راجا وٽ وٺي ويا ۽ راجا هن بي قصور مزدور کي جلم ڏنڊ ڏيڻي چڏي. ويچارو مزدور رڙندو ئي رهجي ويو پر سندس فرياد ڪنهن نه ٻڌي.

رات جو راجا هڪ سپنو ڏٺو. هن کي ڪئلاش پربت تي ڀڳوان شو وِڪل نظر آيو، ڀڳوان شو چئي رهيو هو "راجن، ڪرم ئي سڀ کان وڏي ڀڳتي آهي. هو مزدور بي قصور آهي. تون پنهنجو حڪم هينئر ئي واپس وٺ. جيڪو من لڳائي ڪم ڪري ٿو اهو ئي منهنجو سچو ڀڳت آهي.

راڻا جون اکيون کليون ويون. صبح ٿي چڪو
هو. راجا ڏهه هزار رپيي حڪم ڏنو ته مزدورن کي
باعزت جڏي ڏنو وڃي.

هن درشنن جو پريمين جي من تي گهرو اثر
ٿيو. هو شيوا جي مهتو کي سمجهي ويا. ڏينهن
صبح جو رڌي تعداد ۾ شيوا جي هن يگيه ۾ شردا
سان پنهنجي آهوتي ڏيڻ لاءِ پهچي ويا. ڪوڏرن
۽ تغارين جو بندوبست ڪيو ويو ۽ ترتيب سان
پنهنجا پنهنجا ٽڪرا ورهائي سڀ پريمي پرم پوڄيه
سوامي جن کان آشيرواد وٺي ڪم ۾ جنبي ويا. پرم
پوڄيه سوامي جن خود به پنهنجي پرم پوڄيه ستگرو
مهراج جن جي هن پوتر يگيه ۾ آهوتي ڏيڻ لاءِ
پنهنجن پوتر هٿن سان شيوا ڪرڻ لڳا. پيرين ته
پريمين کين عرض ڪري چيو ته مهراج اسين هيترا
جڻا شيواداري ستگرو مهراج جن جي شيوا ڪري
رهيا آهيون. توهان رڳو آشيرواد جو هٿ اسان جي
مٿان رکو اهو ئي گهڻو آهي. پر پرم پوڄيه سوامي
جن کين سمجهائي چيو آها! هي ۽ اسان جي ستگرو
مهراج جن جي پوتر شيوا آهي، سا اسان کي ضرور
ڪرڻي آهي. انهي ڪرڻ سان اسان کي آنند ٿو اچي.
پرم پوڄيه سوامي جن کي هن طرح شردا سان
پنهنجي ستگرو مهراج جي شيوا ڪندو ڏسي پريمين

۽ پيٽو اُتساهه پيدا ٿي ويو ۽ سڀ لڳن سان هيءَ
شيوا ڪرڻ لڳا. اُن وقت هن يگيهه جو نظارو
الوڪڪ هو.

ڏوڙن ڏينهن ۾ ڏٺي هيءَ اوڙ ڪاڙ زمين صاف
ستري وشال مندان ۾ بدلجي ويئي. ستگرو مهراج
جن جي اسيم ڪرپا سان نقشو بہ پاس ٿي ويو ۽
پرم پوجنيہ سوامي جن سڀ ڪان پهرين نئج مندر
جي نرماڻ لاءِ آگيا ڪئي. زمين ماپي پٽي هيون
ڪوٽي فرش کان قريب ڇهه فٽ مٿي آسار ڪٽي
بلنديءَ تي ستگرو مهراج جن جي مندر جي نرماڻ
جو ڪم شروع ڪيو ويو. ڪم کي جلدي پورو ڪرڻ
جي درشٽيءَ ڪان ڏوڙي وقت ۾ گهڻو ڪم ڪرڻ لاءِ
پرم پوجنيہ سوامي جن خود بہ تغاريون کڻي هيءَ
مهان شيوا ڪرڻ لڳا. پرم پوجنيہ سوامي جن کي
هن طرح سان شيوا ڪندو ڏسي ڪاريگرن ۾ اُتساهه
۽ شرڌا پيدا ٿي ۽ هو بنا رڪجڻ جي دير تائين
رڪجي بہ پيٽون ڪم ڪرڻ لڳا. هتي بہ سنڌ ن
پريمي پهچي ستگرو مهراج جن کي هن طرح
هٿن سان شيوا ڪندي، سنڌ ن هٿن مان تغاري
وٺي خود شيوا ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا هئا پر پرم
پوجنيہ سوامي جن ڪين هي پنهن پڌائي شيوا
ڪندا رهندا هئا.

ڀڄن 9

پورهيت ٿي ٻاٽي پريان مان
جي مون پورهيت ڪن
(1) سر ٻـ ڪلديس سيلهون
پيون ڏينهن ٻن ..........
(2) ڳوڙي ڀڄاٽا ڏن جي
جيءَ جياريو جن .......
(3) سر ٻـ ڪلديس صدقو
ڪهوري مٽان ڏن .......
(4) اهڙي حال هلن جي
صادق سي سڄن .......

اهڙي نموني ڪم ڏام ڪير رفتار سان هلي رهيو هو. ڪجهه ڏينهن کان پوءِ سيٺ وسط مل پرم پوجليه سوامي جن جي درشن لاءِ آيو. ڪم جي رفتار ۽ پرم پوجليه سوامي جن جي پهلجي ستگرو مهراج جن لاءِ آڌوت شردا ۽ ڀڳتي ڏسي ڏاڍو پرڀاوت ٿيا ۽ پرم پوجليه سوامي جن کي عرض ڪيائون ته ستگرو مهراج جن جي مندر سان گڏ پهلجي ڪٽيا ۽ ڀنڊاري جو ڪم به گڏو گڏ ڪرائين. پرم پوجليه سوامي جن کين جواب ڏنو ته سوڙ اهڙ پهر دڪهيرڻ ڪهرجي. پهرين اسان جي ستگرو مهراج جن جي پسرڊو ڪاريه سمپن ٿئي. پوءِ جي ڀڳت ٿي ته

اسين اهو بہ ڪاريہ ڪرائيندا اسين . تنهن تي سيٺ
وسٺمل ڪين هٿ جوڙي وينتي ڪئي تہ هن داس
تـي جيستائين توهان جي آشيرواد آهي تيستائين
ڪابہ ڪمي نـہ ايندي . توهانکي منهنجي نمائي
وينتي آهي تـہ دل کولي خرچ ڪريو . سيٺ ڪان
ڏسـي ڪنيا ۽ پنباري جـو ڪم بہ شروع ڪرايو ۽
سنگرو مهراج جن جـي مورتي ٺهرائڻ لاءِ بہ آگيا
ڪريو جيئن مندر جي نرماڻ ڪاريہ پورڻ ٿيڻ تـي
آهـي پنهي بہ ٺهي راس ٿين . ائين چئي پيا پنج
هزار روپيا پـرم پوجنيہ سوامي جن جـي چرڻن ۾
پيٽ ڪيائين .

پرم پوجنيہ سوامي جن سنڌ س ڀڳتي شردا ۽ مهان
ڀاونا تي ڌيان ڏيو پرسن ٿيا ۽ کيس آشيرواد ڏنائون .
پنهي ٽيئي وڏيڪ ڪاريگر لڳائـي ڪنيا ۽ پنباري
جو ڪم بہ شروع ڪرائي ڇڏيائون .

اهو ڪم هلندو ئي پئي تہ پنهنجي سنگرو مهراج
جن جي وڏي سنڌ سنگمرمر جي مورتي ٺهرائڻ
جـو ويچار ڪيائون . پڇا ڪرڻ تي پتو پيو تہ اهو
ورتين ٺاهڻ جو ڪم جئپور ۾ سٺو ٿيندو آهي .
ـرم پوجنيہ سوامي جن پنهنجي جئپور پڌاريا ۽
يني مورتي ڪلاڪارن جي ڪلا جي پرک ڪري
ڪ سڀ سٺ هٿ ڪلاڪار ڳولهي ڪڍيائون جنهن

جي مورتي ڪلا جي سڀني جزن ۾ ساڪار هئي. ان
ڪلاڪار کي ستگرو مهاراج جن جي تصوير ڏيڻ
سندن هردي ۾ جيڪا سچي مورتي ستگرو مهاراج
جن جي اڪريل هئي، ان جو بيان ڪري ڪيس
سمجهايائون. ڪلاڪار جي ڪلپنا جو ڏٺي هو سو
پرم پوڄيه سوامي جن جي دل ۾ ويهاريل ستگرو
مهاراج جن جي اها شرڌا ۽ پريم ڀري سچي صورت
جهٽ جهٽي ويو. ۽ ڪين عرض ڪيائين تہ سڀ
ڪم. جڏي ستگرو مهاراج جن جي مورتي جو ڪم
چالو ٿا ڪريون. توهان اسانجي دل ۾ ستگرو
مهاراج جن لاءِ شرڌا ۽ ڀڳتي پيدا ڪري ڇڏي آهي
اڄ کان ستگرو مهاراج جن اسان جا بہ ستگرو
آهن ۽ اسين پورڻ لگن سان ساڪيات سمجهي،
سمجهي هي پوتر ڪاريہ آرنڀ ٿا ڪريون. توهين،
پنهنجي سهوليت موجب اچي اسان کي هدايت
ڏيندا رهجو.

پرم پوڄيہ سوامي جن کي پورڻ وشواس هو تہ
ستگرو مهاراج جن جي مورتي تہ لاثاني ٺهندي. اها
هو پنهنجي هردي ۾ پراجمان ان سچي مورتيءَ
جهڙي ٺهندي. اها ذميواري ڪلاڪار کي سونپڻ
کان پوءِ پرسن چت سان پرم پوڄيہ سوامي جن
اجمير آشرم ڏي پڌاريا. ارمان جو ڪم زور شور

ساڻ هلي رهيو هو. هڪ پاسي پرم پوڄيہ ستگر
مهراج جن جي مندر جو ڪم پئي هليو ته ٻئي
پاسي ڪنيا ۽ پنڊاري جو ڪم چالو هو پر ڪنيا ۽
پنڊارو جلدي ٺهي راس ٿيو. ستگرو مهراج جن
جي مندر ۾ سيمينٽ جي آر. سي. سي. جو مضبوط
شاهي گمبز ٺهڻو هئو سو اُن ۾ گهڻو وقت لڳو هو.
ڪنيا تيار ٿيندي ڏسي پرم پوڄيہ سوامي جن
نرمان ڪاريہ جي اک ڏسي ٻهر ديکھ ريکھ ڪرڻ لاءِ
ڪنيا ۾ اچي رهيا. هاڻ ته ڏٺي ۽ ڏٺي آڏئي ٻهر
ديکھ ريکھ ڪري جلدي ڪم ڪراڻ لڳا. اُن وچ ۾
ڪئي وقت ته وقت هدايت ڏيئي اُتساهت ڪندا
رهندا هئا. اُتي مورتي ڪلاڪار
رهندا هئا. پرم پوڄيہ سوامي جن اُنهن ڪلاڪارن
کي ته پنهنجي پريم جي ڏوري ۾ ٻڌي ڇڏيو
هو. سو هو ويچارا پرم پوڄيہ سوامي جن جي ٻئي
چڪر ڪان اڳ ڏسي سنڌن پڪا ايل نرڌارت ڪم ڪان
وڌيڪ ڪم ڪري رکندا هئا جيئن پرم پوڄيہ
سوامي جن خوش ٿي ڪين آشيرواد ڏين.

پرم پوڄيہ سوامي جن جي لگن ۽ آڏڪ پرياس
سان آخر پرم پوڄيہ ستگرو مهراج جن جو مندر
ٺهي راس ٿيو. هاڻ صرف ستگرو مهراج جن جي
مورتي استاپنا جي دير هئي. جئپور جي ڪلاڪارن

ڪان مورتي پورڻ ٿيڻ جو سمو پهچي مورت
ڪرائي پرڀو پرڪاش منڊل جي سڀني سنتن ۽
پريمين کي ستگرو مهراج جن جي مورتي اسٿاپنا
آسو تي اچڻ لاءِ نيوتا پتر موڪليائون. پرم پوڄنيه
منڊلاچاريه سوامي سرواننڊ جن سان جيپور ۾ وقت
۽ وقت گڏ جدا رهندا هئا. هي مورت ۾ سندن
صلاح سان ٺهرايائون. وري ۾ ڪين مان شان
سان آسو تي پڌارڻ لاءِ وينتي ڪري آيا.

آخر اهو سڀاڳو ڏينهن اچي ويو. پرم پوڄنيه
ستگرو مهراج جن جي مورتي لاهي راس ٿي.
پرم پوڄنيه سوامي جن خود اجمير جي پريمين
کي پاڻ سان وٺي جيپور پڌاريا. ستگرو مهراج
جن جي مورتيءَ جو درشن ڪري سندن تن من
ٺري پيو. تمام خبرداريءَ سان ٽرڪ ۾ مورتي
کڻائي اجمير پهتا.

مورتيءَ جي اناورڻ جو وقت اچي ويو. ڊسمبر
1950 تي وڏي آسو جو آيوجن ڪيو ويو. هن موقعي
تي سڀ پرڀو پرڪاشي سنت ۽ شرڌالو پريمي پري
پري کان پهچي پياري ستگرو مهراج جو درشن
ڪرڻ لاءِ آشرم پهچي ويا. اجمير ۽ آدرش نگر جا
پريمي جڻ ته اڳري پيا هئا. ستگرو مهراج جن جي
جئه ڪار سان سڄو آسمان گونجڻ لڳو. هن

اُتساهه جي هڪ عجيب لهر چارون طرف ڇانيل هئي
مورتيءَ جي پراڻ پرتشٺا ڪرڻ لاءِ هون جو آيوجن
ڪيو ويو. ٻين ودوان پنڊتن سان گڏ اجمير جو پرس
۽ پرم پوڄنيه سوامي جو پريمي ڀڳت ڀڳوانداس
شاستري پڻ پڌاريل هئا. هون جي ويديءَ جي
چارون طرف پرم پوڄنيه مهامنڊليشور سوامي سرواننـ
جن، پرم پوڄنيه سوامي جن جو پريمي من ميلاپي
پريم پرڪاشي سنت چندرام ۽ پرم پوڄنيه سوامي
جن خود ويٺا.

ويدڪ وڌيءَ سان پوتر منترن جو اُچارڻ ٿيڻ لڳو.
سچو واتاورڻ سڳنڌت ٿي ويو. سڀ پريمي شانتيءَ
سان پوڄا ۾ شريڪ ٿيا. هون جي وڌيءَ سان سمپورڻ
ٿيڻ کان پوءِ ماليارپڻ ڪري ستگرو مهراج جن جي
آرتي ڪئي ويئي. تنهن کانپوءِ پريمين جي درشن
لاءِ مندر جا پٽ کوليا ويا. ستگرو مهراج جن جي
مورتيءَ جو درشن ڪري پريمين جون اکيون ٺريون
ٿي ويون. مورتيءَ ۾ ڪيڏي نه مڌيا هئي. ستگرو
مهراج جن جي مکم منڊل مان جوتيءَ پئي جهلڪا
ـا. هن مورتيءَ جو درشن ڪري پريمي ائين پيا
سمجهن ته ستگرو مهراج جن ساکيات براجمان آهن.
مورتيءَ مان پريمين جي اک ئي نه پئي نڪتي.
ـن مان دل ئي نه پئي ڍاپي.

هن ٻوڙ ر شب گهڙيءَ ۾ ٻرم ٻوجنيه سوامي جي کوشيءَ جو کو نکاڻو نہ هو. اڄ سندن چر ساڌنا پورڻ ٿي هئي، سندن سنکلپ سڌ ٿيو هو. ستگرو مهراج جن وڏي ڪرپا ڪري سندن دئاري ٻڌاريا هئا، جهون جي الٽي ٻهر اندر پرڪاش هئي. انهن ستگرو مهراج جن جو ساڪيات درشن ڏيندو رهندو ۽ ستگرو روپي ڀڳوان جـي ارچنا پوڄا جو سو ڀاڳيه ملندو رهندو اهو سوچي سندن دل ۾ اپار آنند جو ن اهرون اٿڻ لڳيون. ان موقعي تي هي ڀڄن ڳائي ستگرو مهراج جن جي چرنن ۾ شردا سمن چاڙهيائون.

سبد 10 سروهاڳم

واهہ واهہ اڄ درشن ٿيو
شري ستگرو مهراج جـو
ڀـاڳم جـاڳيا ڪرم ڦليا
مڪـہ ڏٺو سرتـاج جـو

1. تـاپ ۽ سنتـاپ سـان
هي جان ساري تـپ جلي
ٿي ويئي سيتل ۽ سندر
ڀاڳـي گيان گنڌراج جو

2. آش هئي ملهنجي اندر ۾
شل مـلان هڪوار مـان
اڄ اميدون سڀ پـڄيون
درشن پاڳـي ديوراج جو

3. ھٿ ٻڌي ھاڻـــي نمي
مـــاڌو ڪيان پرڻـــام ٿو
شل رھي مونکي مٿان
ھٿڙو گرن جي ٻاجھہ جو.

پـــرم پوجنيہ سوامي جن سان گڏ ٻين پـــريم پرڪاشي سنتن ۽ٿ پنھنجي ستگرو مھراج جـــي چرنن ۾ شرڌا سمن چاڙھيا. اِن موقعي تـــي پـــرم پـــوجنيہ مھامنڊليشور سوامـــي سروانند جن ستگرو مھراج جن جـــي اُستتي ڪرڻ ڪان پوءِ پرم پوجنيہ سوامي جن جي آڌوت گر ڀڳتيءَ ڪي ساراھائيندي چيو تہ سوامي ماڌوداس مھراج جن پنھنجي تياڳہ، تپسيا ۽ درڍ سنڪلپ دواران ھندستان ۾ ھي ستگرو مھراج جن جـــي پھرين سچو سندر ۽ جوت واري مورتي اِستاپت ڪرائي آھـــي. اِھو سڀ سندن گھري گر ڀڳتيءَ جو پريڻام آھي. اسين سڀئي پريم پرڪاش منڊل دواران ھن مھان يگيہ جي پورڻ ٿيڻ تـــي کين ڌنيواد ٿا ڏيون. ستگرو مھراج جن جي مھر جو ھٿ سندن مٿان ھميشھ رھندو.

ھن موقعي تي پريمين لاءِ ڀنڊاري جو ۽ٿ آيوجن ڪيو ويو. پريمي پرساد پـــائي، ستگرو مھراج جن جو درشن پائي پرسن ٿي پنھنجي ماڳہ موٽڻ لڳا. پرم پوجنيہ سوامي جن ھاڻي ھر روز پنھنجي

سنگرن جي شيوا ڪري سٽسنگ ڪرڻ لڳا. سنگرو
مهراج جن جي مورتيءَ جي اسٿاپنا کان پوءِ آشرم
جي رونق ڏي وڌي ويئي. پري پري کان پريمي
سنگرو مهراج جن جي مورتيءَ جو درشن ڪرڻ
لاءِ اچڻ لڳا. هر روز ڄڻ ته ميلو لڳو پيو هو.

اهڙي نموني سنگرو مهراج جن جي سکيائن
جو پرچار ڪندي وقت تمام آنند سان ڪٽجي
رهيو هو. هاڻي ٻين شهرن ۾ رهندڙ پرم پوجنيه
سوامي جن جا پريمي کين پڪارڻ لڳا. سندن
سڪ ۽ شردا ڏسي آئون جي پياس بجهائڻ لاءِ
پرم پوجنيه سوامي جن رٿن جو پروگرام ٺاهيو.

سڀ کان پهرين چڪ ۾ آگرهه سيٺ پرشوتمداس
جن جو هو. سو سڀ کان پهرين ڪلڪتي جي رٿن
جو پروگرام ٺاهيائون. ڪلڪتي پهچڻ تي سيٺ
پرشوتم داس ۽ سندس پريوار وارن پرم پوجنيه
سوامي جو سواگت ڪري سندن خوب شيوا ڪئي.

ڪلڪتي جي پريمين کي جيئن سندن پڌارڻ
جي خبر پيئي تيئن هو سندن درشن ڪرڻ لاءِ سڪ
۽ شردا سان ڊوڙندا آيا. انهي ڪين سندن پراڻي
شردالو ڀڳتڻ دادي گوپي ملي جنهن حيدرآباد ۾
پنهنجي لک جو هيرو لاهي سنگرو مهراج سوامي
ٽينئونرام جن لاءِ ڪنٺا ٺهرائڻ لاءِ ڏنو هو. هتي ٻه

هن سنت شيوي ڏيوءِ پرم پوڄيه سوامي جن کي پنهنجي جڳهه ۾ هڪ ڪمرو خالي ڪري ستسنگ ڪرڻ لاءِ ۽ پرم پوڄيه سوامي ٽيئونرام جن جي مورتي استاپت ڪرڻ لاءِ آرپڻ ڪيو. سندس ٽياڳ ۽ شردا ڏسي سوامي جن خوش ٿي کيس خوب آشيرواد ڏني.

هاڻ هن استان تي روز نيم سان ستسنگ ٿيڻ لڳو. پريمي سڪ ۽ شردا سان هر روز شام جو ستسنگ ۾ اچڻ لڳا. ستسنگ جي مهما سمجهائيندي پرم پوڄيه سوامي جن کين هي وچن ٻڌايو.

شبد - (سر ڏوري)

اٿئي ستسنگ شانتي پائڻ لاءِ
پنهنجي من جي مئل مٽائڻ لاءِ

1. ستسنگ ۾ سچو گيان ملي
۽ آتم جو پڻ ڌيان ملي
سچي نام سندو تہ نشان ملي
هي راهه رام ريجهائڻ لاءِ ......

2. ستسنگ سمجهہ ۾ ناو اٿئي
سچي رام ملڻ جي راهه اٿئي
جي پريو پسڻ جي چاهه اٿئي
رک اڳتي وک وڌائڻ لاءِ ......

3. ستسنگ ۾ دک درد مٽي

۽ ڪوٽ جنم جو قرض مٽي
ھن ديھ دکيءَ جو مرض مٽي
ھي دوا درد ھٽائڻ لاءِ ......

4. جي ستسنگ ۾ پير پائيندي
ڪڏھن ماڻھو دوکو نہ کائيندي ؟
سچو اوڪ سکي ڪري پائيندي
رکہ ناتو توڙ نڀائڻ لاءِ ......

ستسنگ جي مھتو جو ڀڄن ڀڌائي ڀرم ڀوجليہ سوامي جن پريمين کي چوڻ لڳا تہ وڏن ڀاڳن سان اسان کي ستسنگ روپي آھرت پراپت ٿئي ٿو. ان جو لاڀ ضرور وٺڻ گھرجي. ستسنگ سان اسان کي شانتي ملندي. من جو مئل صاف ٿيندو ۽ سچي گيان جي پراپتي ٿيندي. جنھن سان اسين آتم ساڪشاتڪار ڪري پرماتما کي پراپت ڪري سگھنداسين. ھن ساگر روپي سنسار ۾ ستسنگ ئي ناو مثل آھي جنھن جي سھاري اسين ان کي پار ڪري وڃي پرماتما سان ميلاپ ڪنداسين. جيڪڏھن توھان کي پريو سان ملڻ جي چاھہ آھي ۽ ھن روحاني راھہ تي ھلڻ جي تمنا آھي تہ پوءِ ستسنگ جو سھارو وٺڻ گھرجي. ستسنگ ۾ اچڻ سان اسان جا سڀ ڏک دور ٿي ويندا. ھن جنم ۾ سک پائي پرلوڪ سڌاريندا سين. انڪري ھر روز ستسنگ

۾ اچڻ گھرجي. هيءَ مانش جنم اسان کي مليو ٿي
پرماتما کي پراپت ڪرڻ لاءِ آهي. انهيءَ ڪري
هر پل اُن پرماتما جو سمرڻ ڪري پنهنجو هيءُ هيرو
جنم سڦل ڪرڻو آهي. دنيا جا ڪم ڪاريون به ڪندا
رهو ۽ پرمارٿ جي راهه تي هلندا رهو. اهو سڀ
ڪاريه ٻي ناگا ڪندا رهو. جي پرماتما جي ڏالي
سمرڻ ۾ سستي ڪنداسين ۽ اهو سوچينداسين تہ
ٻهرين هي ڪارج ڪري پوءِ سمرڻ ڪنداسين تہ
اسان جي هٿان هيءَ ويل هلي ويندي ۽ اسين
پڇتائيندا رهنداسين. دنيا جا ڪارج تہ پورا ٿيڻا
ئي ڪونهن. انهيءَ ڪري من کي سمجهائي سهجيئي
ستسنگم جو سهارو وٺي نام جو سمرڻ ڪريو. اها
ڳالهه سمجهائڻ لاءِ پرم پوجنيه سوامي جن هڪ
درشٽانت ٻڌايو.

درشٽانت:- هڪ ڀيري هڪ مهاتما رٽن ڪندو
هڪ ڳوٺ ۾ آيو. ڳوٺ ۾ گهمندي کين هڪ شردالو
ڀڳت مليو جو هن کي پنهنجي گهر وٺي ويو ۽ اُتي
اُن مهاتما جي سک ۽ شردا سان خوب شيوا ڪئي.
اُن ڀڳت جي آگرهه تي مهاتما هن وٽ ٻه ٽي ڏينهن
رهي پيو. اُتي رهندي مهاتما ڏٺو تہ ويچاري ڀڳت
جي مالي حالت ڏاڍي تنگ آهي. انهيءَ هوندي به
هن شردالو ڀڳت پنهنجو پيٽ ڪٽي به مهاتما جي
خوب شيوا ڪئي. انهيءَ ڪري مهاتما کي اُن تي

ڏيا اچي ويٺي. سو سوچيائين تہ ھن جو اھو ڪشٽ
ڪٽڻ کپي. اھو سوچي ھلڻ وقت ان ڀڳت کي
سمجھائي پارس مٽي ڏنائون ۽ چيائونس تہ، ھيءَ
پارس مٽي وٺ، ھيءَ اوھ کي سون ٺاھي ڇڏيندي
آھي ھاڻي توکي جيترو بہ سون ٺاھڻو ھجي ٺاھي
وٺ. ڏن مھڻن کان پوءِ اسين رڏن تان موٽنداسين
۽ توکان ھي پارس مٽي واپس وٺي ويندا سين. سو
ھڪ ڳالھ جو ڌيان رکجان تہ اسين اُن کان وڌيڪ
ھڪ گھڙي بہ تو وٽ پارس نہ ڇڏينداسين. انڪري
ھن عرصي ۾ توکي جيترو سون ٺاھڻو ھجي ٺاھجان.

مھاتما کيس سمجھائي پنھنجي رستي ھليو ويو.
مھاتما جي ھلي وڃڻ کانپوءِ اھو ڀڳت بازار ۾
آيو. لوھ واري کان پڇيائين تہ ڀائي لوھ ڪھڙو
اگھ آھي. واپاريءَ چيس تہ ڀائي ! ڪالھ پنج
روپيہ سير ھو، اڄ ڇھ روپيہ سير آھي. تنھن تي
ڀڳت سوچيو تہ مھانگو لوھ ڇو خريد ڪريان. سو
واپاريءَ کي چيائين تہ ڀائي، لوھ جڏھن واپس
پنج روپيہ سير ٿيندو تڏھن خريد ڪندس. ھڪ
ھفتي کان پوءِ وري لوھ وٺڻ آيو. اگھ پڇيائين،
واپاريءَ چيس تہ ڀائي ! ھاڻ لوھ ست روپيہ سير
آھي. اجا اگھ تہ لڳو آھي. ويچارو ڀڳت وڏي
۾ پئجي ويو تہ ھاڻي ڇا ڪجي لوھ تہ وڃي

ٿـو وڌندو. آخر سوچيائين تـه پلي اڳهه اهي تـه
ٻوه وٺبو.

لـوهه ويو ٿي ڏينهون ڏينهن مهانگو ٿيندو ۽ هي
پڳت لوهه جي اڳهه جي اهڙ جو انتظار ڪندو رهيو.
اهڙيءَ طرح ڏهه ٽر ٻ ڏي مهدا ٻورا ڏي ويا، ته اڳهه
اٿو ۽ نـه ٿي هي اوهه وٺـي سگهيو. مٿان اچـي
مهاتما پهتو. مهاتما سوچيو هو تـه مهنجي شرڌالـو
پڳت سون جـا خوب انبار لڳائـي ڇڏيا هوندا.
جهوپڙيءَ جي جاءِ تـي هڪ شاهي محل هوندو ۽ هو
غربت جـي گهانگهي کـان آزاد ٿي خوب مزي ۾
هوندو.

پـر هي چا؟ هتي تـه ڪاريءَ وارا ڪکه لڳا پيا
هئا. پڳت جـو حال اڳي کان به هيٺو لڳو پيو هو.
اهو ڏسي ڪيس اچرج لڳو ته هي چا ٿيو! پارس مٽي
هوندي ٻـه هي ڪنگال جو ڪنگال ٿي رهجي ويو.
پڳت کان پڇيائين تـه پاڻي ٿوڪي اسين پارس مٽي
ڏ يئي ويا هئاسين جنهن سان تون ڏن مهدن ۾ سچو
سونو ٿي وڃين هان ٻوءِ تـو ايڏي غفلت ڪري هي
سونهري موقعو هٿن مان ڪيئن وڃايو؟ ويچارو پڳت
ششدر ٿي چوڻ لڳو ته سائين! اوهه مهانگو ٿي ويو
سو سوچيم ته سهانگو ٿئي ته ٻوءِ وٺي سون ٺاهيندس
پر اوهه سهانگو ٿيو ٿي ڪونه. تنهن تي مهاتما چيس

ته ابا اڄ جي سؤ روپيه سير اوهه وٽي ٻه سون ٽاهين
ها ته سون ته هزار ۾ وڪامي ها، ته اهو ڇو ڪونه
سوچيو ته ٽڏهن ته اهو سود و مهانگو نه آهي .

خير ٽاهلجي قسمت ۾ ڪنگالي لکيل آهي . انهيءَ
ڪي اسين ڇا ٿا ڪري سگهون . هاڻ اسان کي پارس
مٽي واپس ڪر ته اسين اڳتي هلون . پارس مٽي
وٺي مهاتما افسوس ڪندو روانو ٿيو ۽ ٻهت موقعو
هٿان مان وڃائي هٿ مليندو رهجي ويو .

پرماتما وٽي مهر ڪري اسان کي هي پارس
جهڙو انساني جامو ڏنو آهي ته اسين پرماتما جو
سمرڻ ڪري جلم مرڻ جي چڪر کان ڇٽي مڪتي
حاصل ڪريون . جي اسان سچاڳي ٿي ستسنگ جو
سهارو وٺي پرماتما جو سمرڻ نه ڪيو ته هڪ ڏينهن
ڪال اچي سر تي پهچندو ۽ اسين ان ٻهت وانگر
هٿ مليندا رهجي وينداسين . انهيءَ ڪري ڪيترو
نه ڪشٽ اچي پر تڪليف وٺي به ستسنگ ۾ اچي
پرماتما جو سمرڻ ڪندا رهندا ته هي اوڪ سڦلو ۽
پراوڪ سهڻو ٿيندو .

اهڙي نموني برهمڻ کي پيار سان ڇڪي نام جو
سمرڻ ڪرائيندا رهيا. اٿي رهندي رهندي اٺان جي
برهمڻ کي ڏيري ڏيري اٺان جي آشرم جي
جنت سميپائي سپرد ڪندا ويا. جيئن سلدن ڀر ٻهت
ستسنگ جو ڏيان ڇڪيو رهي، هر چلچر تي

خوب پريمي ايندا هئا. اُن ڏينهن کي ستگرو سوامي ٽيئونرام جن جو جنم ڏينهن سمجهي خوب سڪ ۽ شرڌا سان ملهائيندا هئا. اِن ڏينهن خــوب ڍوڍا چڻيون ۽ پرساد ورهائيندا هئا. پريمين کي چوندا هئا ته جي هر روز اچڻ ممڪن نه ٿئي ته هر آچر تي ضرور اچن.

اڄان جي پريمين پرم پوڄنيه سوامي جن جي وڇڻ کي خوب پـاڙي ڏنو. هن ستسنگ جو ديپڪ برابر جڳائي رکيو. چوڏهن ڏينهن ستگرو مهراج جن جو جنم ڏينهن مڃي پوري سڪ ۽ شرڌا سان ملهائيندا رهيا.

ڪالڪتي ۾ رهندي سيٺ پرشوتم داس جي سڄي پريوار سندن سڪ ۽ شرڌا سان خوب سيوا ڪئي. سڄو پريوار سوامي جن کي ڀڳوان جو روپ سمجهي سندن پوڄا ڪرڻ لڳا. سڄي پريوار ۾ پرم پوڄنيه سوامي جن لاءِ اهڙي ته شرڌا جاڳي جو سڄي پريوار ڪانئن نام دان ورتو ۽ سندن چرڻ ڌوئي اُهوجل آمرت سمجهي سڀ پي ويا. پرم پوڄنيه سوامي جن سندن ڀڳتي ۽ وشواس تي ڏاڍو پرسن ٿيا ۽ کين دل سان آشيرواد ڏنائون.

سندن ڪرپا سان هيءُ پريوار خوب ڦلجڻ ۽ ڦواجڻ لڳو. سندن ڌنڌن ۾ برڪت پوندي وئي هن برڪت سان سندن ڀڳتيءَ ۾ واڌارو ايندو ويو ۽ سندن وشواس ويو ٿي وڌندو. هن پنهنجي

ستگرو مهراج جن جي شيوا ڏن، ان ۾ ڏن سان
ڪري ٿورو اٿائي. ستگرو مهراج جن جي ورسي ميلي
ٿي هر سال اچي خوب شيوا ڪندا رهيا. سندن
دل ۾ اهڙي تہ شرڌا جاڳي جو 1978 ۾ شريمد ڀڳوت
گيتا سنڌيءَ ۾ ڇپارائي پرم پوجليہ سوامي جن جي
پوتر شيوا ۾ ارپڻ ڪيائون. سندن سدا اها تمنا
هوندي هئي تہ پوهلجي ستگرو مهراج جن جي
خوب شيوا ڪري ڪين پرسن ڪريون ۽ سندن
نالو امر ڪريون. پوهلجي ستگرو مهراج جن جو
نالو امر ڪرڻ لاءِ هن پريوار پرم پوجليہ سوامي
جن جي هردوار واري دربار ڪي لکن روپيا ڏنائي
اتي پوهلجي ستگرو مهراج جن جي مورتيءَ جي
استاپنا ڪري سندن نالي هڪ سلدر ڌرمشالا
جوڙائي آهي، جتي پريمي اچي سک پائين ٿا.

اهڙي نموني ڪلڪتي جي پريمين ڪي نامدان
ڏنئي ۽ ستسنگ روپي امرت پياري پرم پوجليہ
سوامي جن احمير موڪليا، جو ڪين هتان جي آشرم
جي وڃوسٿا جي اون هئي. هتان جا پريمي سڀ
وانگر سندن درشن جي آش لڳائي ويٺا هئا سي
ڏاڍو خوش ٿيا. آشرم ۾ رونق اچي ويئي.
سندن رهڻ تي رهڻ تي آشرم جي ديکريال سندن
پر. بابو مرليڌر ۽ هلومان پرساد ڪندا رهيا.

هي شرڌاو ڀڳت هر روز ڀڄن ڀاو ڪندا ۽ پريمين کي نت نيم سان راماڻ جو پاٺ ٻڌائيندا هئا. اِها ويوستا پرم ٻوڌيم سوامي جن کي ڏاڍي پسند آئي.

پرم ٻوڌيم سوامي جن جي پڌارڻ جو ٻڌي آدرش نگر ۽ اجمير جا پريمي سندن سڳوري درشن لاءِ ڊوڙندا آيا. سندن درشن ڪري دل ٺاريائون، کين عرض ڪرڻ لڳا تہ سائين هيئن وڃوڙو ڏيئي نہ هليا وڃو. اسين توهان جي درشن ٻنان وياڪل ٿي ٿا وڃون. پرم ٻوڌيم سوامي جن کين سمجھائي چوڻ لڳا تہ توهين هر روز نت نيم سان درٻار ۾ اچي ستسنگم ڀڌي نام جو سمرڻ ڪندا رهو. اسين تہ سدا توهان سان ساڻ آهيون.

ڪجھہ ڏينهن اجمير ۾ رهي پريمين جي پياس ٻجھائيندا رهيا. پر ٻڙودي جا پريمي خاص ڪري دادي ستي کين آئي اچي پريمين کي درشن ڏيڻ لاءِ چڪ ڪندي رهي. پريمين جي سڪ پرڻي سڻ کي پرم ٻوڌيم سوامي جن ٽاري نہ سگھيا. سو ٻڙودي جي رٿن جي تياري ڪرڻ لڳا.

ٻڙودي پهچي پريمين کي درشن ڏيئي ستسنگم جي خوب موج مچايائون. پرم ٻوڌيم سوامي جن جي پڌارڻ جي خبر سڄي شهر ۾ ٻجلي وانگر ڦهلجي ويئي. سڪايل پريمي درشن لاءِ

ڊوڙندا آيا. سڀني جي دل ۾ سوامي جن لاءِ اڻوٽ
شرڌا هئي ۽ هو سندن شيوا ۾ لڳي ويا. پرم
پوڄيه سوامي جن پريمين جي ڪوٺ تي وارشا
ڪاڻي ۽ پنهنجي ڄڃڻ تي وڃي پريمين کي درشن
ڏيئي ستسنگ ڪندا هئا. هتي سندن سمپرڪ ۾
سنت اوڌوداس جن آيا. سنت اوڌوداس جن جي
دل ۾ پرم پوڄيه سوامي جن لاءِ اهڙي ته شرڌا جاڳي
جو هو پالي، مرداني وانگر انهي پور ساڻن گڏ رهڻ
لڳا ۽ انهن موٽڻ تي ساڻن گڏ اجمير ۾ اچي رهڻ
لڳا.

اڏوڏي ۾ رهندي دادي ستي، دادي گياني پائي
۽ دادي لڇمي پائي سندن خوب شيوا ڪئي. هتي
سيٺ گاگنداس لڇومل ساگر تاڪير وارا سندن
سمپرڪ ۾ آيا. هي سندن نوان پريمي هئا پر سندن
امرت روپي مڌر وچن ٻڌي اهڙا ته مگن ٿي ويا جو
ڪين ولي وڃي پنهنجي بنگلي ۾ رهايائون ۽ ڪين
عرض ڪيائون ته اتي رهي هر روز ستسنگ جو
ديپ لڳائين. ستسنگ لاءِ پڻ هتي ڏاڍي سٺي
ويوستا هئي. سندن سڪ ۽ شرڌا ڏسي پرم پوڄيه
سوامي جن هتي رهي هر روز ستسنگ ڪرڻ لڳا.
ستسنگ ۾ پريمين کي هر پل اها سکيا ڏيندا هئا
ته پل پل پريوءَ جو سمرڻ ڪري هيءُ منش جيون

سڦلو ڪريو. هيءَ ويل وري اسان کي هٿ نه ايندي. اِنهيءَ ڪري غفلت جي ننڊ مان سجاڳ ٿي هن مايا موهه کي تياڳي پرماتما ۾ سچي پريت لڳايو. اِها ڳالهه سمجهائڻ لاءِ هيٺين هي پڙهن پڙهايئون.

شبد — (سر پيروي)

اٿي ساجهر ڪر تون سجاڳي
ڇڏي ننڊ گهڻي ڪر ياد ڏڻي
مالڪ محبت واري ماڳ کي

1. تو تن ڏينهن وڃايو گهمندي
تو تن رات گذاري سمهندي
پنهنجو پاڻ کيءَ ڪوڙو ماڻ کيءَ
لاتئه موهه مايا جي داغ کي

2. هي عمر وڃي ٿي هلندي
تڪي نهر جيئن وهندي
ڏيان ڌار سکهو هل پار سکهو
لنگهي چوهه چوان جي چاڳ کي

3. ڏس پهر گهڙي هي پلڪ ويئي
اڏي اوڪ مڃهان هيءَ خلق ويئي
تنهنجي اڄ سڀاڻي ٿيندي چاڻ پڄاڻي
ڪئين جهاڳيندي هن جهاڳ کي

4. هي ماڻو ننڊ اڀاڳي
جب نام گروءَ جو جاڳي

ڏوڙندا آيا. سڀني جي دل ۾ سوامي جن لاءِ اڻوٽ
شرڌا هئي ۽ هو سندن شيوا ۾ لڳي ويا. پرم
پوڄنيه سوامي جن برهمڻ جي ڪوٺ کي وارشا
ڪاوڻي ۽ پڻ جڳهن تي وڃي برهمڻ کي درشن
ڏيڻي ستسنگ ڪندا هئا. هتي سندن سمپرڪ ۾
سنت اوڌوداس جن آيا. سنت اوڌداس جن جي
دل ۾ پرم پوڄنيه سوامي جن لاءِ اهڙي ته شرڌا جاڳي
جو هو پالي، مرداني والڪر انهي پهر ساڻن گڏ رهڻ
لڳا ۽ انهن موٽڻ تي ساڻن گڏ اجمير ۾ اچي رهڻ
لڳا.

اڙودي ۾ رهندي دادي ستي، دادي گياني پائي
۽ دادي اچمي پائي سندن خوب شيوا ڪئي. هتي
سيٺ گنگداس لترومل ساگر تساڪپر وارا سندن
سمپرڪ ۾ آيا. هي سندن نوان پريمي هئا پر سندن
آمرت روپي مڌر وچن پڌي اهڙا ته مگن ٿي ويا جو
ڪين وٺي وڃي پنهنجي بنگلي ۾ رهايائون ۽ ڪين
عرض ڪيائون ته اتي رهي هر روز ستسنگ جو
ديپاڻ لڳائين. ستسنگ لاءِ پڻ هتي ڏاڍي سلسي
ويوستا هئي. سندن سڪ ۽ شرڌا ڏسي پرم پوڄنيه
سوامي جن هتي رهي هر روز ستسنگ ڪرڻ لڳا.
ستسنگ ۾ پريمين کي هر پل اهڙا سڪيا ڏيندا هئا
ته پل پل پرڀوءَ جو سمرڻ ڪري هيءَ ملش جيون

سڦلو ڪريو. هيءَ ويل وري اسان کي هٿ نه ايندي. اِنهيءَ ڪري غفلت جي ننڊ مان سجاڳ ٿي هن مايا موهه کي تياڳي پرماتما ۾ سچي پريت لڳايو. اِها ڳالهه سمجهائڻ لاءِ ڪبير صاحب پڌايائون.

شبد — (سر ڀيروي)

اٿي ساجهر ڪر تون سجاڳي
ڇڏي ننڊ گهڻي ڪر ياد ڏٺي
ماڻ محبت واري ماڳ کي

1. تو تن ڏينهن وڃايو گهمندي
تو تن رات گنوائي سمهندي
پنهنجو پاڻ کيءَ ڪوڙو ماڻ ڪيءَ
لاتئه موهه مايا جي داغ کي

2. هي عمر وڃي ٿي هلندي
تکي نهر جيئن وهندي
ڏيان ڏار سگهو هل پار سگهو
لنگهي چوهه چوان جي چاڳ کي

3. ڏس پهر گهڙي هي پلڪ ويئي
اڏي اوڪ ملجهان هيءَ خلق ويئي
تنهنجي اڄ سڀاڻي تيندي جاڻ پڇاڻي
ڪئين جهاڳيندي هن جهاڳ کي

4. هي ماڻو نند اياڳي
جب نام گروءَ جو جاڳي

شڪار ڪندي پنهنجي ساٿين کان وڇڙي رستو ڀلجي ويو. رستي جي تلاش ۾ ڀٽڪندي ڀٽڪندي راجا اچــي ڪاٺير وٽ پهتو. اُڃ ۽ بُک ۾ وياڪل ٿي ڪاٺير کان پيئڻ لاءِ پاڻي ۽ کائڻ لاءِ روٽي گهريائين. ڪاٺير سندس حالت تي قياس کائي کيس پاڻي پياريو ۽ جيڪا روٽــي پاڻ کائڻ لاءِ آندي هئائين سا کيس کائڻ لاءِ ڏني. راجا روٽي کائي ۽ پاڻي پي ڏاڍو پرسن ٿيو. کيس چيائين تہ مان هن ملڪ جو راجا آهيان جڏهن بہ توکي ڪنهن شيءِ جي ضرورت پوي تہ بنا سنڪوچ جي مون وٽ هليو اچجان. تو منهنجي مصيبت جي وقت جيڪا سيوا ڪئي آهي اُن لاءِ مان تنهنجو شڪرگذار آهيان. ائين چئي راجا رستو پڇي پنهنجي ماڳ موٽيو.

ويچارو ڪاٺير هر روز ڪاٺيون ڪٽي پنهنجو گذران ڪندو رهيو. ائين ڪندي جهنگل مان ڪاٺيون ختم ٿيڻ لڳيون. کيس اها چنتا ستائڻ لڳي تہ هاڻي گذران ڪيئن ٿيندو؟ تڏهن کيس راجا واري ڳالهہ ياد آئــي تہ راجا چيو هو تہ مصيبت جــي وقت هو منهنجي مدد ڪندو. سو هڪ ڏينهن تيار ٿي اچي راجا جي دربار ۾ پهتو. دربان کي چيائين تہ راجا کي وڃي ٻڌاءِ تہ جهنگل مان تنهنجو ڪاٺير دوست آيو آهي. راجا اها خبر

پنڊتن ڪيس دربار ۾ گهرائي حال احوال پڇيو. ڪاٺير ڪيس عرض ڪري ٻڌايو تہ راجا جهنگل مان ڪاٺيون ختم ٿي ويئون آهن. هاڻي مان پنهنجو گذران ڪيئن ڪندس. انهيءَ چلتا مونکي ڏاڍو ستايو آهي. سو توهان وٽ مدد لاءِ آيو آهيان.

راجا سندس هيڻي حال تي قياس ڪائي وزيرن سان صلاح ڪئي تہ هن غريب جي ڪوڙي نموني مدد ڪجي جو زندگيءَ ڀر هيءُ سکہ سان رهي سگهي. وزيرن راجا کي راهہ ڏني تہ هن کي پاسي وارو چندن جي وڻن وارو جهنگل ڏنو وڃي جيئن هيءُ مالا مال ٿي وڃي.

سو راجا سندن اها پڪ ڪري کيس چندن جي وڻن وارو جهنگل ڏيئي ڇڏيو. ڪاٺير ڏاڍو خوش ٿيو. راجا جا شڪرانا مڃي اچي انهيءَ جهنگل ۾ رهڻ ۽ لڳي ويو پنهنجي ڀراڻي ڪرت ڪار کي. هيءُ اڳياڻي ڪاٺير هر روز چندن جون لڪڙيون ڪٽي انهن جا ڪوئلا ٺاهي ڪري وڃي شهر ۾ وڪڻي پنهنجو گذر بسر ڪندو هو. جاڪاڻ تہ لڪڙيون ٻاري هٺڻ ڪري ڪٺڻ ۾ ڏکيون پئي لڳيون انڪري انهن جا ڪوئلا ٺاهي شهر ۾ ڪڻي ويندو هو.

ڪجهہ ڏينهن کان پوءِ راجا کي هڪ ڏينهن ڪي ڪاٺير دوست جي ياد آئي، سوچڻ لڳو تہ

هاڻ تہ هو چندن جون لڪڙيون وڪڻي خوب مالدار ٿي سکی جيون ڪاٺيندو هوندو. اهو سوچي پنهنجي وزير کي وٺي اُن جي ڳواها ۾ نڪتو. اُتي پهچي هنن ڏٺو تہ هتي تہ ڪاريءَ وارا ڪکہ لڳا پيا آهن. سڄو ميدان صاف لڳو پيو آهي، تڏهنتي راجا وزير کان پڇيو تہ ڀائي! هي چندن جو جهنگل ڪيڏانهن غائب ٿي ويو. ڪٿي غلط جڳهہ تي تہ نہ وٺي آيو آهين. ايتري ۾ کين پريان هڪ وڻ هيٺان ننڍڙي جهوپڙي نظر آئي. هو گهوڙا ڪاهي جهوپڙيءَ وٽ آيا. اُتي هنن ڏٺو تہ ڪاٺير سانگي ڦٽي حال لڪڙيون ٻاري ڪوئلا ٺاهي رهيو آهي. اهو ڏسي راجا کي ڏاڍو افسوس ٿيو تہ هي آگياڻي ڪاٺير چندن جي هن املهہ ڪاٺين کي جلائي ناس ڪري رهيو آهي.

راجا گهوڙي تان لهي ڪاٺير کان حال احوال ورتو. ڪاٺير راجا کي چوڻ لڳو تہ راجا! توهان جو ڏنل هي جهنگل بہ هاڻي ختم ٿيڻ وارو آهي. مونکي اها چنتا هئي تہ هن کان پوءِ ڇا ٿيندو چڱو ٿيو جو توهان اچي ويا. راجا کيس چيو تہ مونهنجو چوڻ مڃي چندن جي هڪ لڪڙي کڻي وڃي بازار ۾ وڪڻي اچ. ڪاٺير سوچڻ لڳو تہ هڪ لڪڙي ڪير وٺندو ۽ هڪ لڪڙيءَ جو ڇا ملندو. پر راجا جو چيو مڃي هو بازار ۾ آيو ۽ هڪ دوڪاندار کان پڇيائين

ته ڀائي! هيءَ لڪڙي وٺندي؟ دڪاندار لڪڙي
ڏسي سڃاڻي ورتو ته هيءَ ته چندن جي لڪڙي
آهي. سو چيائينس ته مان هن لڪڙيءَ جا ٻه روپيه
ڏيندس. اهو ٻڌي ڪاٺير عجب ۾ پئجي ويو.
عجب وچان چيائين ته هن لڪڙيءَ جا تون ٻه روپيه
ڏيندي؟ دڪاندار سوچيو ڪاٺير کي ٻه روپيه شايد
ٿورا لڳا آهن سو چيائينس ته جي ٻه روپيه ٿورا
ٿا لڳن ته چار روپيه ڪٺي وٺ. اتي پاسي واري
دڪاندار سوچيو ته هو دڪاندار هن غريب ڪاٺير کي
ٺڳي رهيو آهي سو ڪيس سڏي چيائينس ته تون
اها لڪڙي مونکي ڏي مان توکي ان جا ڏهه روپيه
ڏيندس. ڪاٺير رڙ ڪري چيس ته ڏهه روپيه!
دڪاندار سمجهيو ته ڏهه روپيه به ٿورا لڳا اٿس سو
چيائينس ته مان هن لڪڙيءَ جا پنجويهه روپيه
ڏيندس.

اهو ٻڌي ڪاٺير زور زور سان روئڻ لڳو.
دڪاندار پڇيس ته ڀائي تون روئين ڇو ٿو؟ ڪاٺين
ٿي ڪاٺير چيس ته مان برباد ٿي ويس، انجي ويس
مون اهڙيون هزارين آهه لڪڙيون جلائي ڪوئلا
ڪري برباد ڪري ڇڏيون. مونکي جي اها خبر
هجي ها ته هي لڪڙيون ايڏيون ملهائتيون آهن ته
هوند مان انهن مان مالا مال ٿي وڃان ها. پر هاڻ
—تائين مان ڇا ورندو اها ويل ته هٿن مان هلي وئي.

پرم پوجيه سوامي جن اِهو درشٽانت ڏئي پريمين
کي چوڻ لڳا ته هي مانکه ديهه آمولڪ آهي. اُن
جو هر هڪ پل هر هڪ سواس ملهائتو آهي جنهن
جو ملهه ڪٿڻ جو ناهي. جي اسين سنسار جي
مايا جار ۾ ڦاسي پنهنجو پاڻ ڀلائي ڪوڙ
ڪمائيندا اسين ته انت ويلي اُن ڪاٺير وانگر سڀ
ڪجهه وڃائي هٿ هڻندا اسين. مالڪ اسانکي
سواسن جو املهه خزانو ڏنو آهي ته هر سانس ۾ اُن
پرماتما جو سمرڻ ڪري مڪتي پراپت ڪريون.
چالاڪ ته هي مانکه ديهه اسان کي وري وري
هٿ نه ايندي. انهيءَ ڪري سنتن جي شرڻ ۾
اچي ستسنگه روپي آمرت پي آتم پد کي پراپت
ڪريون. ان ڳالهه کي چٽيءَ طرح سمجهائڻ لاءِ
هيٺيون سلوڪ چيائون.

مانکه جنم آمولڪ، ڪنهن ڀاڳ پورن پن تي
سو ڀڄ ساگر جي پيڙ ۾، ريڙهي ڪرم رول،
سائي سنتن سان ملي، لهه آتم پد انول،
هر هر اهڙو ٽول، هٿ ايندءِ ڪينڪي.

اهڙي نموني ٻڌودي ۾ رهي پرم پوجيه سوامي
جن پريمين کي هر روز ستسنگه روپي آمرت
پياري مست ڪندا رهيا. پريمي سوامي جن جي
پريم جي ڏوريءَ ۾ اهڙا ته پڪا ٻڌجي ويا جو

كين آئي رهي پوڻ لاءِ ويٺي ڪرڻ لڳا. انهن
پريمين ۾ خاص ڪري سلت اوڌوداس، دادي
ستي ۽ سيٺ گاگنداس جي سڄي پريوار سندن
سڪ ۽ شردا سان خوب شيوا ڪري کين پرسن
ڪيو. پرم پوجنيه سوامي جن جي ٻيهر هلڻ مٿان
خوب ڪريا هئي.

آخر ڪجهه ڏينهن ڪالپوءِ پرم پوجنيه سوامي
جن پريمين کان موڪلائي اجمير هلڻ جي تياري
ڪرڻ لڳا. پاري مِن سان پريمين کين وري جلدي
درشن ڏيڻ جي ويلتي ڪري ودائي ڏني. سيٺ
گناگنداس، سلت اوڌوداس، دادي ستي ۽ ڪجهه
ٻين پريمين پرم پوجنيه سوامي جن سان اجمير هلڻ
جي تياري ڪئي. اتان هلڻ کان اڳ پرم پوجنيه
سوامي جن پڙودي جي پريمين کي هر چنڊر ڪي
سنگرو مهراج جن جو ڏينهن ملهائڻ جي هدايت
ڪري آيا.

سڪ سان پرم پوجنيه سوامي جن اجمير پڌاريا.
سيني سڪايل پريمين سندن خوب آجيان ڪئي. ڪجهه
ڏينهن گذرڻ کان پوءِ دادي ستي پرم پوجنيه
سوامي جن کي عرض ڪيو تہ سندن پاران گرو
گرنت صاحب جو اکنڊ پاٺ رکايو. سندن عرض
ٻڌي پرم پوجنيه سوامي جن دربار صاحب ۾

گرو گرنٿ صاحب جو پاٺ صاحب سڪ ۽ شرڌا سان
رکايو. پاٺ صاحب جي رکائڻ سان آشرم آتي پوتر
ٿـي ويـو. سنگتن ۽ سنتن جـا آمرت وچن ٻڌي
پريمين جو هرديه سيتل ٿـي ويو. صبح کان شام
تائين پريمين جي ڀيڙ لڳي پيئي هئي.

دادي سٽي ۽ سيٺ گـاگنداس ۽ ٻڙودي مـان
آيل پريمين گرو گرنٿ صاحب ۽ سنگت جي خوب
شيوا ڪئي. سڪه سان پـاٺ صاحب جـو ڀـوڳ پيو
خوب پـرساد ورهايا ويا ۽ ڌام ڌوم سان ڀنڊارو ڪيو
ويو. سڀ پريمي پـرساد پـائي ڀنڊاري مان ڀوڄن
پـائي، ڀڄن ٻڌي پرسن ٿي پنهنجي پنهنجي ماڳ
موٽيا.

پاٺ صاحب جـي ڀوڳ پوڻ کانپوءِ دادي سٽيءَ
پرم پوجنيه سوامي جن کـي وينتي ڪئي تـه گرو
گرنٿ صاحب لاءِ الڳ ڪمرو ٺهرائڻ گهرجي. پرم
پوجنيه سوامي جن اُن جو نقشو تيار ڪرائـي يڪدم
دادي سٽيءَ جي سامهون ئي هي شڀ ڪاريه شروع
ڪري ڇڏيو. هن ڪمري لاءِ مکيه دوار جي ڀرسان
جڳهه طئه ڪئي ويئي. ٿـورن ڏينهن ۾ ڪمرو ٺهي
راس ٿيو جتي گرو گرنٿ صاحب سان گڏ راماڻ ۽
پريم پرڪاش گرنٿ پڻ رکيو ويو.

هتي آشرم ۾ رهي پـرم پوجنيه سوامي جن جـو

انهن پيار ڀائي، سندن ستسنگ روپي امرت پي،
مان سلطان ڀائي سيٺ ڳاڳنداس ۽ دادي ستي
اُنهن محسوس ڪرڻ لڳا، جڻ ته سرڳ پوريءَ ۾
ويا آهيون. سندن هٿان وڇڻ تي دل ئي نه پئي
ٿي. پر پنهنجا فرض پورا ڪرڻ ۽ پريوار جي پرورش
جي اون ڪري هاڻ پرم پوجيه سوامي جن کان
ڀاري من سان آگيا ورتائون. پرم پوجيه سوامي جن
کين آگيا ڏيئي چيو ته ابا! هاڻ هيءَ سک سندو
ٻين جو ستاءُ ڏوڙ تائين نڀائجو. هيءَ پريم جي
ڏوري پڪي ۽ پختي هئي جيڪو هڪ دفعو هن
ڏوريءَ سان ٻڌجي ويو سو هميشه لئي ٻڌو رهندو.
سيٺ ڳاڳنداس جو سڄو پريوار انت سمي تائين
پرم پوجيه سوامي جن جي تن، من ۽ ڌن سان
خوب سيوا ڪندو رهيو. سندن جوتي جوت سمائڻ
کانپوءِ سندن سپتر شري نارائنداس آشرم ۾ اچي
مهمن جا مهلا آشرم جي سار سنڀال ڪندو رهندو
آهي. هيءَ سائين جن جو سيوڪ پريمين کي هر
سال پرم پوجيه سوامي جن جي لٽين سروپ جون
تصويرون ڏيارائي، اليڪ روپن ۾ درشن ڪرائي شردا
جا سمن چاڙهيندو رهي ٿو.

ودي مان اچڻ کانپوءِ پرم پوجيه سوامي جن
ڏيلون آشرم ۾ رهي آدرش نگر ۽ اجمير جي
کي ستسنگ جو ديپاڻ لڳائي خوب الله

وٺائيندا رهيا. هاڻي وري بمبئي جي پريمين پرم
پوجنيه سوامي جن کي بمبئي ۾ اچي سيني سڪايل
پريمين کي درشن ڏيڻ لاءِ عرض ڪيو. هنيءَ سڪ
ڀري پڪار ٻڌي پرم پوجنيه سوامي جن بمبئي رٿن
ٽي روانا ٿيا.

بمبئي پهچڻ تي سيٺ ايسرداس گوپالداس
ڏاتواڻي جيڪو سندن پراڻو پريمي هو پرم پوجنيه
سوامي جن کي وينتي ڪئي ته سندن ڪٽيا کي
پويتر ڪري ستسنگ جو ديپاڻ اُتي لڳائي پريمين
کي آنند وٺائين. پرم پوجنيه سوامي جن سندن سڪ
۽ شرڌا ڏسي سندن عرض اگهايو.

ڪجهه ڏينهن ڪاڻپوءِ سندن شرڌالو پريمڻ ميران
جو سروپ دادي خوبي ماءُ ڪين سندن گهر ۾ ٻي
ستسنگ جو ديپاڻ لڳائڻ جو عرض ڪيو. جيئن اُتا.
جا پريمي پرم پوجنيه سوامي جن جو درشن ڪري
ستسنگ جو لاڀ وٺي سگهن. هتي پرم پوجنيه سوامي
جن جي سمپرڪ ۾ شري ڏيونداس آيو. درشن
ڪندي ئي سندس شرڌا جو ساگر اُمڙي پيو. هي
پريمي سندن پريم ۾ اهڙو ته متوالو ٿي پيو جو سڀ
ڪجهه ڀلائي سندن چرڻن ۾ رهي سندن خوب سيوا
ڪرڻ لڳو. سندن سڪ ۽ شرڌا ڏسي پرم پوجنيه
سوامي جن هن مٿان آشيرواد جو هٿ رکيو ۽ سندس

ونتي ڪرڻ لئي سندس گهر وڃي سندس ڪنيا
کي پوڄا ڪيائون . سندس شيوا لئي پرسن ٿي
هي ڀڄن چيائون .

ڀڄن

شيوا سهاڳڻ ٿي ماءِ - شيوا سهاڳڻ

1. جنهن جي آڱڻ ستگرو ۽ سنت اچن ٿا
پرڀو ٿي پرسن ٿي پيرَ رکن ٿا
جنم جنم سندا ڏن پاڳ کلن ٿا
ڏو وري چوطرف ڪان وارو ويراڳين .

2. جنهنجو مستڪ گروءَ اڳيان روز نمي ٿو
سڪ سان سچي شيوا ڪري چرن چمي ٿو
ايندي ويندي سنت گرو پوڄن جهمي ٿو
سچ ٿي ڏن آ ڀاڳو محبتي ماڳين .

3. ڪهي نيئون ڪرم حڏهن ڏرم کلن ٿا
تڏهن گرديو ۽ سنت ملن ٿا
وڃن ڏکيا ڏينهن سکيا واءَ لڳن ٿا
برهم سندو باغ کلي ڀاڳ ڀيراڳين .

پرم پوڄيه سوامي جن هن ڀريميءَ جي شيوا
سڪ ۽ شردا لئي ڏاڍو پرسن ٿيا . سوچڻ لڳا ته هي
ستڪارهن جي پورو جنم جا آهن . هيءَ پريمي
[illegible]ت جي راهه ۾ ملي طرقي ڪري سگهي ٿو
[illegible]س پڇيائون ته ڀائي ڏيونداس اسين ٽنهنجي
[illegible]را لئي پرسن ٿيا آهيون پر پڌاءِ ته تو

گرو ڪري نام دان ورتو آهي؟ تنهن تي ڏيونداس
نمرتا سان پرم پوجيه سوامي جن کي چيو ته مون
اڃا گرو نه ڪيو آهي. پرم پوجيه سوامي جن ڪيس
سمجهائي ڏيڻ لڳا ته هن روحاني راهه ۾ گروءَ
کان سواءِ هڪ قدم هلڻ به محال آهي. پنهنجي
ستگرن کان نام روپي چاٻي وٺي اندر جا پٽ کولي
آتم ساکياتڪار ڪري پنهنجو هي جنم سڦل ڪري
سگهون ٿا. بنا گروءَ جي گت ڪانهي. هي
مانش جنم بنا نام سمرڻ جي اڪارٿو آهي. گروءَ
جي مهما جنهن طرح سمجهائڻ لاءِ هيٺيون
درشٽانت ڏنا ٿون.

درشٽانت:— گرو امرداس جن شروع ۾ ويشنو
پنٿ کي مڃيندا هئا. هنن جي ڀيرڻ ۾ گهري
شردا هئي سو هڪ ته هر سال گنگا اشنان ڪرڻ
ويندا هئا. جنهن ويهون ڀيرو گنگا اشنان ڪري
موٽي رهيا هئا ته موا ڳوٺ وٽ سندن ملاقات هڪ
برهمچاريءَ سان ٿي. ٻنهي گڏجي وڻ هيٺان
وشرام ڪيو ۽ گڏجي ڀوڄن ڪيو. سندن پريم ايترو
ته وڌي ويو جو برهمچاري گرو مهاراج جي آگرهه
تي رات سندن گهر ۾ ٽڪيا جتي گرو مهاراج جن
سندن خوب خاطرداري ڪئي. برهمچاري سندن
نرملتا، ڀلائي ۽ مٺڙ ورتاءَ تي اهڙو ته مگن ٿيو

جو سوچڻ لڳو تہ هي ڪهڙو ڪامل گروءَ جو شش
آهي. سو رات جو جڏهن آرامي ٿيا تہ ڪائنس پڇيائون
تہ ڀائي تنهنجي وهنوار تي ڏاڍو خوش ٿيا آهيون
هاڻي اسانکي ٻڌاءِ تہ هي گيان توهان ڪهڙي گروءَ
کان ورتو آهي؟ تنهنتي گرو امرداس جن ڪيس
جواب ڏنو تہ "ڀائي ! مون تہ اڃا گرو نہ ڪيو
آهي." اهو ٻڌي برهمچاريءَ کان رڙ نڪري ويئي.
چوڻ لڳو تہ توهان پيريءَ تائين اڃا گرو نہ ڪيو آهي.
تون نگرو آهين. اهو چئي پنهنجا ڪرم ڪٽڻ ويو.
جي منهنجو تہ ڌرم ڀرشٽ ٿي ويو. منهنجو گنگا
اشنان اڪارٿو ٿي ويو. مونکي خبر هجي ها تہ
تون نگرو آهين تہ مان تنهنجي هٿ جو پاڻي بہ نہ
پيان ها. هاڻ مونکي موٽي وڃي گنگا اشنان ڪرڻو
پوندو جيئن منهنجو هي پاپ ڌوپجي وڃي. اهو
چئي اوڏي مهل رات جو ئي پنهنجو بسترو گول
ڪري ماتا گنگا ڏانهن روانو ٿيو.

برهمچاريءَ جو هي ورتاءُ ڏسي گرو امرداس جي
دل کي گهري چوٽ لڳي. سوچڻ لڳا تہ جيون جا
هيترا سال مون سمرڻ چو نہ ڪيو. اهيءَ چنتا ۾ ڪين
سڄي رات ننڊ نہ آئي.

اوچتو پرڀات ويلي سندن ڪنن تي گر باڻيءَ
مڌر پڙلاءُ پيو. اها گر باڻي بيبي امرو پڙهي

رهي هئي. بيبي امرو گرو انگد صاحب جن جي
سپتري هئي جيڪا ڏاڍو سٺن ڀاڳن سان پرڻجي
آئي هئي. هو روز صبح جو جلدي اُٿي اشنان
ڪري جپ صاحب ۽ ٻين گرن جي واڻي پڙهندي
هئي.

اُن وقت جيڪا امرت ٻاڻي بيبي امرو پڙهي
رهي هئي اُن جو ارٿ هو ته جيڪو پرش اوهم جي
ڪلهيءَ جهڙو نيچ چونه هجي پر گرو ڪرڻ سان هو
سون سمان شڌ ٿي وڃي ٿو ۽ گروءَ کان واهگروءَ جو
شبد روپي امرت نام وٺي ٿو جو هردو اهڙو ته
ترپت ٿيو وڃي جو هن کي ٻئي ڪنهن پدارٿ جي
اوڙهه ئي نٿي ٿئي.

گرو امرداس جن کي هي شبد ٻڌي دل ۾ گهڻي
چوٽ لڳي سوچڻ لڳا مونکي جيون ڀر گروءَ جي
وٿرت هلي ويئي. جيئن شبد پورو ٿيو تيئن ماڙيءَ
تان لهي بيبي امرو وٽ آيا. ڪانئس پڇيائون ته
ته پتري تون هي ڪنهنجو شبد ڳائي رهي هئين
تنهن تي بيبي امرو نمرتا سان کين ٻڌايو ته هي
شبد گرو نانڪ صاحب جن جو آهي جيڪي گديءَ
تي هن وقت هن داسيءَ جا پتا صاحب گرو انگد
صاحب ويٺل آهن.

اهو ٻڌي گرو امرداس کيس وينتي ڪري چيو

ته اسان کي هيٺئين ٿي هلڻ وٽ ولي هل جو اسان
جي دل سدن درشن لاءِ تڙپي رهي آهي. ڏولتي
بيبي امرو کين چيو ته بابا هن وقت مان اٿي هلڻ
لاءِ مجبور آهيان جو ڪجهه ڏينهن اڳ ٿي مان اتان
آئي آهيان. وري سدن اِها آڳيا آهي ته جڏهن
هو موڪلي گهرائين تڏهن ٿي مان اچي وڃان. اِڪري
ڪجهه ڏينهن ترسي مان توهان کي اتي ولي هلندس.
پر گرو امرداس جن کيس منٿون ڪري چيو ته
پتري تون اسان کي هيٺئين ٿي اتي ولي هل جيڪو
پاپ پوندو سو اسين پنهنجي سر تي جهليندا اسين
تون ڪوبه ڊڪر نه ڪر. اهڙي اڪير ڏسي بيبي
امرو کين ولي ڪلهور پر اٿي جتي گرو اڱد صاحب
براجمان هئا. گرو امرداس جن کي پاهر بهاري
بيبي امرو پتا صاحب جن ڪسان آڳيا وٺڻ لاءِ اندر
سدن دربار پر ويئي. گرو صاحب نه جاڻي جاڻڻ
هار هئا سو کيس ڏسي چيائون ته پتري جنهن کي
پاڻ سان آندو اٿيئي انهن کي باهر جو بهاري اٿي
آهين. پوءِ پاڻ خود پاهر اچي سيڻن وانگر گرو
امرداس جن سان گڏيا پر گرو امرداس جن سدن
چرنن پر ويهي کين ارداس ڪري چيو ته اسين
توهان جي شرڻ پر آيا آهيون ڪرپا ڪري اسان
کي پنهنجي چرنن پر جاءِ ڏيئي آشيرواد جو هٿ
مٿان رکو.

پوءِ گرو امرداس جن اُتي رهي ستگرن جي اهڙي تہ لگن سان شيوا ڪئي جو ستگرن کين پنهنجي ڪرپا سان رڱي لعل ڪري ڇڏيو ۽ انت ۾ کين گرو گدي بخشيائون .

هي درشٽانت ٻڌائي پرم پوڄيہ سوامي جن پريمين کي چوڻ لڳا تہ هن سنسار روپي ساگر مان پار پوڻ لاءِ ستگروءَ روپي ملاح جي ضرورت آهي . پريمين کي ستگروءَ جي مهما جو هيءُ سلوڪ ٻڌايائون :—

اهڙي ڪير ڪري، سامي ٻنا ستگروءَ
پڳت جوت ويراڳ جا، ٽئي پندار پري،
انهيءَ جوت اندر ۾، ستهہ سڀ ٻري
پاڪ نہ ٿئي پري، رمتا رام اکين کون

شري ٽيونداس کي سوامي جن جي ستسنگ ٻڌڻ کان پوءِ سوامي جن لاءِ اٿاهہ شرڌا جاڳي ۽ سندن خوب شيوا ڪرڻ لڳا . هڪ ڏينهن پرم پوڄيہ سوامي جن کي ويئتي ڪيائين تہ مون تي ڪرپا ڪري مونکي نام دان ڏيو جيئن مان توهان جي چرنن جو سمرڻ ڪري هيءُ جنم سڦلو ڪريان . پرم پوڄيہ سوامي جن سندن شيوا ۽ شرڌا ڏسي کيس نام دان ڏنو . نام وٺڻ کان پوءِ شري ٽيونداس پرم پوڄيہ سوامي جن کي پرماتما جو روپ سمجهي سندن خوب شيوا ڪرڻ لڳا . انهي پير سندن

ڏيان ۾ رهي سمرڻ ڪرڻ لڳا. نه صرف ايترو
پر هر سال سڄي پريوار، ڌرمپتني شريمتي ڪلاوتي
سپتر پرت ڪمار، ڌرو ڪمار، گورڌن، ڌيءَ چندرا
پشپا ۽ ڪملا سميت ستگرو مهراج جن جي ورسي
اتسو تي اچي پرم پوجيه سوامي جن جي خوب
سيوا ڪرڻ لڳا. پرم پوجيه سوامي جن جي به
هن ڀڳت مٿان آڻي ڪرپا رهي.

اهڙي نموني پريمين جي سک پرڻي سڌ تي
پرم پوجيه سوامي جن بمبئيءَ جو رٽن ڪندا
رهيا. چاڪاڻ ته پرم پوجيه سوامي جن چاهيندا
هئا ته جيترو مان گهڻن شهرن جو رٽن ڪندس
اوترو مان پنهنجي ستگرو مهراج جن جي سکياڻن
جو پرچار ڪري سندن يش ڦهلائي سگهندس.

هن دفعي ماتا صاحب مولي بائي ڪرلاڻي جيڪا
سندن ستسنگ جي سڪايل هئي آئين اودوت
مهراج جن جي ورسيءَ تي جيڪا هوءَ هر سال سک
۽ شرڌا سان ملهائيندي هئي، خاص نيلب ڏيئي
بمبئي گهرايو ته اتي اچي ستسنگ جو امرت
پيارين. پرم پوجيه سوامي جن هن جي چلب
تي پڌاريا. پوجيه ماتا صاحب مولي بائي سندن
درشن ڪري تمام گهڻو خوش ٿيا ۽ اچڻ شرط
ڪين وينتي ڪري چيائون ته ايندڙ چلب تائين
هتي رهن.

هر روز ستسنگ جو آنند ٿيڻ لڳو. جيئن ستگرو مهراج ٽيئونرام صاحب جن جو پڇڻ سان گڏو گڏ پوڄن ڪارائڻ يعني ڀنڊاري سان گهڻو پريم هو تيئن سوامي جن جو پڻ ساڳيو ئي سڀاءُ هوندو هو. تنهن ڪري هر روز ستسنگ جي آنند سان گڏو گڏ پريمين لاءِ ڀنڊارو به چالو رهيو. چوندا هئا ته جيڪو ڀيٽ پري پرساد ڪائيندو ان جا ڀنڊارا سدائين ڀريا رهندا ۽ سڀ من جون مرادون ستگرو مهراج جن پوريون ڪندا.

پرم پوڄيه سوامي جن آگيا ڪئي ته اکنڊ پاٺ صاحب چالو ڪريو ۽ انهن پنج هزار ٺورائي ماتا صاحب موني ٻائي کي ڏيو ته پنهنجي هٿن سان دان ڪري. ان وقت هيٺ منڊپ لڳائي ستسنگ جو آنند روپ ديپاڻ چالو ڪيو ويو ۽ شري اکنڊ پاٺ چالو ٿيو ۽ انهن پڻ ٺهرايا ويا. پوڄ ماتا صاحب مونيءَ ٻائيءَ پاٺ هلندي انهن ورهايا ۽ سندن پنهنجن ئي سپتن پرم پوڄيه سوامي جن کي پرارٿنا ڪري چيو ته پوڄ ماتا صاحب کان ڪجهه دان جو سنڪلپ ڪرايو ۽ سندن جيڪا مرضي هجي ته دل کولي دان ڪن. اسين پوڄ ماتا صاحب جي هر طرح سان آگيا مڃڻ لاءِ تيار آهيون. پرم پوڄيه سوامي جن پوڄ ماتا صاحب کي چيو ماتا صاحب

هن وقت پنج ئي سپتر ١. لڇيرام ٢. موهنداس ٣. مرليڌر ۽ ٤. لاڇلند ٥. سندر، سڀئي ملي ڪوهان ڪان هيءُ شڀ سنڪلپ ڪرائين ٿا تہ هردوار ۾ توهان جي ٿالي ان جو چيتر هلائيندا. هاڻي پڇو جيڪي بہ توهان پهرين سپترن ۽ ٺهرن کي آگيا ڪندا تہ هو توهان جي آگيا مڃڻ لاءِ تيار آهن.

پوچ ماتا صاحب پرم پوجنيہ سوامي جن کي چيو تہ مان پهرين پٽن کي آگيا ٿي ڪريان تہ هر روز ٿي پڻ ڪلاڪ صبوح جو پهرين گهر ۾ سڀو ڪنلپ پريوار ملي ستسنگہ جو الله روپ ديپاٺ لڳائيندا رهن ۽ روز پوڄا ڪندا رهن جو هنن سڀني وٽي خوشيءَ سان مڃيو.

پرم پوجنيہ سوامي جن ماتا صاحب جن جي اهڙي شرڌا ۽ پڪتي ڏسي ڏاڍو پرسن ٿيا ۽ هي پڄن چياؤن.

پڄن

الت وپلو ڪچانہ سوپلو -

اهو ملهنڄو عرض آ

١. پندراپن جو ٿل هجي -

مگہ ۾ تلسي ڏل هجي

و پڻ جل هجي -

اهو ملهنڄو عرض آ

2. گيتا جو ٻڌ گيان ھجي -
گر مورت جو ڌيان ھجي
سوھم شبد جو ڀان ھجي -
اِھو منھنجو عرض آ
3. ماڏو سواس سھيلو ڪجانءِ -
ڏاڍر ڏون نہ ڏھيلو ڪجاءِ
شانت سکہ جو ميلو ڪجانءِ -
اِھو منھنجو عرض آ ،

پرم پوڄيہ سوامي جن ھر روز ستسنگہ جو ڏيڻ لڳائي پريمين کي آتم گيان جي باري ۾ ڪولي ھن طرح سان سمجھائڻ لڳا.

آتم گيان ناو آھي پنھنجي اصلي سروپ کي ڄاڻڻ جو، جنھن گيان سان اِسٿول سوکيہ ڪارڻ شريرن کان پاڻ کي نيارو ڄاڻي ست-چت آنند روپ آتما کي پراپت ڪجي، تنھنکي آتم گيان چئبو آھي.

آتما جو ھڪ سامانيہ روپ آھي، ٻيو وشيش روپ آھي. جيڪو سڀ ۾ وياپڪ ۽ سمايل آھي، اِھو سامانيہ روپ آھي ۽ جيڪو ست روپ، چيتن روپ ۽ آنند روپ آھي، سو وشيش روپ آھي. اگيانيءَ کي آتما صرف ست روپ پرتيت ٿئي ٿو پر گيان وان کي ست چت آنند روپ نتيہ مڪت نتيہ شڌ روپ

پاسي ٿو ته هن ڪري ست روپ چيتن روپ آنند روپ وشيش آتم سروپ کي ڄاڻڻ جو ناءُ آتم گيان آهي.

پرم پوجنيہ سوامي جن هاڻي پريمين کي ٻڌائڻ لڳا تہ آتما جي رهڻ جو استان ڪهڙو آهي؟ آتما ساماني روپ سان سڀني پراڻين جي ٻڌيءَ روپي غفا ۾ رهي ٿو. جيئن اگني ساماني روپ سان سرو وياپڪ آهي پر وشيش روپ سان پرڪاشوان ديپڪ ۾ آهي. ديپڪ ۾ تيل ۽ تيل ۾ وٽ ۽ وٽ ۾ جوت جو پرڪاش آهي. تيئن شرير ۾ انتهڪرڻ ۽ انتهڪرڻ ۾ ٻڌي ۽ ان ٻڌيءَ ۾ آتم جوت جو پرڪاش آهي. تنهنڪري اها ٻڌي روپي غفا ئي آتما جي رهڻ جو استان آهي.

هن کان پوءِ پرم پوجنيہ سوامي جن چوڻ لڳا تہ آتم سروپ جو ساکيات درشن ڪيئن ڪجي؟

هن ڳوڙهي راز کي سمجهائڻ لاءِ پرم پوڄنيہ سوامي جن پريمين کي هي ڀڄن ٻڌايو —

جوالي پائي بس تون جيءَ ۾
اندر سڀ اسرار پريتم ——
(1) اندر برهما وشنو مهيش
ديون جو ديدار پريتم ——
(2) اندر سورج تارا ڪئين

چنڊ سورج چمڪار پريتم......

(3) اندر گنگا جمنا گوداوري
ڪاشي ۽ ڪيدار پريتم......

(4) اندر گوڪل گائيون گوپيون
راس منڊل رسار پريتم......

(5) ڪهڙي ڳالهه آهي ڳولهڻي اندر
سارو هي سنسار پريتم......

هي ڀڄن ٻڌائي پرم پوڄيه سوامي جن چوڻ لڳا ته آتم ساڪياتڪار ڪرڻ ۽ پرماتما کي پراپت ڪرڻ لاءِ اسان کي پنهنجي اندر ۾ جهاتي پائڻي پوندي. چاڪاڻ ته پرماتما ٻاهر نه پر اسان جي اندر ۾ براجمان آهي. انهيءَ ڪري ٻاهر مڪتا کي ڳولڻ بجاءِ اسان کي انترمکي ٿيڻو پوندو. ڀٽڪيل انسان هرڻ وانگر ڪستوريءَ کي ڳولهڻ لاءِ ٻاهر اجايو ڀٽڪي ٿو. کيس اها خبر ئي ڪانهي ته ڪستوري ته سندس دُن ۾ ئي سمائي پيئي آهي سا کيس ٻاهر ڳولهڻ سان ڪيئن ملندي؟

پيهي جي پسين پاڻ پنهنجو پاڻ ۾
ته نڪو موٽي موٽيڪا نڪو ايشور پيو اسين
اندر ئي اسين ٻاهر اسين ڳولهيون

هي پد چئي پرم پوڄيه سوامي جن پريمين کي سمجهائي چوڻ لڳا ته اندر ۾ جهاتي پائڻ لاءِ ٻاهريان

لو ڏنار بند ڪري پنهنجو ڌيان ڏسوڻ ڏياري
لڳاتار ٻولڻ و لنڌن اسان کي درشن ملندو. اها
ڳوڙهي ڳالهه سمجهائڻ لاءِ پريمين کي هي
درشٽانت ٻڌايائون —

درشٽانت — هڪ دفعي جي ڳالهه آهي ته هڪ
بستيءَ ۾ هڪ مهاتما آيو. هو هر روز شام جو ستسنگ
ڪندو هو. سندس گيان جي ساراهه ٻڌي بستيءَ
جا گهڻائي ماڻهو سندس ستسنگ ۾ اچڻ لڳا.
مهاتما جي ستسنگ ۾ ايڏي ته ڪشش هئي جو ان
راڄ جو وزير به هر روز سندس ستسنگ ۾ اچڻ لڳو.
هڪ ڏينهن ڪنهن ڪم سانگي راجا وزير کي شام
جو پاڻ وٽ گهرائڻ لاءِ ڪو ماڻهو موڪليو. گهر وارن
کيس چيو ته هو هن وقت ستسنگ ۾ ويل آهي. راجا
جي ماڻهوءَ ستسنگ ۾ اچي وزير کي راجا جو نياپو
ڏنو. وزير چيس ته راجا کي وڃي چئه ته مان ستسنگ
پڄي جلدي توهان وٽ حاضر ٿيندس. ستسنگ پوري
ٿيڻ تي وزير راجا جي دربار ۾ حاضر ٿيو. راجا
پڇيس ته تون هر روز ستسنگ ۾ ڇو ٿو وڃين؟ وزير
ٻڌايس ته مهاتما جي ستسنگ ۾ وڃڻ سان من کي
اپار شانتي ٿي ملي. اها ڳالهه ٻڌي راجا به ٻئي
ڏينهن ستسنگ ۾ آيو. مهاتما جو درشن ڪري ۽
ستسنگ ٻڌي راجا کي پرم آنند آيو. هن

اها ڳالهه پنهنجي راڻيءَ سان ڪئي ته مهاتما تمام پهتل ۽ گياني آهي . سندس درشن ڪرڻ سان اپار شانتي ٿي ملي . تنهن تي راڻيءَ راجا کي عرض ڪيو ته اهڙي پهتل گياني مهاتما جو درشن ڪيس به ڪرائين . راجا راڻيءَ جي ڳالهه پٽي سوچيو ته اسين ڪري مهاتما کي محل ۾ ڏا گهرايون . سو مهاتما کي گهرائڻ لاءِ قاصد موڪليائون پر مهاتما قاصد کي چيو ته هو ڪٿي به نه ويندا آهن . جنهن کي درشن ڪرڻو هجي اهو خود اچي . هاڻي راجا اچي مڇتو ته ڳالهه ته ڏاڍي ڳري ٿي پيئي . مهاتما اچڻ نٿو چاهي ۽ راڻي پڙدي ۾ آهي سا مهاتما وٽ ڪيئن وڃي . آخر هن مشعلي جو حل ڳولهڻ لاءِ راجا وزير کي گهرايو . وزير ڏاڍو سياڻو هو . تنهن ويچار ڪري راجا کي ٻڌايو ته مهاتما صبوح جو هر روز ... ڪيا ڪرڻ لاءِ ڪنهن به هڪ گهر ويندو آهي ۽ اتان ... جو چن ڪري پنهنجي استان تي اچي ڏيان ۾ ... هندو آهي .

ڪوهان سڄي راڄ ۾ پڙهو گهمايو ته سڀاڻ هرڪو ... پنهنجو دروازو بند رکي . هاڻي مهاتما گهمندو ... هندو اوس توهان جي محل جي دڏار تي اچي ... ڪيا گهرندو . ان طرح سان راڻي مهاتما جو درشن ... ڪري سگهندي . راجا کي وزير جي هيءَ صلاح

ڏاڍي وڻي ۽ هن اهو پڙهو ڳهايو ته سياڻ هرڪو
پنهنجي گهر اندر رهندو ۽ ڪو به دروازو نه کوليندو.

مهاتما صبوح ساڻ پنهنجي نيم انوسار ڀکيا ڪرڻ
لاء نڪتو. سڄو شهر بند ڏسي گهمندو گهمندو اچي
محل جي دئار تي پهتو جتي راجا ۽ راڻي سندس
سواگت پر بيٺا هئا. هنن مهاتما جي دل ۽ جان
سان آجيان ڪئي، سک ۽ شردا سان کيس محل پر
وٺي آيا ۽ سندس خوب شيوا ڪياٿون. مهاتما سندن
پريم جي ڀاونا تي ڏاڍو خوش ٿيو. هو ڳالهه سمجهي
ويو هو ته کيس محل پر گهرائڻ لاء هنن اهو سڄو
مانڊاڻ مڙيو آهي.

هاڻي راجا هٿ ٻڌي مهاتما کي وينتي ڪئي ته
ڪرپا ڪري ٻڌايو ته ڀڳوان جو درشن ڪيئن ٿيندو؟
تنهن تي مهاتما چيو ته ڀڳوان پنهنجن پيارن کي
ٻن طرحن سان درشن ڏيندو آهي. هڪ ته آپدا
اچڻ تي، ڀڳت جي سچي پڪار ٻڌي. جيئن ڀڳت
پرهلاد کي ڀڳوان نرسنگهه جو اوتار وٺي اچي آپدا
جي وقت درشن ڏنو. ٻيو پريم جي وس ٿي به ڀڳوان
پنهنجي ڀڳت کي درشن ڏيندو آهي. جيئن ڀڳت
ناماديو کي سندس پريم جي وس ٿي ڀڳوان ٻاونجهه
دفعا درشن ڏنو.

پريم پوجليم سواءِ جن هيءَ درشنائت ٻڌائي

پريمين کي چوڻ لڳا ته راجا ۽ راڻي مهاتما جو
درشن نٿي ڪري سگهيا جنهن هنن شهر جا ٻيا
سڀ دروازا بند ڪرايا. اهڙي نموني جڏهن اسين
ٻه جڻا نو دئار بند ڪنداسين تڏهن اسان جو
ڌيان ڏسوين دئاري ۾ لڳندو ۽ جٿي پوڄي آتم
سروپ جو ساڪيات درشن ڪري سگهنداسين.

پرم پوڄيه سوامي پريمين کي هن پرمارٿ جي
راهه ۾ سنگروءَ جي مهما سمجهائيندي چوڻ لڳا ته
جيئن صرف پارس ئي لوهه کي سون بڻائي سگهندو
آهي تيئن سچو سنگرو ئي جڳياسوءَ کي هن سنسار
روپي ساگر مان پار لنگهائي سگهندو. پارس ته لوهه
کي صرف سون بڻائي سگهندو آهي پر سچو گرو پنهنجي
جي ڪرپا درشٽيءَ سان پنهنجي رنگ ۾ رڱي پاڻ
جهڙو پارس بڻائي ڇڏيندو آهي. هاڻي سوال ٿو
اٿي ته اهڙو سچو سنگرو ڪهڙن گڻن وارو هئڻ
گهرجي؟ اهڙو پرماتما جو سروپ سچو سنگرو ويدن
جي گيان جو ڄاڻندڙ برهم شروتري هجي، برهم
۽ آتما جي آنند گيان ۾ جنهنجي نشٺا آهي اهڙو
برهم نيشٺي هجي. جڳياسوءَ جي پڌيءَ ۾ پنجن
قسمن جا ڀيد آهن. ١ جيو ايشور جو ڀيد ٢. جيو
جو هڪ ٻئي سان ڀيد ٣. جيو جڙ جو ڀيد ٤. ايشور
۽ جڙ جو ڀيد ٥. جڙ جو هڪ ٻئي سان ڀيد. انيڪ
يڪتين سان اُنهن ڀيد ڀرانت روپي دئيت کي دور

ڪري ادويت شڪ برهم جو ساڪيالڪار ڪرائي. جو شاستر جي وديا کي چڱيءَ طرح ڄاڻي شاستر انوسار شڀ گڻن کي ڌارڻ ڪري ۽ جگياسوءَ کي به ڌارڻ ڪرائي. انهن سڀني شڀ گڻن واري کي سچو ستگرو چئبو آهي.

اهڙي برهم گياني برهم نشٺي ستگروءَ کان آتم گيان پراپت ڪرڻ لاءِ ستگروءَ جي سيوا جي ضرورت آهي. شرڌا سان ستگروءَ کي نمسڪار ڪري تن من ڌن ۽ واڻي سڀ ستگرن کي ارپڻ ڪري، تن سان ستگرن جي سيوا ڪري، آگيا پالن ڪري، من سان ستگروءَ جا اپديش چڱيءَ طرح ويچاري، ستگروءَ کي ايشور کان به وڌيڪ سمجهي شرڌا ۽ وشواس رکڻ، ڌن کي ستگروءَ جي آگيا انوسار شڀ ڪرم ۾ لڳائڻ، واڻيءَ سان ستگرن جي شڀ گڻن جو پرچار ڪرڻ. اهڙيءَ طرح ستگروءَ جي سيوا ڪرڻ سان ستگروءَ جي پرسنتا پراپت ڪري آتم گيان کي پراپت ڪري موهه جي بندن کان ڇٽي موڪش پد پراپت ڪري، انهن گيان جي پراپت ڪرڻ لاءِ ستگروءَ جي سيوا جي ضرورت آهي.

اهڙي نموني هر روز پرم پوڄيه سوامي جن ستسنگ روپي امرت جي ورکا ڪري جگياسن کي تپت ڪندا رهيا. ڪجهه ڏينهن ڪانپوءِ سوامي

چندن رام ولايت کان موٽي بمبئي آيا . سوامي
چندن رام جن ۽ پرم پوجيہ سوامي جن رام لکن
جي جوڙيءَ سمان هئا . ٻئي هڪ ٻئي جو خوب مان
سنمان ڪندا هئا . سوامي چندن رام پوني ۾ ستگرو
مهراج ٽيئونرام مهراج جن جي عاليشان دربار ٺهرائي
هئي. پرم پوجيہ سوامي جن جي آگرہ ۾ ٿي اُهي
ساڻن گڏ رهي ستسنگ جو آمرت جگياسين کي
پيارڻ لڳا . اُنهيءَ وقت جي آنند جي مهما جو بيان
ڪرڻ کان ٻاهر آهي .

اِنت ۾ پرم پوجيہ ماتا صاحب پرم پوجيہ سوامي
جن کي وينتي ڪئي تہ مهنجي پريوار تي ڪرپا
جي نظر ڪندا رهندا ۽ پهنجن سيوڪن کي آگيا
ڪيائين تہ سوامي جن کي ايشور جو روپ سمجهي
سدا تن من ۽ ڌن سان سندن شيوا ڪندا رهندا .
پوجيہ ماتا صاحب جي اِنتم آگيا جو هنن سيوڪي
خوب پالن ڪيو . ايتري قدر جو پرم پوجيہ سوامي
جن جي جوتي جوت سمائڻ کان پوءِ سندن سيوڪ
شري مرليڌر ڪرناڻي اجمير واري دربار تي رهي
سندن نالو امر ڪرڻ لاءِ آشرم جي خوب شيوا ڪري
نالو نيائي رهيا آهن .

بمبئي جي پريمين کي ستسنگ روپي آمرت جو
آنند وٺائيندي هڪ ڏينهن اهڙو پريمي سندن شرڻ

۾ آيو جنهن جو نه ايشور جي سٺا ۾ وشواس هو نه
ئي سنت مهاتمائن ۾ ڪا شرڌا هئي. ۾ پنهنجي
پيءُ جي آگرهه تي هيءُ پريمي المونئي پرم
هوجليه سوامي جن جي ستسنگ ۾ آيو. پرم هوجليه
سوامي جن جو درشن ڪري پهرين ڏينهن ٻلان
شنڪا سماڌان هي هريمي موٽي ويو. ٻئي ڏينهن
سندن پياري پيءُ ستسنگ کان پوءِ سندس هريچيه
ڪرايو نه گرو مهراج هي منهنجو پاءِ واشي ديپا
الپونيشيا مان ڪلهون ڪم سان هتي آيل آهي.
شري واشي ديپا پرم هوجليه سوامي جن کي
نبرتا سان چيو نه سائين مان نه پنهنجي پيءُ جي
چوڻ تي هتي آيو آهيان. منهنجو ايشور ۽ ايشور
جي پڳتن ۾ ڪوبه وشواس ڪونهي ۽ مان نه ٻلڪل
ناستڪ آهيان. سوامي جن هن جي سچائي ۽ دل
جي صفائيءَ تي ڏاڍو خوش ٿيا ۽ ڪيس چيائون نه
هڪ سچو ۽ صاف دل ناستڪ هزار الڳ وشواسي آستڪن
کان وڌيڪ پيارو آهي.
پرم هوجليه سوامي جن جاڳي جاڳڻ هار هئا. سو
سندن دل جو حال پروري ويا. ڪيس چيائون نه
دل جو حال کولي ٻڌاءِ. ڏيون اسان کي تمام گهڻو
پيارو آهين. ڪيس خوب آشيرواد ڏيئي چيائون نه
تنهنجي مصيبت ٽري ويئي آهي. تنهنجي دوست
تنهنجي پورت تنهنجي خوب مدد ڪئي آهي.

واشي ڏيئا پرم پوجنيہ سوامي جن کان اُن دوست
جو نالو پڇيو. پرم پوجنيہ سوامي جن جي مکارونڊ
مان پهچي دوست جو نالو پتي هيءُ ته پريمي ٽپرس
۾ پهچي ويو. سوچڻ لڳو ته پرم پوجنيہ سوامي جن
آنترياميءَ ۽ رڌيءَ سڌيءَ وارا آهن سو شرڌا سان
سندن چرن پڪڙي ۽ ڪين وينتي ڪري چوڻ لڳو ته
سائين مان توهان جي شرڻ ۾ آيو آهيان موکي
پهنجي مهر جو هٿ رکي مونکي هميشه لاءِ
پهنجي چرڻن جو داس بڻائي ڇڏيو.

اهڙي طرح هن پريميءَ جي سک ۽ شرڌا ويئي
ٿي ڏينهون ڏينهن وڌندي. هاڻ هي پريمي هر
سال ستگرو مهراج جن جي ورسيءَ جي ميلي تي
سڄي ڪٽنب پريوار ۽ متر منڊليءَ سان گڏ اچي
پرم پوجنيہ سوامي جن جي تن من ۽ ڌن سان خوب
شيوا ڪندو هو. پرم پوجنيہ سوامي جن هن نڊر ۽
بهادر سچي پريميءَ کي خوب پيار ڪندا هئا ۽
ڪيس مان سنمان ڏيندا هئا. هيءُ پريمي نه بلڪ
جوجوڪ هنومان وانگر سندن چرڻن ۾ ويهي هر ڪا
ڳالهه صفائي سان چٽي ڏيندو هو.

پرم پوجنيہ سوامي جن جو هن پريمي مٿان ايڏو
نه وشواس هو جو جوتي جوت سمائڻ کان اڳه
واشي ڏيئا کي پهنجو پرتيندي ڪري ڏرست ۾
رکي ويا. هن پريميءَ جي دل ۾ پرم پوجنيہ سوامي

حن لاءِ اڳاڌ شرڌا ۽ پورڻ وشواس آهي. سڌن
اِها دلي تمنا آهي ته ڀڳوان ستگرو مهاراج جن جو
يش چارون طرف ڦهلائي ڪيئن آمر بڻائي ڇڏيان.

اهڙي نموني ممبئيءَ ۾ ڀڳتي پريمين کي
خوب پيار ڏيڻ جي ڀڳتي ڏوريءَ ۾ ٻڌو ويندي پرم
پوجنيه سوامي جن هاڻي اجمير واري آشرم تي
موٽي آيا جو اجمير جا پريمي سڌن وڇوڙي ۾ ڪين
خوب بيقرار رهيا هئا. سڀئي پريمين ڪين ڏين
من ۾ اِها ويڙهي ڪئي ته هن طرح سان اسان کي
ايڏو ڊگهو وڇوڙو ڏيڻ نه کپي. اسين توهان جي
درشن لاءِ ترسندا ٿا رهون. آکيون وڇائي توهان
جي اچڻ جي راهه تڪيندا ٿا رهون. پرم پوجنيه
سوامي جن کين آٿت ڏيندي چيو ته هاڻ اسين
توهان وٽ هتي رهي ستگرو مهاراج جن جي سيوا
ڪندا اسين.

اجمير ۾ رهي هتان جي سڪايل پريمين کي
ستسنگ روپي امرت پيارڻ سان گڏ آشرم جو وستار
ڪندا رهيا. پر جڏهن کين فرصت ملندي هئي
تڏهن ڀڳتي من ميلي ستت سوامي ڪليشانند
مهاراج جن سان گڏ پشڪر راج تي هليا ويندا هئا.
اتي واريءَ جي ان ڍير تي ڪلاڪن جا ڪلاڪ ويهي
ساڌنا ڪندا هئا جتي ستگرو مهاراج جن ڪيترو وقت
وڃي ڄمائي هئي.

سوامي گڻيشانند کي چيائون تہ پاڻي اسين ھن استان تي ستگرو مهراج جن جو ننڍي آدم واري دربار جهڙو آشرم ٿا ٺهرائڻ چاهيون جيئن سندن يش سڄي ڀارت ۾ ڦهلجي وڃي. پشڪر راج سيني تيرٿن جو گرو آهي. هن پوتر استان تي برهما تپسيا ڪري يگيہ ڪيو هو. سڄي ڀارت ۾ برهما جو مندر صرف پشڪر راج ۾ ئي آهي. سڀ شرڌالو ياتري چار ئي ڌام ڪرڻ کان پوءِ هتي پشڪر راج جي پوتر سروور ۾ اچي ٽٻي ڏيندا آهن. اُن کان پوءِ ئي سندن تيرٿ ياترا سڦل ٿيندي آهي. انڪري هتي سدائين ميلو لڳو پيو آهي. اُن کان سواءِ هتي ڪارتڪ جي پورڻماسيءَ تي وشال ميلو لڳندو آهي. اُن وقت ديش وديش مان لکين ياتري اچي پوتر سروور ۾ ٽٻي ڏيندا آهن.

انڪري اسان جي دل جي تمنا آهي تہ هن پوتر استان تي ستگرو مهراج جو اهڙو تہ سندر ۽ وشال آشرم ٺهرائجي جو سڀ ياتري هتي اچي ستگرو مهراج جن جو درشن ڪري آنند پائين.

اهو ويچار ڪري پشڪر راج نگر پالڪا جي چيئرمين سان گڏيا ۽ کيس چيائون تہ اسين هن استان تي پنهنجي ستگرو مهراج جن جو هڪ وشال آشرم ٿا ٺهرائڻ چاهيون. انڪري هي ڀومي اسان

کي ڏنو. پر چيٽرمن کين وينتي ڪري چيو ته هيڏي
وڏي ڀومي اسين توهان کي ڏيڻ ۾ مجبور آهيون.
نگر پالڪا جي نيم انوسار ايڏي وڏي ڀومي ڪنهن
هڪ جي نالي ڪري نه سگهبي. توهين اُن جو
ٿورو حصو وٺي سگهو ٿا. پرم پوجنيه سوامي جن
کيس سمجهائي چيو ته اسين پنهنجي سنڌرو مهراج
جن جو وشال آشرم ٺهرائڻ ٿا چاهيون اُن لاءِ توهين
جيڪا زمين ڏيڻ چاهيو ٿا سا تمام ٿوري آهي.
ويچاري چيٽرمن دين من ٿي پرم پوجنيه سوامي
جن کي عرض ڪيو ته اسان کي جيترو اختيار آهي
اوتري ڀومي ٿي اسين توهان کي ڏيئي ٿا سگهون
باقي ايڏي وڏي زمين ڏيڻ جو اختيار ته صرف
ڪليڪٽر کي آهي. سو توهين ڀلي اُنهن سان ملو.

پرم پوجنيه سوامي جن ته رڌيءَ سڌيءَ جا مالڪ
هئا. سندن هئي مهان سنڪلپ ته اوس پورو ٿيڻو
هو سو اتفاق سان هڪ ڏينهن ڪليڪٽر آدرش نگر
واري آشرم تي پنهنجي پريوار سميت پرم پوجنيه
سوامي جن جو درشن ڪرڻ آيو. پرم پوجنيه سوامي
جن کين خوب مان سنمان ڏيئي ڦڪرون پارائي
پرساد ڏيئي، آشيرواد ڏيئي وري آشرم تي اچڻ
لاءِ چيو.

پوءِ ڪليڪٽر جلدي جلدي آشرم تي اچڻ لڳو.

هڪ ڏينهن ڪليڪٽر جي ڌرمپتني پرم پوڄنيه سوامي
جن کي دين من تي ويٺي ڪٿي ته سائين !
منهنجي پٽ ديو کي ٽنگ تي هڪ داغ آهي جنهن
جو علاج اسان وڏن وڏن ڊاڪٽرن کان ڪرايو آهي
پر ڪٿان شفا نه ملي آهي. اسين سڀئي هلڪان
نراس ٿي اچ توهان جي شرڻ ۾ آيا آهيون. ڪرپا
ڪري توهين اسان تي ڪا رحمت ڪريو ته هي
دک دور ٿئي.

پرم پوڄنيه سوامي جن کين آٿت ڏيندي چيو ته
توهين ڪا به چنتا نه ڪريو. اسان جي پرم پوڄنيه
ستگرو مهراج جن ۾ اپار شڪتي آهي توهين وڃي
سندن ڀڀوت لڳايو ته سڀ دک دور ٿيندا. آڏيت
چمتڪار ٿيو. جيڪو مرض ڊاڪٽرن جي هيڏي علاج
کان پوءِ به لاعلاج ٿي پيو هو سو ستگرو مهراج جن
جي دعا سان بلڪل ٺيڪ ٿي پيو. ڪليڪٽر جو سڄو
پريوار سندن چرڻن ۾ حاضر ٿي وارون وار سندن
وندن ڪرڻ لڳو ۽ چوڻ لڳا ته سوامي جي اوهان
جي اسيم ڪرپا سان هي چمتڪار ٿيو آهي. پر
سوامي جن کين چيو ته اها سڄي ڪرپا منهنجي
ستگرو مهراج جن جي آهي سو توهين وڃي سندن
چرن پڪڙيو ۽ آشيرواد وٺو. ڪيڏي نه نهٺائي آهي
جو پنهنجو پاڻ اصل نه لکايائون. سڄو يش پنهنجي

ستگرو مهراج جن کي ڏنائون . پنهنجي ستگرن
لاءِ ڪيڏو نه سمرپڻ ڀاو هئن . سنت ڪبير گروءَ
جي مهما ڇولڊي ڀڳوان ۽ گروءَ جي هن طرح بيت
ڪئي آهي .

گرو گووند دوئو ڪڙي
ڪاڪي لاگون پائو
بلهاري گرو آپڻي
گووند ديو دکاءِ .

پر سوامي جن جو سمرپڻ ڀاو ته سهجو ٻائي وانگر
تمام اونچو آهي. سهجو ٻائي ته گروءَ کي سرووري
۽ سڀ ڪجهه ڏي سمجهي هن جي دل ۾ گروءَ کان
سواءِ ٻئي ڪنهن جي لاءِ جاءِ ڪانهي . هن گروءَ
جو ورڻن ۽ وڏائي هن طرح سان ڪئي آهي .

رام تجئون پر گرو نه وساروُن .

اهڙي نموني پرم پوجنيہ سوامي جن دل ۾ انهي
پهر پنهنجي ستگرو مهراج جن جي وڏائي ڪندا
رهندا هئا . سندن گرو ڀڳتي مهان هئي.

ستگرو مهراج جن اڳيان سرو جهڪائي ڪليڪٽر
۽ سندس پريوار اچي پرم پوجنيہ سوامي جن جي
چرڻن ۾ ويٺو . ان وقت ڪليڪٽر جي ڌرمپتنيءَ پاڻ
ويور ئي پرم پوجنيہ سوامي جن کي عرض ڪيو نه
ٻاڪري اسان کي ڪوشيوا جو موقعو ڏيو . هن

در جي شيوا ڪري اسين ٻار کي ڌنيہ سمجهندا آسين.
اُن تي پرم پوجيہ سوامي جن ڪين چيو تہ جي
توهين سچ مچ شردا سان هن در جي شيوا ٿا ڪرڻ
چاهيو تہ اسان کي پشڪر ۾ سدگرو مهراج جن جي
آشرم ٺاهڻ لاءِ وڏي زمين وٺائي ڏيو. اُن تي ويچارو
ڪليڪٽر ٿيءَ ۾ پئجي ويو ڇاڪاڻ تہ قاعدي موجب
تہ هيتري زمين ڪنهن هڪ جي نالي تي ٿي نٿي سگهي.
پرم پوجيہ سوامي جن ڄاڻي ڄاڻڻهار هئا سو
سندس من جا ڀاو سمجهي ويا. سو ڪيس چيائون تہ
توهين ڊڄو ڇو ٿا ؟ اسان کي تہ ڀڳوان وامن وانگر
صرف ٽي پير زمين کپي جيڪا توهان جي اختيار
۾ آهي. ويچارو ڪليڪٽر هن ڳوڙهي رهسيہ کي
سمجهي نہ سگهيو. تنهن تي پرم پوجيہ سوامي جن
ڪيس کولي سمجهايو تہ اِها زمين ٽن سنتن جي
نالي تي ڏيئي سگهو ٿا. هڪ حضور سوامي گنيشانند
جي نالي، ٻيون حضور سوامي سيم پرڪاش جي نالي
۽ ٽيون حضور توهين اسان جي نالي ڪري ڏيو.
اِها ڳالهہ ٻڌي ڪليڪٽر ڏاڍو خوش ٿيو. سندس
مٿي تان بار هلڪو ٿيو ۽ سمجهيائين تہ هن طرح
سان زمين ٽن حصن ۾ ڏيڻ سان سندن هي شيوا
ڪري سگهندس.

لکپڙهي ڪرائڻ کان پوءِ اِها وشال ڀومي پرم

ٻوجليه سوامي جن کي ڏاڍي وڻي. ھن ٻاھوي سلطان
ٻلھڻجي حصي واري زمين ڦيرائـي ٻـرم ٻوجليه
سوامي جن جي ٿالي ڪري ڇڏي. ھاڻي ھن وشال
ٻوميءَ جـي ٻندش ڪرڻ لاءِ سڀ ڪان ٻھرين ھڪ
ٿلبي ٻاڻوٻڌري وال ٺھرائي وئي. ٻلھي مٿڙتا روڊ
۽ ٻشڪر روڊ جي سڙڪن ٿي ٻه وشال گيٽ ٺھراياڻون
ٻـر ٻشڪر نگر ٻالڪ جي چيئرمن ٻشڪر روڊ واري
گيٽ ٿي اعتراض ورتو ۽ ان کي ڊھرائڻ جو نوٽيس
ڏنو. ٻرم ٻوجليه سوامي جن تہ صبر ۽ شڪر جا مالڪ
ھتا سو ڪنھن ڳالھ جي چلتا نہ ڪري ٻاسي ڪان
ھڪ ٿلي و گيٽ ٺھراياڻـون. پـر چيئرمن لاءِ ڪاب
شڪايت يا شڪوو نہ ڪياڻون.

اھو ٿلي و گيٽ ٺھرائڻ ڪان ٻوءِ نگر ٻالڪا جـي
چيئرمن کـــي ڏ ٻيڪارڻ لاءِ ٻـاڻ وٽ گھراياڻـــون.
چيئرمن ٻرم ٻوجليه سوامي جن جو سڏ سڻي جھڙي
حال ۾ ھو تھڙي حال ۾ ڊوڙندو آشرم ٿـي ٻھتو.
اتي ٻھچي ٻـرم ٻوجليه سوامي جن جا چرڻ ٻڪڙي
شاستانگ ٻرڻـام ڪري زارون زار روئـي ٻلـون
ٻخشائڻ لڳو. چوڻ لڳو تہ سائين موڪان وڏي خطا
ٿـي جو مون گيٽ جو ڪم روڪائي توھان جھڙي
ٻھتل سلت حـي دل دکائي آھي. قدرت ملھلجي
متان ناڙل ڪيو آھي. ملھجي ھڪ ٻٽ جـي

نوڪري ڇڏي ويئي آهي. ٻيو پٽ بستري داخل ٿي موت سان لڙي رهيو آهي. جنهن کي ڪا دوا ٿي نٿي اثر ڪري. هاڻي مان اڪيلائي توهان جي شرڻ آيو آهيان. مهنجي خطا معاف ڪريو. مان اڄ ٿي توهان کي پشڪر روڊ تي وشال گيٽ نهرائڻ جو آرڊر پاس ڪري ڏيو موڪليان.

پرم پوڄيه سوامي جن چيئرمن کي آٿت ڏيندي چيو ته توهين ڪابه چنتا نه ڪريو. ستگرو مهراج سڀ چڱي ڪندو. کيس پکرون پارائي پرساد ڏيندي چيائون هيءَ ستگرو مهراج جن جو پرساد وڃي پنهنجي پٽن کي کارايو، پرماتما توهان جا سڀ ڪارج راس ڪندو. توهان جا سڀ ڪشٽ ڪٽيندو.

پرم پوڄيه سوامي جن ته رڌيءَ سڌيءَ جا مالڪ هئا. سندن وچن ڪڏهن خالي وڃڻ وارو نه هو. سو ٿورن ڏينهن کان پوءِ چيئرمن خوب مالهائون ۽ پرساد کڻي پنهي پٽن کي ساڻ سان وٺي پرم پوڄيه سوامي جن جي شيوا ۾ حاضر ٿيو. کين اها خوشخبري ٻڌايائين ته جنهن پٽ جي نوڪري ڇڏي ويئي هئي، اُن جي نوڪري وري بحال ٿي ويئي ۽ سندس بيمار پٽ بلڪل ٺيڪ ٿي سندن شيوا ۾ حاضر ٿيو آهي. هو سندن چرن پڪڙي چوڻ لڳو ته هي اوکيءَ مان سوکي توهان جي آشيرواد سان ٿي آهي. مان اڪيلائي توهان جي شرڻ ۾ آيو آهيان.

توهان ڪريا ڪري اسانجون ڀلون بخشيون آهن.
هاڻي اسين سڀ توهان جي در جا ڳولا آهيون.
توهان ڪريا ڪري اسان کي شيوا جو موقعو ڏيندا
رهندا.

پرم پوجيه سوامي جن جيترو عرصو آرڊر ملڻ
کان پوءِ پشڪر روڊ تي وشال گيسٽ هائوس ٺهرايو ۽
گڏو گڏ راماڻ پردرشني ۽ ميوزيم روڊ واري ڪلب
۾ گيسٽ هائوس به ٺهرائڻ شروع ڪرائي ڇڏيو.

هن ڪم جي ديک ريک لاءِ پرم پوجيه سوامي جن
هر روز صبوح جو پشڪر راڄ ويندا هئا شام جو هر
روز نيم سان آدرش نگر اجمي ستسنگ جو ديوان
لڳائيندا هئا.

جڏهن جڏهن وچ وچ ۾ موقعو ملندو هو ن تڏهن
تڏهن پنهنجي شهرن ۾ رجي پنهنجي ستگروءَ جي سکيائن
جو پرچار به ڪندا رهندا هئا. گهڻو ڪري ٦ مهينا
هتي ۽ ٦ مهينا ٻاهر رهندا هئا پر سندن پليان مندر
جو ڪم قائدي سان هلندو رهندو هو پر جڏهن وڃن ڪري
سوامي جن واپس ايندا هئا تڏهن پرم پوجيه سوامي
جن جي موجودگيءَ ۾ سڄي آشرم ۾ رونق لڳي
ويندي هوندي هئي. سڀني پريمين جا چهرا چمڪي
پوندا هئا. پري پري کان پريمي سک ۽ شردا سان
اچي پرم پوجيه سوامي جن جو درشن ڪري آتم
شانتي پائيندا هئا. پرم پوجيه سوامي جن شري

ڪرشن ڀڳوان وانگر هڪ الوڪڪ چمڪي شڪتي
هئي جا سندس ڪي پاڻ ڏانهن ڇڪي رهي هئي
گوپين واري راس ليلا لڳي پيئي هئي. هر ڪو
پريمي پريم جي هن ساگر ۾ ٽٻي لڳائي آنند وٺو ر
لڳو پيو هوندو هو. سڄو واتاورڻ سرگميه لڳو پيو
هوندو هو.

ڪجهه وقت کان پوء پرم پوڄنيه سوامي جن وٽ
ڪنڀ جي ميلي لاء ڏيڻ پتر آيو. پرمپرا انوسار پرم
پوڄنيه ستگرو مهراج سوامي ٽيئونرام جن جي وقت کان
هن وشال ميلي ۾ پريم پرڪاش منڊل کي الڳ پاندال
ملندو آيو آهي جتي پريم پرڪاشي سنت وڃي
ستسنگ جو ديپ لڳائيندا آهن ۽ ان ڪيتر هلائي
پريمين جي خوب سيوا ڪندا آهن.

سو هي ڏيڻ پائي پرم پوڄنيه سوامي جن پنهنجي
منڊلي وٺي ڪنڀ جي ميلي تي الهه آباد پهچي
ويا. ان وقت ميلي ۾ زبردست برسات پيئي.
سڄي رات برسات پوندي رهي، سڀ سنت تنبن ۾
رهيا پيا هئا. تنبن ۾ پاڻي پرجي ويو. سڄي رات
سنتن پاڻيء ۾ ويهي ڪاٽي.

هن قدرتي قهر جو پرم پوڄنيه سوامي جن جي
تندرستيء تي گهرو اثر پيو. کين تيز بخار آيو.
صبوح ساڻ سنت منڊلي تروينيء ۾ ٽٻي ڏيڻ لاء
تيار ٿي. پرم پوڄنيه سوامي جن به انهن سان گڏ

ٽپي ڏيڻ لاءِ تيار ٿيا. سلطان کين آرام ڪرڻ لاءِ چيو پر سوامي جن پرم شرڌالو هئا ۽ هو سدا آتما ۾ اِستٿ رهندا هئا سو هن شاريرڪ ڪشٽ جي هلڪي ڪاهه پرواهه نه ڪري پوِتر جل ۾ ٽپي ڏني. اُن جو اثر سلطان تندرستيءَ تي پيو. سلطان پير جي هڪ آڱوٺي ۾ ڏکڻي ٿيڻ لڳي. پر هو ته هٺ پوڪي هئا. سو هن ڳالهه جي کين ڪاهه چنتا نه رهي.

پرماتما پهرين پرم پيغمبرن کان پيغمبريءَ جي پريکشا وٺڻ لاءِ ڪالم ڪا سوغات ضرور ڏيندو آهي. ڪن کي پيغمبر شروعات سدامي وانگر دريدر بنائي دائي داڻي لاءِ سڪائي سلطان صبر جي پريکشا ولي ته ڪن کي راوڻ وانگر اپ يش جي اگهه ۾ جلائي خاڪ ڪيو ڇڏي ته ڪن کي پرم پوڪي پيشم پتامهه وانگر تيرن جي سيجا تي سمهاري گهور ڪايا جو ڪشٽ ڏئي. جيڪو پيغمبر هن آکهي پريکشا مان پار پيو سو ئي ڪيس پاڻي جلم مرڻ جي چڪر کان آجو ٿي ٿيو وڃي.

پرم پوجنيه سوامي جن به هن شاريرڪ ڪشٽ کي سلطان سوغات سمجهي گلي لڳايو ۽ صبر ۽ شانتيءَ سان سلطان تي پاڻي تي راضي رهيا ۽ ڪڏهن اف به نه ڪئي. جڏهن ڪير پڇندو هو ته سائين طبيعت ڪيئن آهي ته سدائين مشڪي جواب ڏيندا

هُئا، بلڪل ٺيڪ آهي. ڪڏهن به ڪا شڪايت نه ڪيائون. صبر ۽ شڪر جي ته ساڪيات مورتي هُئا.

صبر شڪر هو مڪر ۾ تنهنجي،
عجب تنهنجي ڀڳتي.
راضي هردم رهين رضا تي،
عجب تنهنجي جڳتي.

هيءَ ڪشٽ جي سوغات ڪٽنب جي مڙني مان وٽي پرم پوجنيه سوامي جن پرسن چت اجمير واري آشرم ۾ ڀي پڌاريا. هنن پنهنجي هن ڪشٽ جي ڪنهن کي لکا پوڻ نه ڏني. نيم سان ستسنگ جو ديهاڙ لڳاتي پريمين کي آنند وٺائيندا رهيا ۽ گڏو گڏ آشرم جي وستار ۽ وڪاس جي ڪاريه کي ڪندا رهيا.

ٿورن ڏينهن کان پوءِ سندن پرم ڀڳت شري ٺاڪرداس آشا پردرس وارو سندن سيوا ۾ حاضر ٿيو. هن ڀڳت کين ڪانپور هلڻ لاءِ عرض ڪيو. تندرستي پوري طرح ٺيڪ نه هئڻ سبب اجمير جي پريمين کين آشرم ۾ رهي آرام ڪرڻ لاءِ وينتي ڪئي. پر هن پرم ڀڳت جي وينتي کي پرم پوجنيه سوامي جن ٽاري نه سگهيا. اُن ڏينهن شام جو ستسنگ ۾ هي ڀڄن پڌائي پنهنجو درد نشچو ظاهر ڪيائون.

( ڀڄن )

ڇو ٿيون مونکي جهليو مان ٽيڪنديس جوڳياڻي
برهہ جو ٻاڻي پريلديس پيڙ

1. لکيو ليکہ پوروب جنم جنو
اکر سچاڻي پڙهنديس ٻاڻي
رانــڙي وهاڻــي ---- ڇو ٿيون مونکي جهليو--

2. طعانا اوکن جا طعام ٿي پايان
ڏين ڏهاڻي کين سا کماڻي
وڃان پوساگر مان نہ اڏاڻي -------
ڇو ٿيون مونکي جهليو -- ----

3. آيس آس ڪري ڏيهہ اباڻي
ٻکر ٻراڻي هٿي سا ڏاڏاڻي
ساڻي منهنجي ساٿہ کي سيباڻي -----
ڇو ٿيون مونکي جهليو -------

4. کهتا تيئون رت ٿي رڻان مان
عيبن هاڻي ليئون تي نماڻي
وڻان در گرن جي نہ وڪاڻي -----
ڇو ٿيون مونکي جهليو -----

ڀڄن پورو ڪري ڀريمين کي چياڻون تہ ڀائي
ٺاڪرداس اسان جو پيارو پريمي ڪالپور مان ڪاهي
اسان کي سڪ سان ولط آيو آهــي سو اسين کيس
... ڪنداسين . سنت تہ صرف ڀاؤ جا بکيا

ٿيندا آهن. اهي پريمين جي پريم جي ڏوريءَ ۾
ٻڌا پيا آهن. انڪري اسين ڪانپور ضرور ويندا سين.
انهيءَ ڪري اسان کي اصل نه جهليو ٻالڪ پيار سان
موڪل ڏيو ته وري جلدي اچي ستگرن جي چرنن ۾
سيوا ڪريون. ٺاڪرداس پرم پوڄنيه سوامي جن جو
هي اعلان ٻڌي خوشيءَ وچان ڪڇڻ ۾ نه پيا
سمائجن. سڀڏن چرن پڪڙي سڀڏن چرنن تي
سر رکي وارون وار وندنا ڪري چوڻ لڳو ته
سائين توهان شرڻاڳت جي لڄ رکي آهي. توهان
اسان جو هي عرض اونائي اسان تي وڏي ڪرپا
ڪئي آهي. اسين جنم جنمانتر توهان جا ٿورائتا
آهيون. توهان جي چرنن جا داس آهيون.

ٻئي ڏينهن صبوح جو پرم پوڄنيه سوامي جن
ڀائي ٺاڪرداس سان گڏ ڪانپور لاءِ روانا ٿيا. اجمير
مان روانو ٿيڻ کان اڳ ڀائي ٺاڪرداس پرم پوڄنيه
سوامي جن جي ڪانپور پڌارڻ جو سماچار موڪلي
ڏنو هو. سو اسٽيشن تي پرم پوڄنيه سوامي جن جو
سواڳت ڪرڻ لاءِ پريمين جو ساگر اُٿلي پيو هو.
سڀ پريمي هٿن ۾ گلن جا هار کڻي اکيون وڇائي
ٽرين جو بي صبريءَ سان انتظار ڪري رهيا هئا.
اُتان جا ماڻهو عجب ۾ پئجي پريمين کان پڇڻ لڳا
ته اڄ اسٽيشن تي ايڏي ڀيڙ ڇو آهي؟ ڪهڙو وي.
آءِ. پي. اچڻو آهي. پرم پوڄنيه سوامي جن جي

ڪانپور اسٽيشن تي پدارجڻ تي سڀ وانا ورڻ سندن جئہ جئڪار سان گونجي ويو. پريمي سندن درشن ڪرڻ لاء چارون طرف امڙي پيا. هرڪو پريمي هڪ ٻه شردا سان کين گلن جا هار پائي خوشي ۾ ڦوليو نه پئي سمايو. اسٽيشن ڪان ولي پائي پرشوتم داس جي گهر تائين سڀ رستو گلن سان ائين ڇانيو پيو هو جڻ ته پڪيئجي پرم پوجيہ ستگرو مهراج جي سواگت ۾ گلن جا غاليچا وڇايا ويا آهن. رستي جي ٻنهي طرفن کان پريمي پرم پوجيہ سوامي جن جي جئہ جئڪار ڪري گلن جي ورکا ڪري رهيا هئا.

پائي پرشوتم داس جي سڄي پريوار سندن خوب سواگت ڪري سندن شيوا ڪئي. پرم پوجيہ سوامي جن هلن جي پريم وش ٿي ڪانپور ۾ پورا ويهه ڏينهن رهيا. هتي رهي هر روز شام جو ستسنگ جو ديپاڻ لڳائيندا هئا. ڪانپور جا پريمي ٻري ٻري ڪان اچي سندن درشن ڪري ستسنگ روپي امرت پي آنند وپور ٿي ويندا هئا. هڪ ڏينهن شام جو نيم انوسار جيئن ستسنگ هلي رهيو هو ان وقت اچانڪ هڪ نوڪر دڪان تان آيو ۽ اچي پائي ناڪرداس کي ڪجهہ ٻڌائين، اها ڳالهہ ٻڌي اُوڙي وقت لاء پائي ناڪرداس گهبرائجي ويو پر جلدي

پنهنجو پاڻ سنڀالي ڌيان سان ستسنگ ٻڌڻ لڳو ۽
دل ۾ چوڻ لڳو تہ هي سڀ ڪجهہ ٺيڪ پر تہ سائين
جن جو آهي سو اُن جي رکشا بہ پاڻ ڪندا ۽ جي
سندن مرضي هوندي تہ پاڻهي سڀ ڪجهہ وڃي هلي.
هن ۾ اسان جو ڇا آهي؟ اسان هيءَ ستسنگ جو
موقعو هٿان ڇو وڃايون. نوڪر ڪجهہ وقت پري
ٿي سندن جواب جو انتظار ڪرڻ لڳو پر هن کي
ستسنگ ۾ لين ٿي ويٺل ڏسي وري پاڻي رتن لال
وٽ ويو ۽ کيس ڪن ۾ ڪجهہ ٻڌايائين. ٿوري وقت
لاءِ پاڻي رتن لال بہ نوڪر جي ڳالهہ ٻڌي وچلت ٿيو
پر پاڻ ئي ٺاڪرداس کي ستسنگ ۾ لين ڏسي پاڻ
بہ سوامي جن جي چرنن ۾ چت لڳائي ويهي رهيو.
ويچارو نوڪر هن جي ڪن لاڏار ڏسي چپ چاپ
واپس دڪان تي هلي ويو.

پرم پوجنيہ سوامي جن تہ جاڻڻ هار هئا
سو پريمين جي پيڙا کي سمجهي ويا ۽ هن دکہ
جي گهڙيءَ ۾ بہ سندن شرڌا ۽ ڀڳتي ڏسي ڪري
کين دلداري ڏيڻ لاءِ هيٺيون درشٽانت ٻڌايون.

درشٽانت:- هڪ ڏينهن جڏهن ڀڳوان وشنو شير
ساگر ۾ شيش ناگ جي شيا تي آرام ڪري رهيا
هئا تہ اُن وقت ڀڳت شرومڻي نارد مني نارائڻ !
نارائڻ ڪندو اچي اُتي پهتو. ڀڳوان وشنوءَ کي

ٿي نظر اچي جو ٿڦڙ لڳڻ کان پوءِ بہ چوي ٿي تہ هي ڀڳوان ! تنهنجي ارپڻ.

نـاردمني مرتيولوڪ مان گهمي اچي وشڻولوڪ ۾ پهتو. ڀڳوان وشڻو ساڳئي نموني پنهنجي آسڻ تي براجمان هئا. پـر سندن ڳل تـي پنج ئي آڱريون چٽيل ڏسي مهيشور اچرج ۾ پئجي ويو تہ ڀڳوان ! اڄ ڪنهن جـي مجال ٿي آهي جـو توهان جي ڳل تي ٿڦڙ هڻي هيءَ ڏيل ڪري ڇڏيو آهـي. ڀڳوان وشڻو مسڪرائـي جواب ڏنو تہ هي ڪرپـا ڪنهن منهنجي پـرم ڀڳت ڪئي آهي. تنهن تي ناردمني غصي ۾ اچي چوڻ لڳو تہ هي ڪهڙو اگياني ڀڳت آهي جنهن هيءَ غستاخي ڪئي آهي. ڀڳوان وري بہ رهسمئہ ڍنگ سان ڏانهنس نهاريندي چيو تہ مهيشور اِنهيءَ ڳالهہ جـي مـونکان وڌيڪ توکي سڌ آهي.

ناردمني دين من ٿـي ڀڳوان کي وينتي ڪري چيو تـہ ڀڳوان هن طرح سان تـوهين پروليون نہ ٻجهايـو. صاف صاف ڪري ٻڌايو تـہ هي دساهس ڪهڙي مورک ڪيو آهـي. تنهن تـي ڀڳوان وشڻو کيس چوڻ لڳو تہ مهيشور هـي ڪرپا توهان ئـي مونتي ڪئي آهي. نـاردمني منجهي پيو تـہ ڀڳوان هي ڇا چئي رهيو آهي. مان تہ هت هوس ئي ڪونہ

ٻڌو مون ڀڳوان کي ٽيڙ ڪيئن هڻئين ٿولدي. ڀڳوان
هن طرح سان نارد مليءَ کي وسيع ۾ ٻڌندو ٿسي
سڀي واردات ڪيس ڪولي سمجهائي ته مانيشور ٿوءِ
منهنجي ٻيڙي ڀڳتي اتني ٻور ملوليجي ڏيان ۾
مگن رهي هر وقت اهو چئي رهي آهي ته هي ڀڳوان
منهنجي ارپڻ. جڏهن وقت غصي ۾ اچي تو هن کي
ٽيڙ هڻئين ان وقت ٽيڙ لڳندي ئي هن چيو ته هي
ڀڳوان ٻنهنجي ارپڻ. نه هن ٽيڙ ٻه مونکي ئي
ارپڻ ڪري ڇڏي. ان ڪري اها منهنجي هٿيل ٽيڙ
هن کي نه لڳي ڪانه ٻر اچي مونکي لڳي.

اهڙي نموني جيڪي ڀڳت هر وقت ڀڳوان جي
ڀڳتيءَ ۾ يا ٻنهنجي ستگرو مهراج جي ڌيان ۾
رتا رهن ٿا ته انهن جا ڪشٽ هو ٻاڻ ئي جهيلين ٿا.

اڃا ٻرم ٻوجليه سوامي جن هي درشٽانت پورو
ئي مس ڪيو ته ساڳيو نوڪر ڪلدو ڪڏندو آيو ۽
ڀائي ٺاڪرداس کي چيائين ته سائين ڀڳوان جي
ڪرپا سان هيءَ اوکي گهڙي ٽري ويئي.

ڀائي ٺاڪرداس ٻرم ٻوجليه سوامي جن کي وينتي
ڪري چيو ته سائين اڄ توهان اسان جي مٿان ڪجهي
ڪرپا ڪري اسان کي وڏي مصيبت کان ٻچائي
ڇڏيو. [illegible] قت توهان جو ستسنگ هلي رهيو هو
ا [illegible]
هي دڪان تي انڪم ٽئڪس جي

رڳي پئي هئي. پر اسين سڀ اُن وقت توهان جي
چرڻن ۾ ويٺا هئاسين دل ۾ سوچيوسين ته ستگرو
مهراج جن جي شرڻ وٺڻ کان پوءِ اسان جو وار به
ونگو ناهي ٿيو. توهان ڄاڻي ڄاڻڻ هار آهيو.
رڌيءَ سڌيءَ جا مالڪ آهيو. توهان اهڙي ته سگهاري
ڪئي جو هنن کي ڪجهه به نه مليو ۽ سڀ آکيسر
چپ چاپ موٽي ويا.

پرم پوڄنيه سوامي جن سڌن گرو ڀڳتي ۽ اٽوٽ
وشواس ڏسي کين آشيرواد ڏني ته توهان هميشهه
اهڙي نموني پرماتما جو ڌيان ڪندا رهندا ۽ پرماتما
توهان جا ڪارج پنهنجو پاڻ ڪندا رهندا. اها
آشيرواد ڏيئي پريمين کي هي ڀڄن ٻڌايائون.

ڀڄن

هري شل هميشهه سچو ڌيان ڏئي تون
سدا شانت وارو سچو گيان ڏئي تون......

1. رهي تات تنهنجي ڏينهن رات دل ۾
سچي نام پنهنجي جو نيشان ڏئي تون......

2. پسون پريو تنهنجي ته صورت سدائين
سچي پريم وارو سو پروان ڏئي تون ......

3. سدا شام تنهنجي رهي پياس پريو
اسانکي ته ايشور اهو دان ڏئي تون ......

4. رهي ماڌو هري نام تنهن جو
سچو پريم پنهنجو ته پڳوان ڏئي تون ......

ڪانپور ۾ رهندي جڏهن لکنوءَ جي پريمين کي پرم پوجيه سوامي جن جي پڌارڻ جي خبر پيئي تڏهن اچي پريمي سندن چرڻن ۾ حاضر ٿيا ۽ ڪين نماڻي ويلتي ڪري چيائون ته سائين لکنوءَ جا پريمي پڻ توهان جي درشن جا پياسا آهن. ڪرپا ڪري اتي پنهنجا چرن گهمائي هلي ڪين آشيرواد ڏيو. پرم پوجيه سوامي جن سندن سڪ ۽ شرڌا ڏسي ڪجهه ڏينهن لاءِ لکنو ويا ۽ اتي جي پريمين کي ستسنگ روپي امرت پياري ڪين چيتي آيا ته هر چنڇر تي سڀ ملي ڪري ستگرو مهراج جن جي آرتي ڪري ڏوڏو چنٽي ورهائي پرماتما جو نيم سان پڙهن ڪندا رهو.

لکنو مان موٽي پرم پوجيه سوامي جن ڪجهه ڏينهن ڪانپور ۾ رهيا. هتي سيٺ پرشوتم داس جي سپاتر پڻ پرم پوجيه سوامي جن جي خوب سڪ ۽ شرڌا سان شيوا ڪئي. پرم پوجيه سوامي جن سندن شيوا تي ڏاڍو پرسن ٿيا ۽ ڪين خوب آشيرواد ڏيئي موڪلائي اجمير لاءِ روانا ٿيا جو ڪين پشڪر ۾ ستگرو مهراج جي آشرم جوڙائڻ جي اون هئي.

ڪانپور مان موٽڻ کان پوءِ پرم پوجيه سوامي جن جي پشڪر راج واري آشرم جي نرماڻ ۾ لڳي

ويا. رامائڻ پردرشنيءَ جو حال تيار ٿي چڪو هو. پرم پوڄنيم سوامي جن رامائڻ پردرشنيءَ کي اهڙو ته سندر ۽ آڪرشڪ بڻائڻ ٿي چاهيو جو هر ڪو ياتري اُن کي ڏسي مريادا پرشوتم ڀڳوان شري رام جو درشن ڪري رامائڻ جو سمپورڻ گيان پراپت ڪري سگهي.

پرم پوڄنيم سوامي جن چوندا هئا ته رامائڻ اسان جي سماجڪ جيون جو آدرش آهي. رامائڻ جي سکيائن کي گرهڻ ڪرڻ سان اسان جو جيون سکي ۽ آنند ميم ٿي سگهي ٿو. رامائڻ سرڳ جي سيڙهيءَ سمان آهي. سڀني پراڻن ۾ رامائڻ گنگا جل سمان پوتر آهي.

اِنهيءَ ڪري اهڙي پاون من ڀاوَن گرنٿ کي سهڻي ۽ سولي طرح پيش ڪرڻ لاءِ پرم پوڄنيم سوامي جن ٻال ڪانڊ مان شري رام جي جنم، ٻال ڪريڙا ۽ وواهه جا مکيه پنج پرسنگ چونڊيا. اهڙي نموني ايوڌيا ڪانڊ مان پتاجي آگيا سان بنواس جا، ارڻيم ڪانڊ ۽ ڪشڪندا ڪانڊ ۾ سگريو جي شرڻ اچڻ جا، سندر ڪانڊ مان شري مهاوير جي لنڪا جلائڻ ۽ ماتا جانڪيءَ جي درشن جا ۽ لنڪا ڪانڊ ۾ راوڻ ود جا ۽ اُتر ڪانڊ مان شري رام جي راڄ تلڪ جا پنج پنج سکياداٸڪ ۽ منوهر پرسنگ چونڊيا.

اُنهن جي آڌار تي سنگمرمر جون سندر مورتيون
ٺهرايائون. اهي سڀ هن پردرشنيءَ هال ۾ چارن
طرف ڀتين تي لڳرايائون. هنن تصويرن لڳڻ
سان سڄو هال ڀڪڻ لڳو. سمپورڻ رامائڻ جا
درشن ٿي رهيا هئا. هي سندر سڀئي مورتيون جڻ
ته موڪ ڀاشا ۾ شري رام جي ڪٿا چئي رهيون
هيون. سڄو واتاورڻ ٿي رام مير ٿي ويو. هر ڪو
ياتري هي مورتيون ڏسي شري رام جي مهما
سمجهي ويندو آهي. هر هڪ تصوير جي هيٺان
ٽوڙي ۾ اُنهن جو ورڻ پڻ لکرايائون جنهن پڙهي
پڙهي ڪري چڱي طرح سمجهي سگهن. رام ڀڳتن
لاءِ هر تصوير مٿان اُن سان لاڳاپو رکندڙ رامائڻ مان
چونڊيل سندر چوپايون لکرايائون جنهن اهي ڀڳت
رام رس ۾ آنند وڀور ٿي شري رام ۾ لين ٿي وڃن.

اهڙي نموني رامائڻ پردرشنيءَ ۾ هر طرح جي
جگياسوءَ لاءِ سامگري موجود آهي. جيڪي صرف
شري رام ليلا جو درشن ڪرڻ چاهين ٿا اهي هنن
سندر تصويرن کي ڏسي پنهنجيون اکيون ٺنڊيون
ڪري سگهن ٿا. جيڪي جگياسو رامائڻ جو سوکيم
گيان پراپت ڪرڻ چاهين ٿا سي ورڻ پڙهي اُن
کي هندائي جيون سڦل بڻائي سگهن ٿا ۽ جيڪي
ڻ روپي سڪم جي ساگر ۾ گهري ٽٻي لڳائي

موٽي ماڻهن ٿا چاهين سي لکيل سندر چوپايون پڙهي شري رام پراين ٿي سگهن ٿا.

راماڻ پردرشني تيار ٿي وڃڻ کان پوءِ پرم پوجيہ سوامي جن جي دل ۾ ستگرو مهراج سوامي ٽيئونرام جن جي وشال ۽ بلند نهج مندر ٺهرائڻ جي اڀلاشا هئي. هنن چاهيو ٿي تہ هيءُ منهنجي ستگرن جو مندر، تاج محل وانگر سندر ۽ انوکو ٿئي. انهيءَ پويہ مندر ٺاهڻ لاءِ خوب ڌن جي ضرورت هئي. هر وقت اُن عاليشان مندر جي تصوير سندن دل ۾ هوندي هئي. بس رڳو دير هئي هن وقت پاماشاهہ جي پرگهٽ ٿيڻ جي.

هڪ ڏينهن پرم پوجيہ سوامي جن دهلي گيٽ واري سوامي بسنترام جن جي مندر تي ستگرو مهراج سوامي ٽيئونرام جن جي جينتي اُتسو تي ويل هئا. ستگرو مهراج جن جو جينتي اُتسو هر سال ملهائڻ جو اڌڪار سوامي بسنترام مهراج جن کي مليل هو ۽ ورسي اُتسو ملهائڻ جو اڌڪار پرم پوجيہ سوامي جن کي مليل هو. پرم پوجيہ سوامي جن تہ مريادا جا ڌڻي هئا سو هر سال نيم سان سڀ ڏينهن هن جينتي اُتسو ۾ اچي پاڱہ وٺندا هئا.

جيئن اُن اُتسو تان موٽي رهيا هئا تہ اُن وقت شري پڳوانداس مياڻي شري گاگنداس سان گڏ

اجي سندن چرڻ وندا ڪئي . پرم پوجنيه سوامي جن کين خوب آشيرواد ڏني ۽ آشرم جي هلائڻ لاءِ چيو. شري ڀڳوانداس مياڻي ته پرم پوجنيه سوامي جن جو شردالو ڀرم ڀڳت هو سو يڪدم آشرم جي هلائڻ لاءِ راضي ٿي ويو. ۽ شري گاگنداس چيو تہ اسان جون تہ ٽڪيٽون رڪ آهن سو اسين آشرم کي ڪيئن هلنداسين . تنهن کي شري مياڻي ڪيس ٻڌايو تہ پرم پوجنيه سوامي جن مهلجا ستگرو مهراج آهن . هون حيدرآباد سنڌ ۾ پرم پوجنيه سوامي جن کان پوجنيه پتا صاحب جي آگيا سان نام ورتي پهلجو گرو سوپڪار ڪيو هو . هندستان پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ گهڻي عرصي کان پوءِ اڄ ٻاڪن سان سندن سڳورو درشن ٿيو آهي .

پرم پوجنيه پتا صاحب جن بہ پرم پوجنيه سوامي جن کي پهنجو ستگرو ڪري نسام ورتو هو . پوجنيه پتا صاحب مونکي نوڪري ملڻ لاءِ آشيرواد وٺڻ لاءِ پرم پوجنيه سوامي جن وٽ وٺي ويا هئا پر پرم پوجنيه سوامي جن آگيا ڪئي تہ توهين واپاري آهيو سو واپار ڪري خوب ڌن ڪمايو . ستگرو مهراج جن توهان جو پاڪه پاپرو ڪندو . نوڪريءَ ۾ ڇا رکيو آهي . آگيا ست وچن چاڻي سندن ٿي پرپرنا سان ويس ۽ اڄ جيڪي ڪجهہ اسان وٽ آهي

اُهو سڀ سندن آشيرواد سان پراپت ٿيو آهي . اُنهيءَ
ڪري اسين ڪجهه ڏينهن سندن چرڻن ۾ رهي
سندن شيوا ڪرڻ ٿا چاهيون .

پرم پوجنيه سوامي جن هن سڪايل شرڌالو پريميءَ
کي وٺي آشرم تي آيا ڪيس خوب پيار ڏنائون ،
مان سنمان ڏنائون ۽ سدا سدا لاءِ پنهنجي پريم
جي ڏوريءَ ۾ ٻڌي ڇڏيائون . هڪ ڏينهن ڪيس
پشڪر راڄ واري آشرم تي وٺي ويا . هتان ڪي اُهو
اِستان ڏيکاريائون جتي ستگرو مهراج جن ڪنڀ
جي ميلي تان موٽڻ وقت اچي ڌوڻي جڳائي هئي .
اُهو اِستان ڏيکاري ڪيس چيائون ته هن اِستان تي
اسين سنگمرمر جو هڪ بلند ، وشال ۽ تاج محل جهڙو
سندر ستگرو مهراج جن جو دويه مندر ٺهرائڻ ٿا
چاهيون . جيئن ستگرو مهراج جن جو يش سڄي
ڀارت ۾ ڦهلجي وڃي .

اِها ڳالهه ٻڌي شري ڀڳوانداس ميگهاڻي پرم پوجنيه
سوامي جن کي نماڻي وينتي ڪئي ته هن پوتر
شيوا جو موقعو مونکي ڏيڻ جي ڪرپا ڪريو . هن
شيوا لاءِ ڪنهن به پريميءَ کان سهايتا وٺڻ جي
ضرورت ناهي . توهين ڪرپا ڪري هن شڀ ڪاريه
کي ڀلي اڄ ئي آرنڀ ڪرايو . هن شيوا ۾ ڪنهن
به ڪا ڪوتاهي نه ايندي پر اسانجو هڪڙو عرض
اونائڻ جي ڪرپا ڪندا جو هن شيوا ۾ ٻئي ڪنهن

جو به پنسو نه لڳائيندا ۽ اسان جي هن نماڻي شيوا
کي بلڪل ڳجهو رکڻ جي ڪربا ڪندا. جيئن ان
ڳالهه جي ڪنهن کي به سمڪ نه پوي. توهين اسان
جا ستگرو مهراج آهيو، پرماتما سروپ آهيو. هي
جيڪي ڪجهه اسان کي مليو آهي سو سڀ توهان
جي آشيرواد سان مليو آهي ان مان هڪ اوني پوري
پهنجن پوبتر چرنن ۾ چاڙهڻ جي اجازت ڏيو ته
هيءُ جلم سڦلو ٿئي. هيءُ گر دکشنا پهنجي چرنن
۾ ارپڻ ڪرڻ جو موقعو ڏيڻ جي ڪربا ڪريو.

پرم پوجنيه سوامي جن شري ڀڳوانداس مياڻيءَ
جي گر ڀڳتي، شردا ۽ سندن نماڻي شيوا ڀاءُ تي
ڏاڍو پرسن ٿيا ۽ کين خوب آشيرواد ڏناءون ۽ شڀ
مهورت ڏسي هن پڳپرت ڪاريه کي ڪرائڻ جو
وڏي وڏان سان سنڪلپ ڪرائي ڪم شروع ڪرائي
ڇڏيائون. شري ڀڳوانداس مياڻيءَ پهنجي وچن
کي پاڙي ڏنو. هن مهان ڪاريه کي لڳاتار شردا
سان ڪندا رهيا. هو جڏهن به هندستان ۾ ايندا
هئا تڏهن پرم پوجنيه سوامي جن سان گڏ اچي
پشڪر راج تي هن ڪاريه جي پرگتيءَ کي ڏسي
بيحد خوش ٿيندا هئا.

هيءُ پويه ۽ سندر نج مندر تيار ٿيڻ کان پوءِ
پرم پوجنيه سوامي جن مندر جي وچ پرم پوجنيه
— مهراج جن جي بيلل سنگمرمر جي سجيو،

جوتيءَ واري تصوير اِستاپت ڪرائي. هيءَ تصوير اهڙي ته ڪشش ڪندڙ آهي جو هن مان اک ٿي نه ٿي نڪري. ستگرو مهراج جن جي هن سروپ جو درشن ڪري پريمين جي من کي اپار شانتي ملي رهي آهي.

هن سومهڻ ۾ سندر تصوير جي اِستاپنا کان پوءِ پنهي پاسن کان ستگرو مهراج جن جي الڳ الڳ سروپن جون پڻ ونڊيون شاهي ويلل تصويرون پڻ اِستاپت ڪرايائون. جڏهن هي تصويرون اِستاپت ٿي رهيون هيون تڏهن وقت پرم پوجنيه سوامي جن کان پڇيوسين ته هڪ هنڌ ٿي ستگرو مهراج جن جون ٿي تصويرون اِستاپت ڪرائي رهيا آهيو؟ تڏهن ٿي پرم پوجنيه سوامي جن چيو ته اسين چاهيون ٿا ته اسين جتي به وڃون اُتي اسان کي صرف پنهنجي ستگرو مهراج جن جو ٿي درشن ٿئي. اسان جي اندر ۾ اٿئي پڻ صرف ستگرو مهراج جن ٿي وسن ٿا. اسين چاهيون ٿا ته اسان کي هر هنڌ هر دشا ۾ صرف ستگرو مهراج جن جو ٿي درشن ٿئي. ستگرو مهراج جن جي اسان مٿان اسيم ڪرپا آهي. ستگرو مهراج جن جي مهما جو هيءُ سلوڪ چئي اُنهن جي ونڊائي ڪيائون:-

ڪامل ڪرم ڪيو، تڏهن اکيون کليون آيون
ٿي سي پنهنجي پاڻ ۾، سيتل من ٿيو،

سلسو آنھيءَ جو، سو وڃون سڀ ويو،
پاسي ڪين پيو، ساهي چئي سروپ ري.

ستگرو موراج جن جون هي سندر تصويرون اسٿاپت ڪرائڻ ڪان پوءِ پرم پوڄنيہ سوامي جن ستگرو موراج جن جي جيون ليلا جون ونديون سندر چوويهہ تصويرون نورائي مکيہ نج مندر ۾ چارون طرف لڳارايون ھيئن پريمين کي ستگرو موراج جن جي جيون ليلا ۽ مهما جو گيان ملي سگهي.

پرم پوڄنيہ ستگرو موراج جن جي پردرشني تيار ڪرائڻ ڪان پوءِ پرم پوڄنيہ سوامي جن سوچيو تہ عظيم هال ۾ سناتن ڌرم جي باري ۾ جاڻ ڏيڻ گھرجي جاڪاڻ تہ اسان جا ستگرو موراج سوامي ٽيئونرام جن سناتن ڌرم جا پرچارڪ ۽ رکشڪ هئا. [illegible] عواءِ پرم پوڄنيہ سوامي جن چوندا هئا تہ [illegible] جي اوچ ڪوٺيءَ جي سيتا جا [illegible] سيتا جو سنسار ۾ ڪوبہ ثاني [illegible] جو پاڻي پيتو آهي [illegible] جي رشين منين پويتر [illegible] جي مجنا ڪئي هئي.

[illegible] رتنا خاطر جنهن [illegible] جي سر زمين [illegible] جي رهواسين کي اسان [illegible] حي جاڻ نہ هئي

هو اسان کي اُن عزت ۽ پنهنجائپ جي نظر سان نه ڏسندا هئا جنهن جا اسين اڌڪاري هئاسين. هو اسان جي ڌرم کي پنهنجي ڌرم کان الڳ سمجهندا هئا ڇاڪاڻ ته اسين پاڪستان کان لڏي آيا هئاسين.

اِنهيءَ ڪري پرم پوجنيه سوامي جن سوچيو ته هن مهان آشرم ۾ سناتن ڌرم جي مهان گرنٿن جهڙوڪ رامائڻ، شريمد ڀاڳوت، شريمد ڀڳوت گيتا جو گيان اهڙي سندر نموني آڪرشڪ تصويرن ڏوارا ڏنو وڃي جيئن هن آشرم ۾ ايندڙ هر ياتريءَ کي اها ڄاڻ پئجي سگهي ته سنڌي سناتن ڌرم ۾ ڪيترو نه وشواس ڌارڪون.

پرم پوجنيه سوامي جن پرم گياني ۽ ڌرم پرايڻ هئا. هن جي اها منوڪامنا هئي ته جيڪي جگياسو هن آشرم ۾ اچن انهن کي سناتن ڌرم جي گهرائي وشالتا ۽ اڏوٽ وشواس ۽ ايشور جي ستا ۾ وشواس جي باري ۾ گيان ملڻ گهرجي. اوتارواد سناتن ڌرم جو آڌار آهي. شريمد ڀڳوت گيتا ۾ شري ڪرشن ڀڳوان چيو آهي ته —

هي ڀارت! جڏهن جڏهن ڌرم جي هاڃي ٿئي ٿي ۽ اڌرم وڌي وڃي ٿو تڏهن مان پنهنجي سروپ کي رچيان ٿو. يعني ساڪار روپ ۾ پرگهٽ ٿيان ٿو. ساڌو پرشن ۽

ڪرڻ لاءِ ۽ پاپ ڪرم ڪرڻ وارن جي ناس
ڪرڻ لاءِ ۽ ڌرم جي چڱيءَ طرح سان استاپنا
ڪرڻ لاءِ مان يگ يگ ۾ پرگهٽ ٿيان ٿو.

انهيءَ ڪري پرم پوڄيہ سوامي جن هن نئين مندر جي هال ۾ چوويهن اوتارن جي استاپنا تمام سهڻي نموني ۾ ڪرائي، چوويهن اوتارن جون سندر سجيون سنگمرمر جون تصويرون ٺهرائي هن هال جي پٺين ڀت تي اهڙي نموني لڳايائون جيئن جيڪو جگياسو هن هال ۾ گهڙي، ان جي نظر هنن سندر تصويرن تي ضرور پوي. تصويرون اهڙيون ته سندر ۽ دلڪش آهن جو جگياسن جي ان مان اک ئي نه ٿي نڪري.

انهن تصويرن جي پرسان اندر ڏنشي ونگن ۾ انهن اوتارن جي باري ۾ تمام بهوموليہ جاڻڪاري لکارايائون جنهن جي ڪري تمام ڏوڙن جگياسن کي جاڻ هوندي. انهيءَ جاڻڪاريءَ ۾ مکيہ روپ سان اهو گيان ڏنو ويو آهي ته ڀڳوان اوتار ڇو ورتو آهي يعني ڪهڙي ڪارڻ اوتار ورتو آهي، ڀڳوان اوتار ڪهڙي روپ ۾ ڌارڻ ڪيو آهي ۽ اوتار ڌارڻ ڪري پرماتما ڌرم جي رکيا ڪهڙي نموني ڪئي آهي.

هنن اوتارن جو درشن ڪري ۽ انهن جو هي وورڻ پڙهي هر ڪنهن جگياسوءَ جي من ۾ ايشوري ستا ۾ ۽ ڌرم جي وجيہ ۾ اوشيہ وشواس جاڳندو.

اِهو وورڻ هن ريت آهي.

1. شري سنڪاد اوتار :- سرشٽيءَ جي شروعات ۾ ڀڳوان سنڪ سنندن، سناتن ۽ سنتڪمار جي روپ ۾ اوتار ڌارڻ ڪري برهما جي ڪارڻ ٻهرين ڪاپ ۾ ڀليل آتم گيان جو وشين کي اُپديش ڏنو جنهن ڪري اُهي يڪدم پنهنجي هردي ۾ اُن پرم تتوَ جو ساڪياتڪار ڪيو.

2. شري وراهه اوتار :- اننت ڀڳوان برهما - جل ۾ مگن پرٿويءَ جو اُڌار ڪرڻ لاءِ سمست يگيه مئه وراهه شرير ڌارڻ ڪري آدي دئتيه هرڻاڪشيه سان جل ۾ يڌ ڪئي ۽ پنهنجن ڏندن سان اُن جا ٽڪرا ٽڪرا ڪري پرٿويءَ جو اُڌار ڪيو.

3. شري يگيه اوتار :- سوايمڀو منوءَ جي پتريءَ جي ڪوک مان آدي پرش شري ڀڳوان اوتار ورتو. اُن جي يگيه جي نالي سان ڪياتي ٿي. اُهن يگيه آرنڀ ڪيو. اُن سان ديوتائن جي شڪتي وڌي ۽ اُن سان سمپورڻ پرٿوي شڪتيشالي ٿي.

4. شري هيگريو اوتار :- برهما جيءَ جڏهن ...يءَ سرشٽيءَ جي شروعات ۾ جنم ورتو تڏهن هو ...دن جو گيان ڀلجي ويو هو. هن ڀڳوان کي ...ضي ڪرڻ لاءِ يگيه پرارنڀ ڪيو. هن يگيه ۾ ...گريو جي روپ ۾ ڀڳوان پرڪٽ ٿيو. اُهن جي

ٿي ناسڪا مان شواس جي روپ ۾ ويد واڻي پرگهٽ ٿي.

5. شري ڌرو اوتار :— راجا اتانپاد جي پنجن سالن جي ٻالڪ ڌرو پنهنجي مائٽيلي ماءُ جي طانن جي تيرن دئاران اپمانت ٿي هن ننڍيءَ عمر ۾ گهور تپسيا ڪئي. هن جي گهور تپسيا سان خوش ٿي ڪيس درشن ڏيئي ڌرو پد پردان ڪيو.

6. شري ڪپل اوتار :— ديوهوتيءَ جي گرڀ مان جنم وٺي ڪپل اوتار ڌارڻ ڪري پنهنجي ماتا کي آتم گيان جو اپديش ڏنو، جنهن سان هوءَ انهيءَ جنم ۾ پنهنجي من جي سمپورڻ مٿل کي ڌوئي ڀڳوان ڪپل جي سروپ ۾ لين ٿي ويئي.

7. شري دتاتريه اوتار :— مهرشي اتريءَ جي منوڪامنا پورڻ ڪرڻ لاءِ ڀڳوان شري دتاتريه جي روپ ۾ اوتار ورتو. انهن کان راجا يدو ۽ سهسترا رجن وغيره راجائن يوگ جي گوڄ ۽ موکش پائڻ جون سڌيون پرايت ڪيون.

8. شري رشڀديو اوتار :— سديويءَ جي گرڀ مان ڀڳوان رشڀديو جي روپ ۾ اوتار ورتو. هن سيم دئاران سمدرشا روپ ۾ آچرڻ ڪيو. هن اسٿتيءَ کي پرمهنس پد چوندا آهن.

9. شري پرٿو اوتار :— رشين جي پرارٿنا ڪرڻ

تـــي ڪمارگ گاهي وين جـــي شري منن ڌاران
پرٿويءَ جي روپ ۾ اوتار ڌارڻ ڪري اُن کي ڌرڪن
ڪان ٽـاري پرٿويءَ کي گانءِ ٻڌائـــي جڳهه جي اُڌار
لاءِ اوشڌين جو دوهن ڪيو.

10. شري متسيه اوتار:ـــ منو سنيه ورت متسيه
جي روپ ۾ اوتار ڌارڻ ڪري سڀني جيو ڌارين جو
سهارو ٻڌجي پرليه جي ڀيانڪر جل ۾ برهما جي مکه
مان ڪريل ويدن کي ڪڍي اُن ۾ وهار ڪيو.

11. شري ڪڇپ اوتـار:ـــ ديو ۽ دانو جڏهن
امرت پراپت ڪرڻ لاءِ سمدر منٿن ڪري رهيا هئا
تڏهن ڀڳوان ڪڇپ اوتار ڌارڻ ڪري پنهنجي پٺيءَ
تي مندراچل پربت کي ڌارڻ ڪيو هو.

12 شري ڌنونتري اوتار:ـــ سمدر منٿن جـــي
انت ۾ ڀڳوان خـود کير ساگر مـــان امرت ڪلش لاءِ
ڌنونتريءَ جي روپ ۾ اوتار وٺي پرگهٽ ٿيو. اُنهن
ئي سنسار ۾ آيرويد جو شڀ آرنڀ ڪيو.

13. شري موهني اوتـار:ـــ دئيتن کي موهت
ڪري، منٿن دئاران پراپت امرت ديوتائن کي پيارڻ
لاءِ ڀڳوان موهني روپ ڌارڻ ڪيو هو.

14. شري نرسنگهه اوتار:ـــ ڀڳت پرهلاد جـــي
رکشا ڪرڻ لاءِ ڀڳوان ٿڌل ٿنڀي مان اڌڀت نرسنگهه
اوتار ڌارڻ ڪري دئيت هرڻياڪشيپ جـــي ڇاتيءَ

پرٿويءَ کي ڪٽرين ڪان ڪالي ڪري ڇڏيو.

20. شري رام اوتار: — ترينا يگ ۾ مريادا پرشوتم شري رام راجا دشرٿ جي سپتر جي روپ ۾ اوتار ورتو. آهليا، ڪيوٽ، شبري ۽ جٽايو وغيره جو اڌار ڪيو. راڪشش راڄ راوڻ ۽ ٻين راڪششن کي ماري ديوتائن ۽ رشين کي ڀيہ مڪت ڪري ڇڏيو.

21. شري وياس اوتار: — دواپر جي انت ۾ ويدن جو چوٿون وڀاڳ ڪرڻ واري، پراڻن جي رچيتا اوڪور شڪتي سمپن ڀڳوان ويد وياس مهرشي پاراشر جي پٽ جي روپ ۾ پرٿويءَ تي اوتار ورتو.

22. شري ڪرشڻ اوتار: — دواپر ۾ دئيتن جي انيتي ۽ اتياچار سان پيڙت ڌرتي جڏهن دک سان وياڪل ٿي ويئي، تڏهن ديوڪيءَ جي گرڀ مان اوتار وٺي ڪنس جهڙن دئيتن کي نرمول ڪري ڌرتيءَ تي ڌرم جي استاپنا ڪئي.

23. شري ٻڌ اوتار: — وکيات ٻڌ ڌرم جو باني وجهندڙ مهاراجا سڌوڌن جي يشسوي پتر گوتم ٻڌ جي روپ ۾ ڀڳوان جنم ورتو. سنياسيءَ جي روپ ۾ اهنسا پرمو ڌرم جو پرچار ڪري ٺراوڪيءَ جو منگل ڪيو.

24. شري ڪلڪي اوتار: — ڪليگ جي انت ۾ جڏهن پاکنڊ، اتياچار سان ڌرتي دکي ٿيڻ لڳندي

جي اِها دلي تمنا هئي تہ هرهڪ اڌياءَ تي هڪ اهڙ
چٽر ٺهرائجي جيئن جگياسو اُن چٽر کـي ڏسي
اُن اڌياءَ جو سار ۽ ڀاو سمجهي سگهي .
اهڙي نموني هن مهان گرنٿ جي سار ۽ سنديش
ي جن جن ۾ پهچائڻ لاءِ پـرم پوجنيہ سوامي جن
مـول سنسڪرت ۾ سلوڪ، هنديءَ ۾ هرهڪ اڌياءَ جو
سار ۽ هر اڌيـاءَ کي کولـي سمجهائڻ لاءِ اُن سان
واسطو رکندڙ چٽر ٺهرائڻ جي رٿا رٿي .
گيتا پردرشنيءَ جي دئار جي پرسان سهڻن وڏن
اکرن ۾ سمپورڻ گيتا جو سار پڻ اڪرايائون جيئن
جگياسو اِهو پـڙهي سڀ ڪجهہ پرماتما جي چرنن ۾
آرپڻ ڪري پرم آنند پراپت ڪري سگهن . اُهو سار
هن ريت آهي —

## گيتا — سار

اجائي چنتا ڇو ٿو ڪرين ؟ ڪنهن کان اجايو ڇو
ڊڄين ٿو ؟ توکي ڪير ٿو ماري سگهي ؟ آتما نہ پيدا
ٿيندي آهي نہ مرندي آهي .
جيڪو ٿيو سو سٺو ٿيو ، جيڪي ٿي رهيو آهي اُهو
و ٿي رهيو آهـي . جيڪو ٿيندو اُهو بہ سٺو ٿـي
و . تون گذريل جو پڇتاءُ نـہ ڪر . ايندڙ جـي
نہ ڪر . هي وقت تہ هلي رهيو آهي .
هنجو ڇا ويو آهـي جـو روئين ٿو ؟ تو ڇا آندو
جـو تو وڃائـي ڇڏيو ؟ تو ڇا پيدا ڪيو جو

جيڪو ڪجهه ٿـو ن ڪرين ٿـو، اهو ڀڳوان کي
ارپڻ ڪندو هل. اهڙيءَ سان تون سدا جيون مڪت
جي آنند جو آنند ڪندين.

گيتا جـو هيءُ سار لکائڻ کان پـوءِ پرم پوجنيه
سوامي جن چوڻ لڳا تـه گيتا پـرورشيءَ کان پوءِ
اسين هاڻ نون گرهن جي استاپنا ڪرڻ ٿا چاهيون
ڇاڪاڻ ته انسان جي شاسترن موجب گرهن جو تمام
وڏو مهتو آهي. جنم کان وٺي مرتيو تـائين جيڪي
ڪارج ٿين ٿا انهن کي پـورڻ ڪرڻ کان اڳـه نون
گرهن جي پـوڄا ڪئي ويندي آهي. انسان جـي
لاڀ هانيءَ پر گرهن جو وڏو يوگه دان آهي. گرهن
جي دشا راجا مان رنڪ ۽ رنڪ مان راجا بڻايو ڇڏي.
انڪري گرهن جي شانتيءَ لاءِ وڏا وڏا انوشٺان ڪيا
ويندا آهن. انهيءَ ڪري پـرم پـوجنيه سوامي جن
انهن گـرهن لاءِ نئو ڪڪش نوراتڻ جي آگيا ڪئي.

جنهن وقت انهن ڪمرن جي پيڙهه جو پٿر رکي
پوڄا ڪرڻ جي تياري ٿي رهي هئي ان وقت اوچتو
ٻـه موٽرون پـريمين سان ڀرجي اچي آيون. انهن
پريمين ٻڌايو تـه هي پريمي اسپين مان آيل آهن.
ڪنهن ڪم سانگي جئپور پر آيل هئا. اتان ٽئڪسي
ڪري پرم پوجنيه سوامي جن جـو درشن ڪرڻ لاءِ
سڌو آدرش نگر ويا. جتي کين خبر پيئي تـه پرم
پـوجنيه سوامي جن پشڪر راڄ ويل آهن. سو اسين

اسٿاپت ڪرايائون .

ٻاقي نون گرهن جي لاءِ ٽي ڪڪش رکيائون جتي هر هڪ ڪڪش ۾ ٽن ٽن گرهن جون سنگمرمر جون سنڌر ۽ سچيون مورتيون اسٿاپت ڪرايائون .
هر هڪ گرهه جي مورتيءَ مٿان اُن گرهه جي پوري چارٽ ڏنائون جيئن ته گرهه جي نشاني ڪهڙي آهي، اُهو گرهه سوريه کان گهڻو پري آهي، سندس آڪار ۽ رنگ ڪهڙو آهي، اُهو گرهه ڪهڙيءَ راشيءَ جو سوامي آهي، اُن گرهه جو هر هڪ راشيءَ ۾ ڏهراءُ گهڻو آهي . اُن گرهه جو اثر گهٽ ڪرڻ لاءِ اسان کي ڪهڙو رتن پائڻ گهرجي ۽ ڪهڙي ڌاتوءَ جو دان ڪرڻ گهرجي . اُن گرهه جي ڪهڙي گرهه سان مترتا آهي ۽ ڪهڙي گرهه سان شترتا آهي ۽ گرهه جي شانتيءَ لاءِ ڪهڙي منتر جو جاپ ڪرڻ گهرجي ۽ گهڻا دفعا ڪرڻ گهرجي ۽ ڪڏهن ڪرڻ گهرجي.
اِها سڀ چارٽ اِنهيءَ ڪري ڏني ويئي آهي جيئن جگياسو اُن دواران گرهه شانت ڪري انشٽ کي دور ڪري سگهي ۽ شانتيءَ جي زندگي گذاري سگهن. اِهو ٻهو مولهه گيان هن طرح لوڪ ڪلياڻ جي ڀاونا سان پرم پوڄيه سوامي جن ڏنو آهي .

۱. سوريه :— سوريه چوٿين آسمان تي ۽ منڊل جي وچ ۾ اسٿت آهي . آڪرتي گول ۽ رنگ ڳاڙهو آهي ، سنگهه راشيءَ جو سوامي آهي . هي هر هڪ

راشيءَ ۾ هڪ مهنو رهندو آهي. اُن کي خوش ڪرڻ لاءِ
هري ونش پراڻ پڙهڻ گهرجي، رتن ماڻڪ ڌارڻ
ڪرڻ گهرجي ۽ ڏاڏو سون جو دان ڪرڻ گهرجي.
مِتر گره - چندر، منگل ۽ ٻرهسپت ۽ شترو گره —
شني، راهو، ۽ شڪر آهن.

منتر :- هريم جپا ڪسم سنڪاش ڪاشيپيم مهاڌيُتم.
تموُرم سروپا پگهم پرڻتوسمي دواڪرم.
(هن منتر جو جاپ 7000 دفعا اُچار ڪرڻ گهرجي.)

2. چندر :- چندر سوريه کان هڪ لک يوجن پري
سوره ڪلائن سان يڪت آهي. شڪل - اڌ گول ۽
رنگ سفيد آهي. هي ڪرڪ راشيءَ جو سوامي آهي
هي هر هڪ راشيءَ ۾ سوا ٻه ڏينهن رهندو آهي:
اُن کي خوش ڪرڻ لاءِ شِو پوجا ڪرڻ گهرجي. موتي
رتن پائڻ گهرجي ۽ ڏاڏو چانديءَ جو دان شُڀ آهي.
مِتر گره روي ۽ ٻڌ، شترو گره راهو آهي.

3. منگل — منگل سوريه کان ڏهه لک يوجن دور
پهچين آسمان تي استٿت آهي. سندس آڪار تڪنڊو ۽
۽ رنگ ڳاڙهو آهي: هيءَ ورشچڪ ۽ ميش راشين
جو سوامي آهي. هي هر هڪ راشيءَ ۾ ڏيڍ مهنو
رهندو آهي.

اُن کي خوش ڪرڻ لاءِ رُدري جپ ڪرڻ گهرجي
رتن پروال جو ڌارڻ ڪرڻ گهرجي ۽ ڏاڏو سون جو
دان شُڀ آهي. مِتر گره روي، ٻرهسپت ۽ چندر
آهن. شترو گره ٻڌ ۽ راهو آهن.

منتر :- هريم ڏرٽي ڳرڀ سموئم وڏت ڪانتي سمپريم
ڪمارم شانتي هستم تم منگلم پراٿما شيءِم ا
(هن منتر جو جاپ 10,000 دفعا منگل ڪان ڪرڻ گهرجي)

4. ٻڌ گرهه :- ٻڌ سوريه ڪان اٺ لکه يوجن پري ٻئين آسمان تي اِستت آهي. شڪل ڏنش ۽ رنگ ساڻو آهي. هيءَ مٿن ۽ ڪنيا راشين جو سوامي آهي. هيءَ هر هڪ راشيءَ ۾ هڪ مهنو رهندو آهي. اٿر ڪهٽ ڪرڻ لاءِ ڏاڏو ڪنجهي جو دان ڪرڻ گهرجي. رتن پني جو ڌارڻ ڪرڻ شڀ آهي. متر گرهه روي راهو ۽ شڪر، شترو گرهه چندر آهي.

منتر :- هريم ٻريه‌گگا لکا شيامم روپيٽا ٻرتيمم ٻڌم ا
سوميم سوميه گڻو پيتم تم ٻڌم پراٿما ميهم اا
(هن منتر جو جاپ 1000 دفعا ٻڌر ڪان ڪرڻ گهرجي)

5. وِرهسپتي :- وِرهسپتي سوريه ڪان ٻارهن لکه يوجن پري ڇهين آسمان تي اِستت آهي. شڪل اشلدل ۽ رنگ پيلو آهي. هيءَ ڌن ۽ مين راشين جو سوامي آهي. هر هڪ راشيءَ ۾ تيرهن مهنا رهندو آهي اٿر ڪهٽ ڪرڻ لاءِ اماس جو ورت ڪرڻ گهرجي. رتن پکراج جو ڌارڻ ڪرڻ ۽ دان هيري جو شڀ آهي. متر گرهه روي، چندر ۽ منگل، شترو گرهه ٻڌ ۽ شڪر آهن.

منتر :- هريم ديوانام چ رشيڻام چ گروهه ڪانچن سميم ا
ٻڌي پوتم ترلو ڪيشم تم نمامي ورهسپتي اا

(هن منتر جو جاپ 1900 دفعا وهسپت کان ڪرڻ گھرجي

6. شڪر گرهه :- شڪر سوريه کان ڇهه لک ٻوجن دور ٽئين آسمان تي اسٿت آهي. شڪل چتشڪوڻ ۽ رنگ سفيد آهي. هي ٻلا ۽ ورش راشين جو سوامي آهي. هي هر هڪ راشيءَ ۾ هڪ مهنو رهندو آهي.

آٿر گهٽ ڪرڻ لاءِ ڪنو رڪشا ڪرڻ گهرجي. رتن هيري جو ڌارڻ ۽ چانديءَ جو دان شڀ آهي. متر گرهه ٻڌ، راهو ۽ شني. شترو گرهه روي ۽ چندر آهن.

منتر :- هريم همڪلد مرڻالاڀم دئيتيانام پرمم گروم
سروي شاسن پرو ڪارم ڀارگو پرڻماميهم.

(هن منتر جو جاپ 1000 دفعا شڪر کان شروع ڪرڻ گهرجي.)

7. شني گرهه :- شني سوريه کان چوڏهن لک ٻوجن ٻري ستين آسمان تي اسٿت آهي. شڪل ڌنشيه جي ۽ رنگ ڪارو آهي. هي مڪر ۽ ڪنڀ راشين جو سوامي آهي. هي هر هڪ راشيءَ ۾ ٽيهن مهينن تائين رهندو آهي.

آٿر گهٽ ڪرڻ لاءِ مرتيونجيه منتر جو جاپ ڪرڻ گهرجي. رتن نيلم جو ڌارڻ ڪرڻ ۽ ڏاڏو اوهه جو دان شڀ آهي. متر گرهه ٻڌ، راهو ۽ شڪر. شترو گرهه روي، چندر ۽ منگل آهن.

منتر :- ھريم نيلا نجن سما ڀاسم روي پتج يما گرجم ا
ڇايا مارتنڊ سنڀوتم تم نمامي شنيشچرم ||
(ھن منتر جو جاپ 23000 دفعا ڇنڇر کان شروع ڪرڻ گهرجي.

8. راھو گرھ :- راھو سوريہ کان سورھن لکہ يوجن ڏيرتيہ ڪرڻ ۾ اسٿت آھي. شڪل مڪر جي ۽ رنگہ ڪارو آھي. راھو ھر ھڪ راشيءَ ۾ اڙھن مھنا رھندو آھي.

آٿر گهٽ ڪرڻ لاءِ پڄنگہ دان ڪرڻ گهرجي. رتن گوميڌ جو پريوگہ ۽ ڌاتو شيھي جو دان شي آھي. متر گرھ بڌ، شني ۽ شڪر آھن. شترو گرھ روي، چندر ۽ منگل آھن.

منتر :- ھريم ارڌ ڪايم مھا ويريہ چندرا دتيہ ويردنم ا
سنھڪا گڀر سنڀوتم تم راھو پرڻما ميھم ||
(ھن منتر جو جاپ 18000 دفعا وسپت کان شروع ڪرڻ گهرجي).

9. ڪيتو گرھ :- ڪيتو سوريہ کان اڙھن لکہ يوجن پري ۽ وايويہ ڪرڻ ۾ اسٿت آھي. شڪل جھنڊي جي ۽ رنگہ ڪارو آھي. ھيءَ ھر ھڪ راشيءَ ۾ اڙھن مھنا رھندو آھي.

آٿر گهٽ ڪرڻ لاءِ جھنڊو دان ڪرڻ گهرجي. رتن اسنيا جو ڌارڻ ۽ ڌاتو لوھہ جو دان ڪرڻ شي

آهي.

منتر :- هر ٻم ٻلا شپشپ سلڪا شر تارڪا گر مستڪم ا
رۇ درم رو دراٿم ڪم گهورم ٿم ڪٽيم ٻرٽماهيهم ॥

اِن طرح ٿون ڳرهن جي اِستاپنا ڪان پوءِ هي
آشرم جگياسن جي جگياسا جو ڪيندر بڻجي پيو.
پشڪر ۾ اُبل هر هڪ ياتري هتي ڇڪجي اچڻ لڳو؛
هي وشال بلند، تاج محل وانگر سندر آشرم هر
ڪنهن جي ڪشش جو ڪيندر بڻجي پيو ياترين کي
گيان سان گڏ پرم شانتي پراپت ٿيڻ لڳي. اُن جي
خوشبوءِ هاڻي سڄي ڀارت ۾ ڦهلجڻ لڳي.

هن آشرم جي هاڪ ٻڌي هڪ دفعي دادي وسي
ٻانهلجي پريمين جي ٽوليءَ کي جئپور مان بس ۾
وٺي سڌو پشڪر راڄ واري آشرم تي پهتا. دادي
وسي مٺيا واري سنت مورتي آهن جن کي اندرا
بازار ۾ سرڪي جهڙو سندر صاف سٿرو آشرم آهي
جتي هر روز ستسنگ جو ديباڻ لڳندو آهي.

دادي وسي پاڻ سان گڏ ڪاڏي پيٽي جو سامان
پڻ کڻي آيا هئا. پرم پوجنيه سوامي جن هنن کي
چيو ته توهين ٻانهلجي بابل جي گهر آيا آهيو. هيءَ
گهر توهان جو پيڪو گهر آهي. هن گهر تي توهان
جو پورو اڌڪار آهي. اِنهيءَ ڪري هي ڪاڏي پيٽي
مان بلڪل بند رکو. پرم پوجنيه سوامي جن

"اُوکي آهي فقيري، اُوکو فقير سڏائڻ."

اُني ستسنگ جي مَوُج مچائڻ کان پوءِ پرم پوجنيه سوامي جن دادي وسيءَ کان موڪلايو. دادي وسيءَ کين ڪار ۾ وهِي آمراپور دربار وڃڻ لاءِ عرض ڪيو. پرم پوجنيه سوامي جن سندس عرض اونائي جيئن ڪار ۾ وهڻ لڳا تيئن سندن نظر ڪار هلائيندڙ نماڻيءَ تي پيئي. هُنن يڪدم پهنجو پير روڪيو ۽ دادي جن کي چيو تہ اسين ڪار ۾ وهڻ لاءِ مجبور آهيون. اسان کي هيءَ فقيريءَ جو سانگہ نباهڻو آهي. پرم پوجنيه سوامي جن مريادا جا مالڪ هئا. ڪڏهن بہ ڪنهن استريءَ سان ڪار ۾ بہ وهندا هئا سو پنڌ تي پنڌ ڊوڙندا پانچ بتيءَ تائين هليا ويا.

داديءَ وسيءَ پرم پوجنيه سوامي جن سان هيءَ نيڊهن جو ناتو ڏوڙ تائين نبايو. پرم پوجنيه سوامي جن ۾ هڪ چقمقي ڪشش هئي. جيڪو هڪ دفعو سندن شرڻ ۾ ايندو هو اهو سدا سدا جي لاءِ سندن ٿي ويندو هو.

دادي صاحب جن ستگرو مهراج جن جي ميلي تي خاص پرم پوجنيه سوامي جن جي تندرستيءَ جو بچڻ لاءِ پنهنجي ٽولي سميت آدرش نگر واري آشرم تي پڌاريا. جڏهن دادي صاحب جن سندن طبيعت جي باري ۾ پڇيو تنهن وقت مشڪي چيائون تہ اسين بلڪل ٺيڪ آهيون. پرم پوجنيه سوامي جن

صبر ۽ شڪر جا مالڪ هئا. ڪڏهن به ڪا شڪايت نه ڪندا هئا.

اُن کان پوءِ پرم پوجنيه سوامي جن جي جوتي جوت سمائڻ تي پڻ پنهنجي مهباڻي سميت انتم درشن لاءِ دادي وسي جن آشرم تي پڌاريا هئا. اهڙي نموني پنهنجي مهان سنت مورتين هي نينهن جو ناتو توڙ تائين نڀايو.

پشڪر راج ۾ پنهنجي ستگرو مهراج جن جي آشرم جي استاپنا ڪرڻ کان پوءِ پرم پوجنيه سوامي جن ويچار ڪيو ته هاڻي هريدوار ۾ به ستگرو جن جو آشرم جوڙائڻ گهرجي. پرم پوجنيه سوامي جن لاءِ هريدوار جي تيرٿ جو وڏو مهتو هو. هيءُ اهو آستان آهي جتي پرم پوجنيه سوامي جن سنياس ڌارڻ ڪري گيڙو وستر ڌارڻ ڪيا هئا. پويتر گنگا جي ڪناري هرڪي پوڙي تي ستگرو سوامي ٽيئونرام جن پنهنجن سڳورن هٿن سان پرم پوجنيه سوامي جن کي گيڙو وستر ڌارڻ ڪرائي تياڳ ۽ ويراڳ جي جيون شروع ڪرائي ديکشا ڏني هئي.

اهڙي نموني پرم پوجنيه سوامي جن هن ئي آستان تي سنسار تياڳي سنياسي بڻجي پرمارٿ جي راهه ۾ پهريون قدم رکيو هو. هن ئي استان تي ستگرو مهراج سوامي ٽيئونرام جن پنهنجي مهر ميا

سان سندن هردي ۾ گيان جو ديپڪ جڳائي سدا
سدا جي لاءِ سندن راهه روشن ڪري ڇڏي ٿي.
جنهن راهه تي خود هلي لکين جگياسن کي پرم
جو پرڪاش ڏيئي سندن جيون سڦلي بڻائي ٿي.

ان ڪري هريدوار ۾ پرم پوجيه سوامي جن
پنهنجي ستگرو مهراج جن جي ياد ۾ سندن پش
ڦلاٽڻ لاءِ آشرم ٺهرائڻ جو پڪو نشچو ڪيو. پرم
پوجيه سوامي جن جي دل ۾ پنهنجي ستگرو مهراج
جن لاءِ ڪيڏي نه شرڌا ۽ ڀڳتي هئي. هو چوندا
هئا ته ستگرو مهراج جن جي جيتري به مهما ڳائجي
اها ٿوري آهي. بنا ستگر جي هن جيون ۾ انڌڪار
ئي انڌڪار آهي.

جي سؤچندا اُگهن، سورج ڪوٽ ملاءِ
دادو گر گوبند بن تئه پي تمر نه جاءِ

پرم پوجيه سوامي جن سوچيو ته هريدوار
سڀني تيرٿن جو مول آهي. هتي لکين ياتري اچي
هرڪي پوڙيءَ تي پويتر گنگا ۾ ٽٻي لڳائي آتم
شانتي پائين ٿا. ان ڪان سواءِ هي اهو پويتر آستان
آهي جتي ڪنڀ جو مهان ميلو لڳندو آهي جنهن ۾
سڄي ڀارت جا سادو سنياسي ۽ لکين شرڌالو اچي
ٽٻي ڏيندا آهن. هن آستان تي پرم پوجيه سوامي
ـــن خود پنهنجي ستگرو مهراج جن سان ڪنڀ جي
...م آيا هئا، جتي ستگرو مهراج جن پنهنجي

الڳہ ڀنڊال ۾ ان کير ھلائي ساڌو سنتن جي خوب شيوا ڪئي ھئي.

ان کري پرم پوجيہ سوامي جن سوچيو تہ ھن آستان تي ستگرو مھراج جن جو آشرم ٺھرائي سندن سکياڻن جو پرچار ڪري يش ڦھلائي سگھبو. ان پريوجن سان پرم پوجيہ سوامي جن خود ھتي پڌاريا ۽ اھڙي جڳھہ جي تلاش ڪرڻ لڳا جيڪا ھرڪي پوڙيءَ جي ويجھو ھجي جيئن جڳياسو سولائي سان اتي پھچي آنند پائي سگھن. اھو سڀ سوچي اسٽيشن، بس سٽئنڊ ۽ ھرڪي پوڙيءَ جي وچ ۾ تي جيسارام مارڳہ تي گھراتي لاج جي پرسان زمين جو ٽڪرو ورتائون.

ھيءَ آستان وچ شھر ۾ ھئڻ ڪري ھتي پشڪر راج ۽ آدرش نگر وانگر تمام وڏو پلاٽ ملڻ ممڪن نہ ھو. وڏا پلاٽ شھر کان تمام پري ملي رھيا ھئا جتي پريمين کي پھچڻ ۾ تقليف ٿئي ھا. پرم پوجيہ سوامي جن چاھيو ٿي تہ ستگرو مھراج جن جو آشرم اھڙي آستان تي ٺھرائجي جتي پريمي سولائيءَ سان پھچي درشن ڪري سگھن. انھيءَ لاءِ ھي آستان تمام سٺو ۽ بلڪل ٺيڪ ھو.

زمين ملڻ کان پوءِ پرم پوجيہ سوامي جن ھن آشرم جو ڪم شروع ڪرائي ڇڏيو. ڪم جي ھلندي وچ وچ ۾ اجمير اچي اتان جي آشرم جي ۽ پشڪر

راڄ واري آشرم ۾ هلندڙ ڪم جي ديک ريک ڪندا رهندا هئا. هن آشرم ٺهرائڻ ۾ سندن ڪرپا ڀرئي شري ارجن پرڪاش جن خوب سهيوگ ڏنو. آشرم جا ڪمرا انهي راس ٿيا. سندن مدوڪاملا هئي ته پشڪر راڄ واري آشرم جو ڪاريه پورڻ ٿيڻ کان پوءِ هريدوار هلي آئي رهي ستگرو مهراج جن جي مورتيءَ جي استاپنا ڪرائي ان کي پورڻ ڪيو.

پر پشڪر راڄ واري وشال آشرم کي پورڻ ڪرائيندي ڪرائيندي پرم پوڄيه سوامي جي تندرستي اهڙي نه رهي جو هريدوار وڃي اتان جي آشرم کي پورڻ ڪرائي سگهن. پرم پوڄيه سوامي جن جي اهڙي تندرستي ڏسي من ۾ شنڪا ٿي ته هاڻي هريدوار جي آشرم جو ڪم ته اڌورو رهجي ويو هاڻي هن کي ڪير پورو ڪندو؟ جڏهن ڪالهن پڇندا هئاسين تڏهن مشڪي اهو جواب ڏيندا هئا ته منهنجا ستگرو مهراج جن سرو شڪتيوان آهن. هو پنهنجا ڪارج پاڻ اچي پورا ڪندا. ڪرڻ ڪرائڻ وارا ته هو پاڻ ئي آهن اسين ته صرف نمت ماتر آهيون. هي سڀ ڪم سندن ئي پريرنا سان پنهنجو پاڻ ٿيندا. ان ڪري اسان کي اهو غمان ئي نه ڪرڻ گهرجي ته اسان کان سواءِ ڪم ٿيندو ئي ڪ . اهو چئي گرو واڻي مان هڪ درشٽانت

ڏنائون.

درشٽانت :— امرتسر واري دربار تي هر سال گرن جو ميلو لڳندو هو. اُن ميلي تي گهڻيئي سک اچي شيوا ڪندا هئا. هڪ دفعي پاسي واري ڳوٺ مان سنتو سنگهه نالي هڪ سک شيوا ڪرڻ آيو. هن اهڙي ته شردا ۽ لگن سان شيوا ڪئي جو ستگرو مهراج جن هن جي شيوا مان خوش ٿي کيس خوب آشيرواد ڏني. جنهن وقت سنتو سنگهه ستگرن کان موڪلائڻ آيو تنهن وقت ستگرو مهراج جن کيس چيو ته ڀائي ! اسين تنهنجي شيوا تي ڏاڍا خوش ٿيا آهيون. اسانجي مرضي آهي ته ٻه ٽي ڏينهن هتي رهي ڪم ڪي سميئي پوءِ تون وڃ. پر سنتو سنگهه کين جواب ڏنو ته سائين مان مجبور آهيان. منهنجا ٻار ننڍا آهن گهر ۾ ٻيو ڪو ڪم ڪار ڪرڻ وارو ڪونهي. انهيءَ ڪري سڀ بکہ مرندا. هاڻي مان هڪ گهڙي بہ هتي نٿو ترسي سگهان. گرو مهراج جن کيس خوب سمجهائي چيو ته ابا تون هت شيوا ڪر ستگرو تنهنجا ڪارج پاڻيهي ڪندو. پر سنتو سنگهه گهر وڃڻ لاءِ ضد پڪڙي بيٺو. آخر ستگرو مهراج جن لاچار کيس موڪل ڏني. پر وڃڻ وقت کيس هڪ چٺي پاسي واري ڳوٺ جي زميندار کي ڏيڻ لاءِ ڏني. سنتو سنگهه اها چٺي خوشي سان ورتي جو اُهو ڳوٺ ته سندس ڳوٺ جي رستي

ر ني پيو.

سنتو سنگهه چلي ولي سنگرن کان موڪلائي پنهنجي ماڳ ڏانهن روانو ٿيو. رستي تي رڪجي سنگرن واري چلي وڃي زميندار کي ڏنائين. چلي ملندي ئي زميندار پنهنجي پٽن کي گهرائي، هن مهمان جي خوب شيوا ڪرڻ جو حڪم ڏنو. هنن شيوڪن سندس ڪپڙا لاهي عطر ڦليل سان کيس اشنان ڪرايو، نوان ڪپڙا پاتا ۽ کيس گديءَ تي وهاري هن جي خوب شيوا ڪرڻ لڳا. هي ويچارو ڪين خوب آريون نيزاريون ڪرڻ لڳو ته موڪلي موڪل ڏيو ته مان وڃي پنهنجن ٻارن ٻچن ڏي وڃان.

پر هنن هن جي هڪ به نه ٻڌي کيس چيائون ته سنگر ومهراج جن هن چلي ۾ لکيو آهي ته هي چلي آڻيندڙ سکه اسان جو خاص شيوڪ آهي انڪري اسان جو روپ ڄاڻي ان جي خوب شيوا ڪندا ۽ کيس ٻاڻ وٽ ڇهن مهينن تائين روڪي سندس خوب خاطرداري ڪندا. سو توهان کي هتي اسان وٽ ڇهه مهنا رهڻو آهي. اسين گرو مهراج جن جي اڳيا انوسار خوب شيوا ڪنداسين. توهانکي هتي ڪابه تڪليف نه ٿيندي.

زميندار انوساري سنتو سنگهه گهڻئي حيلا هلايا پر هن جي هڪ به نه ٻڌي. لاچار هڪ ڏينهن ڪاوڙ لڳس. هن سمجهيو ته

مهنجي پنيان منهنجا ٻار ٻچا وڳهي مري ويا هوندا.
ڏنڊو ڏاري سڀ چوپٽ ڪري ويو هوندو. سنگرو
مهراج الاجي ڪهڙن ڪرمن جي مونکي سزا ڏني
آهي. هيڏي شيوا خاطري هوندي به سندس من
مٿي اصل نه لڳو. هن کي گهر ٻار جي جهوري اٿئي
پهر اندر ۾ لڳي پئي هئي. ان ڪري ڪيس ڪجهه
به مٺو نه پئي لڳو.

هونئن سندس ڳوٺ وارن جڏهن ٻڌو ته
سنتو سنگهه هيترن ڏينهن کان پوءِ به ميلي تان نه
موٽيو آهي ۽ نڪا سندس ڪا خير خبر آهي سو ڪيس
مئل سمجهي سهسائي ويٺا. هنن سيٺ گڏجي
صلاح ڪئي ته سندس ٻارن کي ڪهڙن ڪم کي
لڳائجي جيئن روزي روٽي ڪمائي سگهن. سندس
وڏو پٽ هوشيار هو سو ڪيس هڪ دڪان ڪرائي
ڏنائون ۽ ننڍي پٽ کي ڪپڙي جي دڪان تي
ويهاريائون. هنن ٻارن جا ڀاڳ زور هئا. وڏي پٽ
جو دڪان خوب هلڻ لڳو. هن اُن مان خوب پئسو
ڪمايو ۽ رهڻ لاءِ وڏي پڪي جڳهه ٺهرائي. سندن
ڏينهن ڦريا سو سڀ ١٢ آنا ۽ پائي لڳا. هو ته اڳي
کان اڳرا ٿي پيا. پيءُ جي هوندي رکو سکو کائي
سادو سودو پائي گذران ڪندا هئا. هاڻ ته هو سکيا
ستابا ٿي پيا. ڪين پنهنجي پيءُ جي ياد به ڪانه
رهي.

هوڏانهن ويچارو سنڌو سنگهه قيد ۾ بند قيدي
وانگر هڪ هڪ ڏينهن ڳڻي ڪاٽيو. آخر سندس وقت
پورو ٿيو. زميندار وڏي مان عزت سان سوڪڙيون
پاڪڙيون ڏيڻي ڪيس ودا ڪيو. هي رستي تي
سوچيندو پيو اچي ته منهنجا ٻار هون ٻڌان ڪاڇي
ڪبي ويا هوندا. الائي سندن ڪهڙو حال ٿيو هوندو.
جيئن ڳوٺ جي ويجهو پهچندو ويو تيئن سندس دل
زور زور سان ڌڪ ڪرڻ لڳي. آخر هو ڳوٺ
۾ پهچي ويو. پنهنجي گهر وٽ پهچي ڏٺائين ته
اتي سندس جهوپڙي بدران محل جهڙي جڳهه لڳي
پيئي هئي. دڄندي دڄندي ڪنهن کان پڇيائين
ته هي ڪنهن جي جاء آهي؟ سندس ڳوٺائي ڪيس
چيو ته ياڻي هي تنهن جي جاء آهي. جڏهن هو
پنهنجن ٻارن سان مليو ته انهن کي ڏسي واڳرو ٿي
ويو. هو سڀ اڳي کان اڳرا لڳا پيا هئا. ڪنهن به
ڪاڻس اهو نه پڇيو ته هو ايترا ڏينهن ڪٿي هو؟
مرڳوئي سندس ٻارن چيس ته بابا! اسين سڀ
تمام خوش آهيون توهين پلي وڃي دربار صاحب
تي رهي ستگرن جي شيوا ڪريو.

هي سڀ ڏسي سندس گهمنڊ چور ٿي ويو.
هن جو سوچيو هئو ته هن کان سواء ٻار بکه مري
ويندا. سڀ ختم ٿي ويندو. اهو گمان ڪافور ٿي

ويس. سڳنو سنگهه چوڻ لڳو ته سڳرو مهراج جن
جي مايا ٻي انت آهي سڀ ڪجهه ڪرڻ ڪرائڻ
وارا هو پاڻ آهن. مهنجي غير حاضريءَ ۾ ٻوڙاڻن
جي من ۾ ويهي مونجهي ٻارن جي پالنا به پاڻ
ڪندي اٿن. هاڻي مونکي فڪر ڪرڻ جي ڪهڙي
ضرورت آهي؟

پرم پوجيه سوامي جن اهو درشٽانت ٻڌائي
پريمين کي چوڻ لڳا ته اسانجا سڳرو مهراج جاڻي
جاڻڻهار آهن. هردوار ۾ آشرم ٺهرائڻ جي اسان جي
ابلاشا اوس پوري ٿيندي. هو ڪنهن پريميءَ جي
دل ۾ ويهي ڪيس هن مهان ڪاريه کي پورو
ڪرائڻ جي ضرور پريرڻا ڏيندا.

پرم پوجيه سوامي جن جي جوتي جوت سماڻ
کان پوءِ سندن ڏسيئن هردوار واري آشرم کي
نئون روپ ڏيڻ لاءِ سوچيو. اُن وقت شري
ٺاڪرداس جيڪو سندن انيه ڀڳت آهي، جنهن جو
پنهنجي سڳرن ۾ اٽوٽ وشواس آهي جنهن پنهن
جي مڪان جو نالو ئي گرو ڪرپا رکيو آهي تنهن
پرم پوجيه سوامي جن جو نالو امر ڪرڻ لاءِ اُتي
آشرم سان گڏ سندن نالي تي ڌرمشالا ٺهرائڻ جي
رٿ رکي. اها رٿ سڀني کي ڏاڍي وڻي ۽ نقشو
پاس ڪرائي يڪدم ڪاريه آرنڀ ڪرايو ويو اُتي

شري ٺاڪرداس خود پاڻ ٻهي پنهنجي ديکه ريکه ۾
اها ڌرمشالا ۽ آشرم ٺهرايو. هن ڌرمشالا ۾ پندرهن
وڏا ڪشادا ڪمرا آهن. هر هڪ ڪمري ۾ ڊبل بيڊ،
ڊريسنگ ٽيبل، وهڻ لاءِ ڪرسي ۽ ڳڏو ڳڏ سنان جاءِ
به آهي جيئن ڀريمين کي پورو پورو آرام ملي ۽
هو آرام پائي ستگرو مهراج جن جا گڻ ڳائين.

پرويش دوار جي ڀرسان ستگرو مهراج جن جو
مندر ٺهرايو ويو آهي جنهن ۾ سنگهاسن تي براجمان
ٿي شاندار مورتون برهما، وشنو ۽ مهيش سمان،
وچ ۾ ستگرو سوامي ٽيئونرام مهراج هڪ پاسي پرم
پوجنيه سوامي ماڌوداس مهراج ۽ ٻئي پاسي پرم
پوجنيه سوامي سروانند مهراج جون مورتون اسٿاپت
ڪرايون ويئون آهن. هي مورتون تمام سهڻيون ۽
سندر آهن جن جو درشن ڪري من کي اپار شانتي
ملي ٿي.

هردوار ۾ هي ڌرمشالا پرم پوجنيه سوامي
ماڌوداس ڌرمشالا جي نالي سان مشهور آهي. بس
اسٽينڊ، اسٽيشن ۽ هرڪي پوڙيءَ جي ڀرسان هئڻ
ڪري ياتري ججهي هتي اچن ٿا ۽ درشن ڪري
آرام پائي ستگرو مهراج جن جو گڻ گان ڪندا رهن
ٿا. اُن طرح هن شرڌالو شيشين ڀنهن جي ستگرو
مهراج جن جو نالو هميشه هميشه لاءِ امر ڪري
ڇڏيو آهي. هن ڌرمشالا ۽ آشرم جي ديکه ريکه جي

ذميداري شري رتنچند ڀاڻ ٻمڀڃي مٿان ڪٽين
آهي جو هو دهلي ۾ رهن ٿا ۽ وقت بہ وقت اُتان
وڃي اُتان جي ديکہ ريکہ ڪري تمام سندر ويوسٿا
ڪري رهيا آهن.

هي سندر ٻي جوڙ مورتون شري ٺاڪرداس ۽
شري مرليڌر ڪرناڻيءَ ٻاڻ ٻمڀڃي ديکہ ريکہ ۾
جئپور جي سٺ هست مورتيڪار ڪان وٺي شردا ۽
لگن سان ويهي ٺهرايون آهن. شري مرليڌر جي
پرم پوجيہ سوامي جن جي الگہ الگہ سروپن جون
سندر مورتون ٺهرائڻ جي وشيش رچي رهي آهي.
اهي سندر مورتون ٺهرائي هنن ديش وديش ۾
موڪليون آهن جيئن پرم پوجيہ سوامي جو درشن
ڀائي پريمي پرسن ٿين.

سرڳي شري پرشوتم داس جن جا ڇهہ ٿي
سپتر شري چيلانند، شري ٺاڪرداس، شري رتنچند،
شري آسنداس (آشا)، شري ٽيڪمداس، شري
راجارام ۽ سندن ڪٽنب پريوار جا سڀ ڀاتي پرم
پوجيہ سوامي جن جي وٺي شردا سان سيوا ڪري
جيون سڦل بڻائي رهيا آهن.

پرم پوجيہ سوامي جن هڪ ڀاسي ٻمڀڃي
ستگرو مهراج جن جي سکيائن جو پرچار ڪري
سندن يش ڦهلائڻ لاءِ آشرم جوڙائي رهيا هئا. ٻئي
ڀاسي مانو سيوا ۽ سماجڪ ڪارين ۾ بہ ٻمڀڃو يوگ

ڏانُ ڏيندا رهيا. سندن دل ۾ ڏين دکين لاءِ ديا ۽ ڪروڻا هئي. پرم پوڄيہ سوامي ڄن چوندا هئا تہ ڏين دکين جي سيوا ئي پرماتما جي سيوا آهي. پرماتما ڏين دکين جي دل ۾ واس ڪري ٿو ڪري، پرماتما کي ڏين پنڌو يعني ڏکين جو سهارو ۽ ديناناٿ يعني ڏکين ۽ ڏکين جو مالڪ چيو ويو آهي. هو چوندا هئا تہ—

خالق منجهہ خلق

خلق منجهہ خالق

پرماتما هر هڪ پراڻيءَ ۾ نواس ڪري ٿو ان ڪري پراڻي ماتر جي سيوا ئي پرماتما جي سيوا آهي. جيڪڏهن توهين ٻين کي ديا ڪندا تہ پربو توهان تي ديا ڪندو. اهو قدرت جو قانون آهي تہ جيڪڏهن توهين ٻين کي سکي ڪندا تہ پرماتما توهان کي سکي ڪندو.

ان ڪري اسان کي من ڪرم ۽ وچن سان ٻين کي سک ڏيڻ گهرجي. ڏکين جي سيوا ڪرڻ سان اسان جو من نرمل ٿئي ٿو ۽ اسان کي اندر جي سچي خوشي حاصل ٿئي ٿي.

اها ڳالهہ کولي سمجهائڻ لاءِ تہ دريدر نارائڻ جي سچي سيوا ئي پرماتما جي سيوا آهي پرم پوڄيہ سوامي جن هڪڙو درشٽانت ٻڌائيندا هئا.

درشٽانت :- هڪ پرماتما جو سچو ڀڳت هو. هو
ويچارو موچڪو ڪم ڪندو هو. جتيون ٺاهيندي
ٺاهيندي هو اُنهيءَ پهر پرماتما جو سمرڻ ڪندو
رهندو هو. هن جو هٿ ڪاج ۾ ۽ من محبوب ڏانهن
رهندو هو. سندس دل ۾ پرماتما کي پسڻ لاءِ تڙپ
هئي. هو چاهيندو هو تہ بس هڪ دفعو پرماتما جو
درشن ٿي وڃي.

پرماتما پنهنجي هن پياري جو ڪرض اونايو.
هڪ ڏينهن ڪيس پرماتما سپني ۾ چيو تہ تون منهنجو
پيارو ڀڳت آهين اسين تنهنجي ڀڳتيءَ ۽ سيوا سان
ڏاڍو خوش ٿيا آهيون. اِن ڪري تنهنجي منوڪامنا
پورڻ ڪرڻ لاءِ سڀاڻي اسين تو وٽ اچي توکي
درشن ڏيئي تنهن جو من پرسن ڪنداسين.

هيءُ سپنو ڏسي هي ڀڳت ڏاڍو خوش ٿيو.
صبوح جو اُٿندي شرط سنان ڪري صاف ڪپڙا
پاتائين سڄي گهر کي ليپو ڏياتائين ۽ پرماتما جي
ويهڻ لاءِ صاف سٿرو آسڻ وڇايائين. ڀڳوان کي ڀوڳ
لڳائڻ لاءِ شردا سان خوب طعام ٺاهيائين. اهڙي
نموني سڄي تياري ڪري دروازي ۾ اکيون وجهي
بيتابيءَ سان پرماتما جي اچڻ جو اِنتظار ڪرڻ
لڳو. سندس لاءِ هي اِنتظار جون گهڙيون ڏاڍيون
وڌي ويئون. هڪ هڪ پل ورهہ سمان ٿي پيو.
اِنتظار ڪندي مٿان اچي ٻن پهرن جو وقت

ٿيو. ايتري ۾ ڪلاڪن ٻه ڪڙڪايو. سوچڻ لڳو آخر
انتظار جون گهڙيون ختم ٿيون ۽ منهنجو محبوب
اچي ويو. سندس دل زور سان ڌڙڪڻ لڳي.
ٺڪندي ٺڪندي دروازو کوليائين. دروازو کولڻ
سان ڏٺائين ته سندس پراڻو دوست جيڪو سالن کان
وڇڙيل هو سو ڦٽيل حال سامهون بيٺو آهي.
کيس پيار سان اندر وٺي آيو ۽ سندس حال چال
پڇيائين. سندس دوست کيس چيو ته پاڻي مونکي
ڏاڍي بک لڳي آهي. مون ٻن ڏينهن کان ڪجهه به
نه کاڌو آهي. انهيءَ ڪري مونکي ڪجهه کائڻ لاءِ
ڏي. اهو ٻڌي ويچارو پشو پيش ۾ پئجي ويو ته ڇا
ڪريان. مون وٽ هن وقت ته صرف ٻچڙن لاءِ تيار
ٿيل سامگري آهي. آخر سوچيائين ته آن مان ڪجهه
هن کي کارائي باقي ٻچڙن لاءِ رکي ڇڏيان.
سو ان مان ٿوري سامگري کڻي پريم سان پنهنجي
دوست اڳيان رکيائين. هو ويچارو جو ٻن ڏينهن
کان بکيو هو سو جهٽ پٽ اها کائي ويو ۽ کيس
چيائين ته پاڻي ٿورو ڪجهه پيو به ڏي جو منهنجو
اڃا پيٽ نه ڀريو آهي. ويچارو ويو ۽ بچيل سامگري
کڻي اچي هن اڳيان رکيائين. اهو سڀ ڪجهه
کائي هو ترپت ٿي ويو ۽ کيس خوب ڌنيواد ڏيڻي آن
آسڻ تي وڃي سمهيو جيڪو هن ٻچڙن لاءِ ٺاهيو هو.
...چارو ڏاڍو ڏکل هو سو کيس ايتري تي ننڊ

ڪٽي ويٺي.

ٿوري دير کان پوءِ آسمان ۾ بادل ڇانئجي ويا
۽ زور سان برسات پوڻ لڳي. اُن وقت ڪنهن زور
سان دروازو کڙڪايو. سوچڻ لڳو ته شايد هاڻ
منهنجو پريتم اچي ويو آهي. پر هاڻ مان ڪيس ڇا
کارائيندس مون وٽ ته ڪجهه نه بچيو آهي ۽ ڪيس
ڪٿي وهاريندس. هن آسڻ تي هيءُ منهنجو پيارو
دوست سمهيو پيو آهي. اِنهيءَ پٺتي ۾ جيئن ئي
دروازو کولائين ته ڏسي ته دروازي تي هڪ
استري پنهنجي ٻار کي ٻانڌريءَ وانگر سيني سان
ڇپڪائي ٿرٿر سيءَ ۾ ڪنبي رهي آهي. ٻخار ۾
سندن شرير تتي وانگر تپي رهيو هو. هن ڪيس
دين من ڏي ٿوري وقت لاءِ پاڻ وٽ شرڻ ڏيڻ لاءِ
ويهٽي ڪٿي. هن پڪت کي هن ڏي قياس اچي
ويو سو ڪيس اندر وٺي اچي پاڻ لاءِ سڪا ڪپڙا ڏنا
۽ پيئڻ لاءِ گرم گرم کير ڏنو. جڏهن برسات بند
ٿي تڏهن اها استري ڪيس دعائون ڏيندي
پنهنجي ٻار کي کڻي پنهنجي ماڳ ڏانهن هلي
ويٺي.

ٿوري دير کان پوءِ سندس دوست ننڊ م
اٿيو ۽ ڪيس خوب ڌنيواد ڏيئي ڪانئس موڪلائ
هلڻ لڳو. جيئن هو پنهنجي دوست کي آ

ڪري آيو تيئن هن ماڻهن جو ميڙاڪو ڏٺو. جيڪياسا
وس هو اُن طرف هليو ويو. اتي هن ڏٺو ته هڪ اڌ
ننگي ٻار کي ڪوهجي وارو ماري رهيو هو ۽ ٻيا سڀ
ماڻهو تماشبين بڻجي اهو لقاءُ ڏسي رهيا هئا. هن
ڀڳت اڌمئر ٻار کي مار کائيندو ڏسي دل ۾ پسيجي
ويئي ۽ يڪدم ٻار کي گوديءَ ۾ کڻي اُن ڪوهجي
واري کان پڇيو ته ڀائي هن ويچاري کي تون بي
رحميءَ سان ڇو ماري رهيو آهين. تنهن تي اُن
ٻڌايس ته هن ٻار مونکان مٺائي وٺي کاڌي ۽ هاڻ
ڇوي ٿو ته مون وٽ پئسا ڪونهن.

هن ڀڳت اُن ٻار کان پڇيو ته تو هن کان مٺائي
وٺي کاڌي؟ تنهن تي ٻار چيو ته مان ٻن ڏينهن کان
بکيو آهيان بک ۾ بيحال ٿي مون هن کان مٺائي
وٺي کاڌي. پر مون وٽ ته پئسا ڪونهن پوءِ مان هن
کي ڪٿان ڏيان. پئسن نه ڏيڻ جي ڪري هي مون
کي بي رحميءَ سان ماري رهيو آهي. هن ڀڳت
اُن ڀولي معصوم ٻار تي قياس کائي ڪوهجي واري
کان ٻي مٺائي وٺي ٻار کي کارائي ۽ اُن جا سڀ
پئسا ڏيئي ٻار جي مٿي تي پيار سان هٿ ڦيريندي
پنهنجي گهر آيو.

سڄو ڏينهن انتظار ڪندي هو ڏاڍو ٿڪجي پيو
هو سو جلدي ڪيس ننڊ اچي ويئي. سپني ۾ ڀڳوان
[illegible] درشن ڏيئي چيو ته مان تنهنجي سچي دا‍ي

ڪار سٺي اچ تو وٽ ٽي دفعا آيس ۽ تو منهنجي
…ڇي دل سان شيوا ڪري مونکي ڏاڍو پرسن ڪيو.
…ورين مان تنهنجي ڀڳني دوست جي روپ ۾ آيس
۽ تو مونکي خوب سوادي طعام کارائي مونکي
ترپت ڪيو ۽ مون توکي خوب آشيرواد ڏني. ٻئي
دفعي مان اُن بي سهاري بيمار استريءَ جي روپ
۾ سيءَ ۽ برسات ۾ ڏڪندي آجهي جي لاءِ تو وٽ
آيس اُن وقت تون مون ٿي قياس کائي سهارو ڏنو.
سڪل ڪپڙا پارائي گرم کير پياري منهنجو دک دور
ڪيو. اُن وقت مون تنهنجا دلي شڪرانا مڃيا.
ٽئين دفعي مان تو وٽ اڌ ننگي بُکئي ٻار جي روپ
۾ آيس تو پيار سان منهنجي رکيا ڪري منهنجي
پيٽ جي ۽ پيار جي بُک مٽائي.
دين دکين جي شيوا ڪرڻ جي منوڪامنا سان
پرم پوڄيه سوامي جن پشڪر راج واري آشرم ۾
ٻه ڪمرا خاص اسپتال لاءِ ڏيارايا هئا. سندن اها
آڳيا هئي ته ڌرماءُو اسپتال کولي دين دکين جي
شيوا ڪري اُنهن جو دک دور ڪرڻ گهرجي.
پشڪر راج واري آشرم جو ڪاريه قريب قريب
پورڻ ٿي چڪو هو. هاڻي اُتي شري ڀڳوانداس
مياڻيءَ جي شيوا جو سنڪلپ پورڻ ٿي چڪو هو
سو کين چيائون ته توهان جو هيءُ يگيه پورڻ ٿي
چڪو آهي. انهيءَ ڪري اسان جي اها منوڪامنا

آهي ته اجمير ۾ هڪ جهلوڪ جهڙي وڏي اسپتال
ٺهرائجي جتي ڏين ڏکين جي درمان ۽ شيوا ٿي
سگهي. اجمير ۾ تمام گهڻا غريب ٿا رهن جن ۾ وڏا
خرچ ڀري علاج ڪرائڻ جي سمرٿي ناهي. انهن
ڏرڏن ۽ مجبور ڏکين جي سهائتا لاءِ هڪ اسپتال
کولائڻ گهرجي جيئن اهي ڏکي ديو دل سان دعا
ڏين.

پرم پوڄيه سوامي جن ان باري ۾ ڊاڪٽر
چيتن، ڊاڪٽر چمنداس ۽ ٻين سماج شيوڪن سان
صلاح ڪئي. سوچ ويچار ڪرڻ کان پوءِ ان اسپتال
لاءِ آشا گنج ۾ زمين ورتي ويئي جتي تمام گهڻا
غريب وسيل آهن.

هن وڏي اسپتال لاءِ تمام گهڻي ڌن جي
ضرورت هئي. پرم پوڄيه سوامي جن ته مهان
داني هئا سو هنن هن مهان يگيه ۾ ڪم جي ڏڪڙي
شروعات ڪرڻ لاءِ سڀ کان اول پاڻ خود اڳتي
وڌي تمام وڏي رقم پنهنجي طرفان دان طور ڏني
۽ ان وقت اوتري ئي وڏي رقم شري ڀڳوانداس
عياڻيءَ کان به دان طور ڏيارايائون ته جيئن ڪم
تڪڙين هلي سگهي. هيڏي وڏي رقم ملڻ کان
[illegible] سيتي کي وشواس ٿي ويو ته هاڻي هيءُ
[illegible] ڪاريه آوس ئي پورو ٿيندو. ۽ پوءِ سڀ
[illegible] هن شڀ ڪاريه جي شروعات ڪرڻ

سان ھتّن ٻويتر ٻهکڄن جن سوامي
لاء ٻرم ٻوجيہ سوامي جن شري ڀڳوانداس
ٻيڙھہ جو ٻٽر رکيو. ھن اُتسؤ تي شري ڀڳوانداس
مياڏيءَ ۾ شھر جا ٻيا معزز ماڻھو حاضر ھئا. اُن وقت
ٻرم ٻوجيہ سوامي جن شري ڀڳوانداس ميـاڏيءَ
کان سنڪلپ ڪرائـي ڪانئس ھن ڪم ڪـي ٻورڻ
ڪرائڻ جو سنڪلپ ڪرايو. شري مياڏي کي چياڏون
ڪہ ھيلتائين جيڪا شيوا ڏوھان آشرم جي ڪندا رھيا
آھيو اُن لاء اسين توھان کي ڌنيواد ڏا ڏيون ھاڻي
اُھا شيوا توھين آشرم جـي بدران ھن اسپتـال ۾
ڪندا رھندا ۽ ھن اسپتال جو نالو اڄ کان ”مياڏيءَ
اسپتال“ رھندو.

ان کان پوءِ ٻرم ٻوجيہ سوامي جن جـي آگيا
انوسار شري مياڏي جن ھن اسپتال کـي ڏھرائڻ ۾
شيوا ڪندا رھيا آھن.

ٻـرم ٻوجيہ سوامي جـن ٻاھي ھٿـن سان
ساماجڪ ڪاريـہ ۾ دان ڏيندا رھيا. ٻـرم ٻوجيہ
سوامي جن اُنھي راجا وانگر مھان داني ھئا، جنھن
ٻالکڄي محل ۾ چار دروازا ڏھرايا ھئا. ھو صبوح جو
ھڪ دروازي کان دان ڪندو ھو تہ ٻن ٻھرن جـو
ٻئي دروازي کـان دان ڏيندو ھو، شام جـو وري
ٽئين دروازي کان دان ڪندو ھو ۽ رات جو سمھڻ
کان اڳہ ھو چوٿين دروازي کان دان ڪندو ھـو

هڪ ڏينهن ڪلهون ياچڪ راجا کي چيو تہ مهراج
ڪالهہ مون. توهان کان چنڊي دروازن تي ڦري
ڦري دان ورتو پر توهان مونکي نہ سڃاتو. تڏهن
تي راجا چيس تہ آدا! ڏيڻ وارو بہ اهو آهي تہ وٺڻ
وارو بہ اهو آهي پوءِ اسان کي ڏسڻ جو حق ئي
ڪهڙو آهي.

پرم پوجنيہ سوامي جن سکيا جي کيتر ۾ خوب
يوگدان ڏنو. سندن اها مانيتا هوندي هئي تہ علم
انسان کي نيڪ بڻائي ٿو. علم پرائڻ سان انسان
وويڪوان بڻجي پاپ کان پاسو ٿو ڪري. علم انسان
جو گيان وڌائي ٿو ۽ گيان وڌڻ سان اُن جو مان
شان وڌي ٿو. علم جي مهتو جي باري ۾ سوامي
جن هي پد چوندا هئا.

شبد ـ سر تلنگ

چاهہ ڪري تون علم پراءِ
جڳ ۾ پنهنجو شان وڌاءِ

1. علم انسان کي نيڪ بڻائي
پاپ جڏائي ڌرم وڌائي
وويڪوان بڻاءِ پريتم

2. علم انسان جو گيان وڌائي
مان وڌائي شان وڌائي
سڀ ڏي ساڄاهہ پريتم

3. علم انسان جي اکيون کولي، مکڻ ماڻ ٻولي
وچن انمولي
شانتي پڻ ۽ سماءُ پريم

4. ماڻهو علم سان بڻجي انسان
نيڪ نشان پريم پرڌان
علم تي عمل ڪماءِ پريم

پرم پوڄيه سواميءَ جن خاص ڪري استري
شڪشا کي گهڻو مهتو ڏيندا هئا. سندن ويچار هو ته
استري اُتان لاءِ اوچ شڪشا جو هجڻ تمام ضروري
آهي. سماج ۾ استريءَ کي اُچت مان سنمان ملڻ
گهرجي. چاڪاڻ ته جتي استريءَ جي عزت ڪئي
وڃي ٿي اُتي ديوتا واسو ڪن. استريءَ کي اهو مان
سنمان ۽ ڀوڳيه استان صرف شڪشا ڏيئاران ٿي ملي
سگهي ٿو. انهيءَ ڪري پرم پوڄيه سواميءَ جن
استري شڪشا تي تمام گهڻو زور ڏيندا هئا. هو
چوندا هئا ته استري ديپڪ جي سمان آهي جيڪا
سڄي ڪل کي روشن ڪري سگهي ٿي. هو مريادا
جي پتلي آهي ۽ استريءَ ڏيئاران سماج ۾ ستا
آڻي سگهجي ٿو.
جيڪي ٻه سنسار ۾ مهان ماڻهو ٿيا آهن اُنهن
جي مهانتا جي پٺيان استريءَ جي پريرڻا رهي آهي
چترپتي شواجيءَ جي مهانتا جي پٺيان سندس م
جيجا ٻائيءَ جي پريرڻا هئي. جڳت گرو شنڪراچا

مهان شخصيت جي پليان سندس ماتا جي پريرڻا هئي. ماءُ جي گود ٻار لاءِ پهريون ۽ سڀ کان مهتوپورڻ وديالیہ آهي جيڪي سنسڪار ماتا جي دناران هو پراپت ڪري ٿو اهي جيون ڀر اُن ۾ رهن ٿا. شڪشت ماتا ئي اوچ سنسڪارن دناران مريادا وارا وويڪي انسان بڻائي سگهي ٿي جيڪي سماج ۽ ديش جو نالو روشن ڪندا.

ان ڪري پرم پوجنيہ سوامي جن سرڳي جهمٽمل ٽلواڻيءَ کي نياڻين لاءِ ڪاليج کولڻ لاءِ چيو ۽ پاڻ اُن ڪم ۾ پورڻ سهيوگ ڏنائون. سندن پريرڻا سان ئي هي ڪاليج کلي سگهيو. پرم پوجنيہ سوامي جن هر سال ستين جولاءِ تي هن ڪاليج ۾ پڌارجي پنهنجن هٿن سان نياڻين ۾ ڪتاب ۽ ڪپڙا وغيرهه ورهائيندا هئا.

هن ڪاليج جي وديارٿين جي سال ۾ هڪ دفعو اين. ايس. ايس ڪئمپ لڳندي آهي. پرم پوجنيہ سوامي جن اُها ڪئمپ هميشهه پنهنجي پشڪر واري آشرم ۾ لڳارائيندا هئا. جتي هر روز خود وڃي نياڻين کي ڦل ۽ مٺايون ورهائي ڏيندا هئا. سندن سووليت ۽ سلامتيءَ لاءِ جوڳو بندوبست ڪندا هئا.

جڏهن پهرين دفعي هي ڪئمپ پشڪر راج واري آشرم ۾ لڳائي هئي تڏهن پرم پوجنيہ سوامي ، نياڻين جي سلامتيءَ لاءِ سڄي باؤنڊري

مهان شخصيت جي ٻلڪان سندس ماتا جي پريرنا هئي. ماءُ جي گود ٻار لاءِ پهرين ۽ سڀ کان مهتوپورڻ ودياليه آهي جيڪي سنسڪار ماتا جي ڏنارن هو پراپت ڪري ٿو اهي جيون ڀر ان ۾ رهن ٿا. شڪشت ماتا ئي اوچ سنسڪارن ڏنارن مريادا وارا وويڪي انسان ٺاهي سگهي ٿي جيڪي سماج ۾ ديش جو نالو روشن ڪندا.

ان ڪري پرم پوجيه سوامي جن سرڳي جهمٽمل ٿلواڻيءَ کي نياڻين لاءِ ڪاليج کولڻ لاءِ چيو ۽ پاڻ ان ڪم ۾ پورڻ سهيوگ ڏنائون. سندن پريرنا سان ئي هي ڪاليج کلي سگهيو. پرم پوجيه سوامي جن هر سال ستين جولاءِ تي هن ڪاليج ۾ پڙهندڙ پڙهندڙن سان نياڻين ۾ ڪتاب ۽ ڪپڙا وغيره ورهائيندا هئا.

هن ڪاليج جي وديارٿين جي سال ۾ هڪ دفعو اين. ايس. ايس ڪئمپ لڳندي آهي. پرم پوجيه سوامي جن اها ڪئمپ هميشه پنهنجي پشڪر واري آشرم ۾ لڳارائيندا هئا. جتي هر روز خود وڃي نياڻين کي ڦل ۽ مٺايون ورهائي ڏيندا هئا. سندن سهوليت ۽ سلامتيءَ لاءِ جوڳو بندوبست ڪندا هئا.

جڏهن پهرين دفعي هي ڪئمپ پشڪر راڄ واري آشرم ۾ لڳائي هئي تڏهن پرم پوجيه سوامي جن نياڻين جي سلامتيءَ جي لاءِ سڄي باؤنڊري

وال ٽي ٽي فٽ مٿي ڪري سچي آشرم کي مضبوط
قلعي جو روپ ڏنئي ڇڏيو جيئن ڪٺن بہ ٻاهرين
ماڻهوءَ جي نظر اندر نہ پهچي سگهي.

هن ديهان ڪاريہ لاءِ آشيرواد وٺڻ لاءِ سرڳواسي
شري جهمٽمل ٽلواڻي ۽ دادي سنڌري ڪيولراماڻي،
وقت بہ وقت سنڌين شرڻ ۾ ايندا رهندا هئا. پرم
پوجيہ سوامي جن کين مان سنمان ڏيندا هئا. هو
ودوانن جو خوب قدر ڪندا هئا ۽ کين يٿا يوگيہ
سنمان ڏيندا هئا. جڏهين بہ هو کين پهنجي ڪاليج
۾ اچڻ جي نيند ڏيندا هئا تڏهن پرم پوجيہ سوامي
جن وڏي خوشيءَ سان اتي وڃي ڏياڻين کي
سکياداڻڪ پروچن ڏيندا هئا.

پرم پوجيہ سوامي جن کين چوندا هئا تہ
سلڇڻي ڏيءُ ٻن ڪل تاري ٿي، هڪ پيڪو ۽ ٻيو
ساهرو ڪل. پيار، شيوا ۽ تياڳ ذريعي گهر کي
سرڳ بڻائي سگهي ٿي. استري پرڪرتي جو روپ
آهي جيئن پرڪرتي سدا سڀ ڪجهہ ڏيندي رهي
ٿي تهڙي نموني استري بہ سرشٽيءَ جي روپ
سمان هميشہ ڏيندي رهي ٿي. ان ڪري ٿي تہ
سنڌين سمرٿ وڏي آدر سان هن ريت ڪيو وڃي
ٿو—

آهليا، دروپتي، سيتا
تارا، منودري تٿا

پنج ڪنيا سمري نتيم

مها پاتڪ ناشنم.

اهليا، دروپدي، سيتا، تارا ۽ مندودري پنهن جي جيون ۾ اهڙو ته تياڳ ۽ تپسيا ڪئي آهي جو صبوح جو انهن جو سمرڻ ڪرڻ سان سڀئي پاپ ناس ٿي وڃن ٿا. استري شڪتيءَ جو روپ آهي، ابلا نه پر سبلا آهي. انهيءَ ڪري توهين پنهنجي شڪتيءَ کي سڃاڻي سڀ ڪجهه پراپت ڪري سگهو ٿيون. اهڙي نموني پرم پوڄيه سوامي جن هميشه کين اڳتي وڌڻ لاءِ پريرڻا ڏيندا رهندا هئا.

پرم پوڄيه سوامي جن کي ننڍن ٻارن سان ته ڏاڍو لڳاءُ هو. سوامي جن ڪڏهن ٻارن کي پيار ڪرڻ لاءِ ٻالڪن جي ٻاريءَ ۾ هليا ويندا هئا. سال ۾ هڪ دفعو ٻالڪن جي ٻاريءَ جي سڀني ٻارن کي آدرش نگر واري آشرم تي گهرائي کين خوب پيار ڪندا هئا ان ڏينهن آشرم ۾ خوب چهل پهل مچي ويندي هئي. ٻارن کي سوادي کاڌو پنهنجن هٿن سان کارائي خوش ٿيندا هئا. ٻارن کي خوب پرساد ۽ پڪرون ڏيئي آشيرواد ڏيندا هئا.

پرم پوڄيه سوامي جن چوندا هئا ته ٻار ايندڙ جا آڌار آهن. جهڙا سنسڪار هنن ۾ ننڍپڻ ۾ پوندا تهڙي نموني هو اهڙا ئي انسان بڻجندا. انهيءَ ...ن جي ٻاريءَ جهڙين سنستائن جو اهو

فرض آهي تہ هنن نازڪ ڪلين کي ٽٽي وڃڻ کان بچائي برائي کان پاسو ڪرائي سٺا سنسڪار وجهن. راند روند ۽ ڪسرت دُوارا ٻارن جو شاريرڪ وڪاس ڪرائڻ گھرجي جيئن هو مضبوط انسان بڻجي طاقتور سماج جو پايو وجهن. ٻارن کي خوش رکڻ لاءِ کين وندرائيندڙ آکاڻيون ٻڌائڻ گھرجن ۽ ٻالڪن جي ٻاريءَ جي پتريڪا ڦلواڙي پڙهڻ لاءِ اُتساهت ڪرڻ گھرجي جيئن سٺو ساهتيہ پڙهي هو سٺا گڻ پراپت ڪري سگهن.

پرم پوجنيہ سوامي جن ٻالڪن جي ٻاريءَ جي ٻارن جي وچ ويهي کين اها سکيا ڏيندا هئا تہ ماتا پتا ۽ گرو جي خوب سيوا ڪري اُنهن جو سنمان ڪن. ٻارن جي لاءِ ماءُ پيءُ ئي ڀڳوان جي سمان آهي. اُنهن جي سيوا ڪري پنهنجو جيون سڦل بڻائي سگهن ٿا. ماءُ پيءُ جي آشيرواد سان هو سڀ ڪجهہ پراپت ڪري سگهن ٿا. اِنهيءَ ڳالهہ کي سمجهائڻ لاءِ پرم پوجنيہ سوامي جن هن جهڙا سکياداياڪ درشٽانت ڏيندا هئا.

درشٽانت :- ڏکڻ ڀارت جي هڪ ڳوٺ ۾ ونل نالي هڪ ٻار رهندو هو. سندس ماءُ پيءُ پوڙها ۽ اپاهج هئا. هو پنهنجي ماءُ پيءُ جي پيار ۽ لگن سان اٺئي پهر شيوا ڪندو هو. صبح جو اُٿڻ شرط کين صفائي سان اِشنان ڪرائي. اُنهن جي لاءِ پنهنجن ڪومل هٿن

سان ڀوڄن تيار ڪندو هو. ڀوڄن تيار ڪرڻ کان
پوءِ سڀ کان پهرين هو پنهنجي ماءُ پيءُ کي ڀڳوان
سمجهي کين پنهنجن هٿن سان ڀوڄن ڪرائيندو هو.
آن کان پوءِ هو سڄو ڏينهن مزدوري ڪري بازار
مان ماءُ پيءُ لاءِ شيون خريد ڪري وري اچي
سندن سيوا ڪندو هو. رات جو کين ڀوڄن ڪرائڻ
کان پوءِ سندن شرڌا سان پير دٻائي کين ڀاري
سمهارڻ کان پوءِ ئي پاڻ سمهندو هو.

اهڙي نموني ماتا پتا جي اڻٿڪ پير سيوا
ڪندي ويچاري وٽل کي اها به سڌ نه رهندي هئي
ته ڪڏهن ڏينهن ٿيو ۽ ڪڏهن رات ٿي. ڀڳوان
هن ٻالڪ جي سيوا تي بيحد خوش ٿيو سو سندس
پريکيا وٺڻ لاءِ سندس جهوپڙيءَ جي ٻاهر اچي بيٺو
۽ کيس ٻاهر اچڻ لاءِ سڏ ڪيائين پر وٽل چيو ته مان
هن وقت پنهنجي ماتا پتا جي سيوا ڪري رهيو
آهيان انڪري ٻاهر نٿو اچي سگهان. آن تي ڀڳوان
چيس ته مان ڀڳوان آهيان توسان ملڻ آيو آهيان
جي تون ٻاهر نٿو اچي سگهين ته مان اندر اچان؟
وٽل ڀڳوان کي نمرتا سان جواب ڏنو ته ڀڳوان مونکي
معاف ڪجو جو مان توهانکي اندر نٿو گهرائي
سگهان جو توهانجي اندر اچڻ سان منهنجي ماءُ پيءُ
جي سيوا ڪرڻ ۾ رڪاوٽ پوندي. انهي ڪري توهان
کي ٻاهر ئي ويهي انتظار ڪرڻو پوندو. اهو چئي



سوامي جن ٻالڪن جي ٻاريءَ ۾ ٻارن کي وندرائيندي

هڪ سر چڱيءَ ڀڳوان جي وهڻ لاءِ ڪيس نٿي.
چاڪاڻ تہ سندس جهوپڙيءَ ۾ اُن ڪانسواءِ ٻي ڪابہ
شيءِ وهڻ لاءِ ڪانہ هئي.

ڀڳوان اُن ڀڳت جي شردا سان نڌل سر تي
ويٺي سندس انتظار ڪرڻ لڳو. وٺل پنهنجي ماءُ
پيءُ جي سمپورڻ سيوا ڪرڻ کان پوءِ ڀڳوان جي
سيوا ۾ حاضر ٿي ڪانئس ٻاهر ويهي انتظار ڪرڻ
جي معافي وٺي سندس چرڻ وندنا ڪئي. ڀڳوان
ٻالڪ وٺل جي سر تي آشيرواد جو هٿ ڦيريندي
خوش ٿي چيو تہ ڀڳت وٺل ! تنهنجي ماتا پتا جي
هن اوچ ڪوٽيءَ جي ڀڳتيءَ ۽ سيوا تي مان بيحد
خوش ٿيو آهيان ۽ توکي وردان ٿو ڏيان تہ ماءُ پيءُ
جي هن انمول سيوا جي ڪري تون سدا امر
رهندين. اهو چئي ڀڳوان جنهن سر تي ويٺل هو اُتي
ڀڳوان جي ويٺل پٿر جي مورتي ٺهي ويئي جنهنکي
اڄ بہ وٺل ڀڳوان جي نالي سان پوڄيو ويندو آهي.

وٺل ڀڳوان جي هي آکاڻي ٻڌائي سواميءَ جن
ٻارن کي چيو تہ توهين بہ ماتا پتا جو آدر ۽ سيوا
ڪري شرون ڪمار وانگر پاڻ کي امر بڻائي سگهو
ٿا. ماتا پتا جي سمان جيون کي بڻائڻ ۾ گروءَ جو
وڏو مهتو آهي. گروءَ ۾ شردا رکي اسين گروءَ کان
سچو گيان پراپت ڪري سگهون ٿا. گرو ڪيترو نہ
گياني ۽ يوگيہ هجي پر جي اسان جي من ۾ اُن لاءِ



سوامي جن ٻالڪن جي ٻاريءَ ۾ ٻارن کي وندرائيندي

هڪ سر ڇپڇاپ ڀڳوان جي وهڻ لاءِ ڪيس ٺنڍي.
چاڪاڻ تہ سندس جهوپڙيءَ ۾ اُن ڪاڌسواءِ ٻي ڪابہ
شيءِ وهڻ لاءِ ڪانہ هئي.

ڀڳوان اُن ڀڳت جي شردا سان ٺڏل سر تـي
ويٺي سندس اِنتظار ڪرڻ لڳو. وٺل پنهنجي مــاءُ
پيءُ جي سمپورڻ شيوا ڪرڻ کان پوءِ ڀڳوان جي
شيوا ۾ حاضر ٿي ڪانـئس ٻاهر ويهي اِنتظار ڪرڻ
جي معافي وٺي سندس چرڻ وندنـا ڪئي. ڀڳوان
ٻالڪ وٺل جـي سر تي آشير واد جــو هٿ ڦيريندي
خوش ٿي چيو تہ ڀڳت وٺل! تنهنجي ماتا پتا جـي
هن اوچ ڪوٽيءَ جــي ڀڳتي ۽ شيوا تي مان بيحد
خوش ٿيو آهيان ۽ توکي وردان ٿو ڏيان تہ ماءُ پيءُ
جـي هن انمول شيوا جـي ڪري تون سدا امـر
رهندي. ائين چئي ڀڳوان جنهن سر تي ويٺل هو اُتي
ڀڳوان جي ويٺل پٿر جي مورتي ٺهي ويئي ج
اڄ بہ وٺل ڀڳوان جي نالي سان پوڄيو ويندو آهـ

وٺل ڀڳوان جي هي آکاڻي ٻڌائـي سوامي جن
ٻارن کي چيو تہ توهين بہ ماتا پتا جو آدر ۽ شيـوا
ڪري شروڻ ڪمار وانگر پاڻ کي امر بڻائي سگهو
ٿا. ماتا پتا جي سمان جيون کي بڻائڻ ۾ گروءَ جـو
وڏو ي. گروءَ ۾ شردا رکي اسين گروءَ کان
سـ پراپت ڪري سگهون ٿا. گرو ڪيترو بہ
وگيہ هجي پر جي اسان جي من ۾ اُن لاءِ

شرڌا ۽ آدر نہ هوندو تہ اسين هن ڪان ڪجهہ بہ نہ سکي سگهنداسين . ايڪلويہ پنهنجي شرڌا ۽ ڀڳتيءَ جي بل تي گروءَ جي مورتي بڻائي گروءَ کان دور رهندي بہ اهو ڪجهہ پراپت ڪيو جيڪو ڪورو ۽ پانڊو گروءَ جي سامهون رهندي بہ پراپت نہ ڪري سگهيا . انهيءَ ڪري گروءَ جي لاءِ سدائين دل ۾ آدر جي ڀاونا رکڻ سان سڀ ڪجهہ پراپت ڪندا . چوڻي آهي تہ

با ادب با نصيب

بي ادب بي نصيب

پرم پوجنيہ سوامي جن چوندا هئا تہ ٻالڪن جي ٻاريءَ جوڙيون سنسڪارن کان ٻارن جي چريتر کي ٺاهڻ گهرجي . ٻارن ۾ سنسڪار وجهڻ آهي جڙ کي پاڻي ڏيڻ . وڏي هوندي جڏهن پڪا ٿي ٿا وڃن تڏهن انهن ۾ سنسڪار مشڪل ٿا پون . ان وقت سنسڪار وجهڻ آهي پتن کي پاڻي ڏيڻ جي برابر .

انهيءَ ڪري پرم پوجنيہ سوامي جن ٻالڪن جي ٻاريءَ جي ٻارن جي وچ ۾ وڃي ڪين سندر سکيائون ڏيندا رهندا هئا . پرم پوجنيہ سوامي جن ٻالڪن جي ٻاريءَ جي پاليڪارن کي چوندا هئا تہ جڏهن بہ ٻالڪن جي ٻاريءَ جي پڪنڪ رکو اهڙا اسلا [illegible] کڻن چوندا هئا تہ ٻارن

جي پوڄن جو بندوبست آشرم جي طرفان ڪيو ويندو. پوڄن کان سواءِ پرم پوڄنيہ سوامي جن ٻارن کي ڦل، مٺايون ۽ ٻيون کاڌن جون شيون خوب کارائي خوش ڪندا هئا. پرم پوڄنيہ سوامي جن ٻارن کي ڀڳوان جو روپ سمجهي ڪين خوب پيار ڪندا هئا. ڪين چوندا ئي هئا ٻال ڀڳوان.

پرم پوڄنيہ سوامي جن هميشہ پنهنجن پريمين کي وڏو ويجهو جي آشيرواد ڏيندا رهندا هئا. سندن آشيرواد ۽ ڪرپا سان پنهنجو پرشارٿ ڪري سندن پريمي هاڻي روزيءَ روٽيءَ جي فڪر کان آجا ٿي پنهنجا اجها ٺاهڻ لڳا. سڀ مڪان ٺاهڻ لاءِ شهر ۾ جڳهہ نہ هجڻ ڪري هو شهر کان ڏورو ٻاهر ڪالونيون ٺاهي سڀ ڪشادا مڪان ٺاهي سک سان رهڻ لڳا.

اهڙي نموني نهرو هائوسنگ سوسائٽي ٺهي هئي. سوسائٽيءَ وارن اڄيم نگر ۾ پهاڙيءَ تي شاهي زمين وٺي اتي پلاٽ ٺاهي پنهنجن ميمبرن کي ورهائي ڏنا. هي پلاٽ شهر کان ڏورو پري هجڻ ڪري ميمبر اتي مڪان ٺهرائڻ جي همت ئي نہ پيا ڪن. آخر ڪن پريمين همت ڪري اتي مڪان ٺهرايا. پر انهن مڪانن کي واٽر ورڪس وارن پاڻيءَ جا ڪنيڪشن شهر ۾ پاڻيءَ جي تنگي هجڻ ڪري نہ ڏنا.

انهن پريمين ويچار ڪيو تہ ٻڌان پاڻيءَ تہ

هتي رهڻ محال آهي. پاڻي ئي جيون آهي بنان پاڻيءَ هڪ ڏينهن گذاران ڪرڻ به ممڪن ناهي.
انهيءَ سمسيا جو سماڌان ڪرڻ لاءِ سڀ پريمي پرم پوڄيہ سواميءَ جن وٽ آيا. پرم پوڄيہ سواميءَ جن ڪين سڄهاءَ ڏنو ته پنهنجي ڳاڙي ۾ وڃو کوهہ کوٽائين ۽ اُن تي موٽر لڳائي سڀني گهرن ۾ پاڻي پهچائين. سڀني پريمين کي اهو سڄهاءَ ڏاڍو وڻيو.
پرم پوڄيہ سواميءَ جن جي آشيرواد وٺي مهورت ڪيائي کوهہ جي کوٽائي جو ڪم چالو ڪيائون. ٿورن ئي ڏينهن ۾ کوهہ کوٽجي تيار ٿي ويو. سنگرو مهراج جن جي ڪرپا سان اُن ۾ جلدي پاڻي جي سلي سير نڪتي.
اجهہ نگر نور هائوسنگہ سوسائٽي جا سڀ پريمي ڏوڙندا اچا خوش خبري ٻڌائڻ لاءِ پرم پوڄيہ سواميءَ جن جي شرڻ ۾ آيا ۽ کين ٻڌائي ويئي ڪيائون ته سٺو مهورت ڏسي اُتي هلي پنهنجن هٿن سان کوهہ ۾ جلپو وجهن جيئن اُن مان مٺو پاڻي نڪري جيئن سڀ پريمي اهو امرت پي سگهہ سان ڳاڙيءَ ۾ رهن.
پرم پوڄيہ سواميءَ جن کين آٿت ڏيندي چيو ته آسين توهان جي وينتي سويڪار ٿا ڪريون ۽ اتي اچي پنهنجي سنگرو مهراج جن کي عرض ڪنداسين ته هو توهانجي من جون مرادون پوريون

ڪن. ستگرن مهراج جن رڌيءَ سڌيءَ جا مالڪ هئا. هن ڏٺي آدم ۾ اهڙيون در ٻارتي سڪل ڪوهه ۾ ڇڏيو هئي اُنکي پاڻيءَ سان ڀالٻ ڀري ڇڏيو هو. سندن درتي ڪهڙي ڪمي آهي؟ هو ديالو آهن سو اسان جو عرض ضرور اوڏائيندا.

آخر اهو سڄو روئيندي اچي ويو. پرم پوجنيه سوامي جن کوهه جو اُدگهاٽن ڪرڻ لاءِ اجيه نگر ۾ پريمين جي سڪ ڀرئي سڏ تي پهچي ويا. پرم پوجنيه سوامي جن جي پڌارڻ جو پڌي شهر جي ڇنڊي ڪنڊن مان سندن پريمي پهچي ويا ۽ خوب ميلو مچي ويو. پرم پوجنيه سوامي جن وڏي وڏان سان پوڄا ڪري وروڻ ديوتا دواهه درياهه شاهه کي مدائڻ لڳا.

سچن جو دواهه درياهه شاهه، آهي راجا راڻول رائَ،
ظاهر پير زمين تي، سو مالڪ بي پرواهه،
درياهه شاهه جي درجا آهن، چار وروڻ پوڄاري،
ديوي ديوتا ڪن ٿا شيوا، شرڌا سان سٿواري،
دنيا جي سڀ ديشن جا، ٿا پوڄن نر ۽ ناري،
پاري جوتيون گل ڦل چاڙهين، چٽ ۾ ڌاري چاهه،
سوين هزارن اچي سوالي، سڀ جا ڪارج ڪري،
پلو پريم سان پائين جيڪي، ٽن جي جهول ڀري،
آش وندن جي آش پڄائي، دکڙا درد هري،
پڌندڙ جا ٿو بيڙا تاري، هيڻن جا همراهه.

جهولي صاحب جو پلو پائڻ کان پوءِ پرم پوجنيہ سوامي جن ستگرو مهراج جن جي آرتي ڪئي ۽ سندن چرڻ ڪمل ڪرڻ کان پوءِ سندن ڌيان ڪري کوهہ ۾ ڇڏيو هئو. ستگرو مهراج جن جي مهر ميا سان اُن کوهہ جو پاڻي امرت جهڙو مٺو ٿي پيو جنهن کي پي ڪري پريمين سندن جئہ جئہ ڪار ڪئي.

جنهن وقت پوڄا هاءِ رهي هئي ان وقت پريمين جي وچ ۾ پوڄا استل تي هڪڙو ڪتو اچي ويٺو. سڀ پريمي کيس ڌڪاري پري ڀڄائڻ لڳا پر ڪتو اتان هٽي ٿي نہ پيو. ڪجهه پريمي ڪتي کي ڀڄائڻ لاءِ پٿر کڻي کيس مارڻ لڳا.. پر پرم پوجنيہ سوامي جن کين سمجهائي چيو تہ اهو ڪتو پڻ ويٺو هجي کيس ڌڪاريو نہ هن ۾ بہ جيو آتما آهي ۽ پرماتما جو ساڳيو پرڪاش آهي. اهو چئي هڪ درشٽانت ٻڌائون.

درشٽانت :— ڀڳت نامديو پرماتما جو پرم ڀڳت هو. هن جي پريم ڀڳتيءَ جي وس ٿي پرماتما کيس پاڻنجها پيارا درشن ڏنو هو. هو هر روز ڀوڄن ڪرڻ کان اڳ ڀڳوان تي ڀوڳ لڳائيندو هو. هڪ ڏينهن سندس پتي ورتا استري نيم انوسار ڀڳوان لاءِ ڀوڄن رڌيو پر گهر ۾ گيهہ نہ هئڻ ڪري ڀڳت نامديو بازار مان گيهہ وٺي اچڻ لاءِ ويو. ڀڳت نامديو

تيار ٿي بازار مان گيهه وٺڻ ويو.

ڀڳت ناماديو جيئن بازار مان گيهه وٺي ٻي آيو ته ڏٺو ته سندس گهر مان هڪ ڪتو ڀڳوان لاءِ تيار ٿيل روٽيون مٿهن ۾ دٻائي ٻاهر آچي رهيو آهي. ڀڳت ناماديو ڪتي جي پٺيان ڊوڙڻ لڳو ۽ ڊوڙندي ڊوڙندي ڪتي کي چوڻ لڳو ته هي ڀڳوان! آٽيءَ روٽي نه کائو. مونکي گيهه ته آڻڻ ڏيو پوءِ ٻائي پيار سان ڀوڳ لڳايو. هيءُ گيهه مون توهان لاءِ ٿي آندو آهي.

اڳيان ڪتو ۽ پٺيان ڀڳت ناماديو ڊوڙندو رهيو. ڊوڙندي ڊوڙندي ٿڪجي ڪري ڀڳت ناماديو ڪري پيو. ڀڳت جي ڪرندي ئي ڪتو بيهي رهيو ۽ پرماتما جو روپ ڌارڻ ڪري ڀڳت ناماديو کي پنهنجن هٿن سان اٿاري پنهنجي گود ۾ وهاري خوب پيار ڪري چيو ته ڀڳت ناماديو اسين تنهنجي سچي پيار ۽ ڀڳتيءَ تي ڏاڍو خوش ٿيا آهيون. تون هر پراڻيءَ ۾ منهنجو روپ ٿو ڏسين. تو ڪتي ۾ به منهنجو ئي روپ ڏسي سڪ ۽ شرڌا سان ڀوڳ لڳايو سو تون ڌنيه آهين.

پرم پوڄنيه سوامي جن اهو درشٽانت ٻڌائي پريمين کي چوڻ لڳا ته سيني جيون ۾ پرماتما ٿو وسي. انهيءَ ڪري ڪنهن به جيو کي ستائڻ نه




اجيہ نگر وارو پوليشور مندر ۽ سوامي جن جي اسٿاپت مورتي

سنڌن ڌرم جي سڀني ديوي ديوتائن ۽ سنتن جون
مورتون ٺهرايون ويون آهن جي هر دل کي
ڇڪيندڙ آهن .

اُن ڪانسواءِ هتي مها منڊليشور سوامي ٽيڪونرام
مهراج جن ۽ ٻين ٻرهم پرڪاشي سنتن جون سنگمرمر
جون مورتون ٺهرايون ويون آهن . اُن سان گڏ
هتي ماتا درگا جو مندر پڻ ٺهرايو ويو آهي جتي
نو درگا جي استاپنا ڪرائي وئي آهي . هي مندر
ماتا جي شرڌالو ڀڳتن لاءِ آڪرشڻ جو ڪيندر آهي .
هن مندر جي چارون طرف شاهي زمين آهي جتي
سندر باغ بغيچا ۽ ڦلواڙي لڳائي وئي آهي جنهن
ڪري هي آستان نهايت رمڻيڪ ٿي پيو آهي .

ٻرهم ٻوجهيه سوامي جن هن پوليشور مندر تي
وٺي ٻرهم سان ايندا هئا . جڏهن به سرڳي شري
جيوترام جن هتي ايندا هئا ته هو ٻرهم ٻوجهيه سوامي
جن کي وٺي ۽ سڪ ۽ شرڌا سان اُتي هلڻ جو آگرهه
ڪندا هئا . شري جيوترام ٻرهم ٻوجهيه سوامي جن
جو ٻرهم شرڌالو ڀڳت هو . سو اُتي پڌارجڻ تي هو
سندن سڪ ۽ شرڌا سان خوب سيوا ڪندو هو . نه
صرف ايترو پر جيڪي ٻرهم ٻوجهيه سوامي جن جا
پريمي ٻاهران ايندا هئا اُنهن کي پوليشور مندر ۾
ضرور موڪليندا هئا .

برم ٻوجليہ سوامي جن مها شوراتري جي پرو
تي سڄو ڏينهن هتي رهي هون پوڄن ڪندا هئا.
هن موقعي تي شري جيوترام سوامي جن ڪئي
وشيش نمائش ڏني، سڄو وقت سيٺي ڪاريہ
ڪرڻ ۾ ٻڌارڇڻ لاءِ ويٺي ڪندا هئا. برم ٻوجليہ
سوامي جن جي ٻڌارڇڻ ڪانٻوءِ تي هون آرتي
ڪرايو ويندو هو.

برم ٻوجليہ سوامي جن هن ٻويتر ٻروڪي وڏي
وڏان سان پوليشور ڀڳوان مهاديو جي پوڄا ڪندا
هئا ۽ سڄو ڏينهن آتي رهي هر ڪاريہ ڪرم ۾
وڏي چاهه سان ڀاڳ وٺندا هئا.

برم ٻوجليہ سوامي جن آئي آيل سيٺي پريمين
کي ٻليدين هٿن سان ڦل ورهائي ڏيندا هئا، هر
وقت سندن اڳيان ڦلن جا ٽوڪرا ڀريا پيا هوندا
هئا. جيڪي پريمي سندن چرڻن ۾ اچي ويندا
هئا انهن کي مهاشوراتريءَ جي مهتو جي باري ۾
گيان ڏيندا هئا. برم ٻوجليہ سوامي جن چوندا هئا
ته ڀڳوان شو سيٺي ديون جو ديو مهاديو آهي. هو
ڪلياڻڪاري ڀوان جو ڀڳوان آهي. انڪري تنهن
هن کي پوليشور مهاديو چون ٿا. ڀڳتن جي پڪار
ٻڌي انهن جو ڪلياڻ ڪرڻ لاءِ ڀڳوان شو جلدي
پرگهٽ ٿي سندن ڪشٽ دور ڪري ٿو. برم ٻوجليہ
جن چوندا هئا ته مها شوراتريءَ جو تمام وڏو مهتو

هيءَ آهي.

ڀڳوان شو کي مهني ۾ ٻارهن ورت آتي ٻڌ ر
آهن ۽ اُهي آهن – ۽ اشٽميون جن ۾ صرف ڦلهار
ڪرڻي آهي، ۽ ايڪا دشيون جڏهن ۾ شڪل پکش
جي ايڪادشي نرجل ڪرڻي آهي، پڻ ٿيرسن تي
ورت رکي ڀڳوان شو جو سمرڻ ڪرڻو آهي، ۽
چوڏسون جن مان ڪرشڻ پکش جي چوڏس تي
نرجل ورت رکڻو آهي، مهني جي هر سومر تي ڀڳوان
شو جو ورت رکڻ گهرجي ۽ چنڊ ڏيهن ٻڻ ورت
رکي ڀڳوان شو جي پوڄا ڪرڻ سان ڀڳوان شو اُن
ڀڳت تي راضي ٿي اُنکي مڪتي پردان ڪري
پنهنجن چرڻن جو واس ڏئي ٿو.

جڏهن جگياسوءَ کي اهي ورت رکڻ جي سمرٿي
ناهي اُهو صرف مهاشوراتريءَ تي ورت رکي شردا
۽ سڪ سان ڀڳوان شو جي پوڄا ڪري سندس دل
سان سمرڻ ڪندو ته اُن جگياسوءَ جا سڀ ڪشٽ
دور ٿيندا ۽ هو مڪت ٿي ڀڳوان شو جي چرڻن ۾
واس ڪندو.

پرم پوڄنيه سوامي جن پريمين کي مهاشوراتريءَ
جي ڪٿا ٻڌائيندا هئا. جا هن ريت آهي –

وينيت ڪلپ ۾ جڏهن پرليه ٿي ويئي تڏهن
برهما ۽ وشنوءَ جي وچ ۾ گهما سان اڙائي ٿي. برهما
چوڻ لڳو ته مان سرشٽيءَ جو پيدا ڪندڙ آهيان.

مان برهما، سويمڀو، پرميشٺي ۽ مان ٿي وڏا
آهيان. سو مان سڀ کان وڏو آهيان ۽ ٻئي اوکن
۾ مهنجي پوڄا ٿيڻ گهرجي. ڀڳوان وشڻو چوڻ لڳو
تہ مان جڳد پش آهيان ۽ مان ئي ٻئي اوکن جو
پالڻ پوشڻ ڪريان ٿو ۽ سڄي سرشٽي مهنجي ئي
ٻل سان هلي ٿي. انهيءَ ڪري مهنجي ٻئي اوکن
۾ پوڄا ٿئي ٿي ۽ مان ديون جو ديو آهيان. تون
برهما تہ مهنجو پٽر آهين ۽ مهنجي ناڀيءَ مان پيدا
ٿيو آهين. هنن ٻنهي جو واد وواد تمام وڌي ويو ۽
ٻنهي جي وچ ۾ شڪتي پريکشا لاءِ گهما سان اڙائي
لڳي. اُن وچ ۾ ڀڳوان وشڻو پرليہ ڪندڙ ماهيشور
پاڻ ڇوڙيو ۽ برهما وري پاشوپتياتسر پاڻ ڇوڙيو.
جنهن جي پرڪاش سان ٽيئي لوڪ پرڪاشت ٿي
ويا. ٻئي هڪ ٻئي جي سامهون ٿي ٻنهي شسترن
سان پرليہ مچائڻ لڳا. اُن وقت ديوتائون ڀيڀيت
ٿي ڀڳوان پوليات شو جي شرڻ ۾ ويا ۽ ڪيس سڀو
ورتانت ٻڌائي وينتي ڪئي تہ هي ديون جا ديو
مهاديو تون اسان جي رکشا ڪريو نہ تہ هن اڙائيءَ
۾ پرليہ ٿي ويندي ۽ سڄي سرشٽي جلي خاڪ ٿي
ويندي. ڀڳوان شو ديوتائن جي پڪار ٻڌي ٻنهي جي
دل ٻل سان آتي آيو جتي برهما ۽ ڀڳوان وشڻوءَ ۾
يڌ هلي رهيو هئو. ڀڳوان شو هنن کي سمجهائڻ
جي گهڻي ئي ڪوشش ڪئي پر اهنڪار جي اگر

ڪري هن ڪوبہ ڌيان نہ ڏنو. تڏهن ڀڳوان شو
ڪپوتت ٿي وشال اگني ڪنڀ جو روپ ڌارڻ ڪري
ٻنهي جي وچ ۾ پرگهٽ ٿيو جنهن ڪري سندن
پاڻ ۾ ڦٽي هني ويا. ڀڳوان وشنو ۽ برهما ڀڃ ٻڌ
ڪري ويچار ڪرڻ لڳا تہ آخر هي اگني ڪنڀ ڇا
آهي ۽ اُن جو انت ڪٿي آهي. ٻنهي اهو فيصلو
ڪيو تہ جيڪو هن اگني ڪنڀ جو انت لهي ايندو
اهوئي وڏو ليکيو ويندو.

برهما هنس جو روپ ڌارڻ ڪري آڪاش ۾
اڏامي اُن لنگيشور جو انت لهڻ ويو ۽ وشنو شوڪر
جو روپ ڌارڻ ڪري پاتال ۾ اُن جو انت لهڻ ويو.
ڀڳوان وشنو جلدي پاتال مان موٽي آيو ۽ چيائين تہ
هن لنگيشور جو انت ڪٿي آهي مان اُن جو انت
لهڻ ۾ سمرٿ نہ آهيان. پر برهما آڪاش مان موٽي
اچي چيو تہ مون هن اگني ڪنڀ جو انت ڳولهي
لڌو آهي ۽ شاهدي ڏيڻ لاءِ ڪيتڪي جو گل پاڻ
سان وٺي آيو.

برهما جو مٿيا ڀاشڻ ٻڌي ڀڳوان شو اُن اگني
ڪنڀ مان پرگهٽ ٿيو ۽ ڀڳوان وشنو جي سچائيءَ
تي پرسن ٿي ڪيس وردان ڏنائين تہ تنهنجي پوڄا
منهنجي سمان ٽنهي لوڪن ۾ ٿيندي. ۽ برهما جي
اسٿيہ ڀاشڻ تي ناراض ٿي چيائين تہ تنهنجي ٽنهي
لوڪن ۾ پوڄا نہ ٿيندي پر برهما جي ڪميا ياچنا

تي ڪيس معاف ڪيائون ۽ چيائونس تہ ويئانگ مگر ڪرماد ۾ تون ڳرو ٿيندي پورو حصو پائيندي.

ڀڳوان شو سيني کي چوڻ لڳو هي لنگيشور منهنجو نشڪل روپ آهي ۽ هي مون ڀڳوان کي سيني انگن سان درشن ڏنو آهي. اهو منهنجو سڪل روپ، سگڻ روپ آهي. اڄ کان وٺي منهنجي هن پنڊي روپ ۾ پوڄا ٿيندي ۽ مان هن وشال اگني ڪلپ کي سوڪشم روپ ڏيو ڏيان ۽ منهنجو سروپ سدا اُن لنگ ۾ رهندو. منهنجي هن لنگ جي پوڄا منهنجي ئي پوڄا ليکي ويندي. منهنجا ڀڳت هن پنڊي يعني سگڻ ۽ نرگڻ روپ ۾ پوڄا ڪري سگهندا ۽ پنڊي جي پوڄا جو ڦل ساڳيو ٿيندو ۽ جنهن آستان تي هي اگني ڪلپ پرگهٽ ٿيو آهي اُن کي لنگيشور جي نالي سان سڏيو ويندو ۽ اهو استان اروڻاچل جي نالي سان پرسڌ ٿيندو. ۽ جنهن ڏينهن هي اگني ڪلپ شو ڀڳوان جو نراڪار روپ پرگهٽ ٿيو آهي، اُن کي مهاشوراتريءَ جي نالي سان سڏيو ويندو ۽ جيڪو ڀڳت هن ڏينهن ورت رکي ڀڳوان شو جو پوڄن ڪندو ۽ سندس سمرڻ ڪندو اهو سيني پاپن کان مڪت ٿي پرم پد کي پراپت ڪندو.

اُن ڏينهن کان وٺي هر سال مهاشوراتريءَ جو ملو، شو ڀڳت سک ۽ شردا سان ملهائيندا آهن.

ڀڳوان شو ڀڳتن جي پڪار تي ٻارهن استانن تي
ساڪار روپ ۾ اوتار ڌاري پرگهٽ ٿيو آهي. انهن
آستانن تي جيوتر لنگن جي استاپنا ڪئي ويئي آهي.
انهن ٻارهن استانن کي ڀڳوان شو جي جيوتر لنگن
جي نالن سان سڏيو ويندو آهي. اهي ٻارهن تيرٿ
اسٿل اتي پويتر آهن جن جي درشن ماتر سان سڀ
پاپ نشٽ ٿين ٿا ۽ ڀڳوان شو جي چرڻن جو واس
ملي ٿو. اهي ٻارهن جيوترلنگ آهن :— (1) سوراشٽر
گجرات ۾ سومناٿ (2) شري شيل پروت تي
مالڪارجن (3) اُجين، مڌيه پرديش ۾ مهاڪال (4) نربدا
جي ڪناري تي اومڪاريشور (5) هماليه پروت تي
ڪيداريشور (6) ساهيادري پروت تي ڊاڪني نالي
استان تي ڀيم شنڪر (7) وارانسي، اتر پرديش ۾
وشوناٿ (8) گوداوريءَ جي ڪناري تي مهاراشٽر ۾
ترمبڪيشور (9) بهار ۾ ويد يناٿ (10) داروڪون
آنڌر پرديش ۾ ناگيشور (11) سيتو بند تي راميشور ۽
(12) شواليه ۾ گهسميشور.

پرم پوڄيه سوامي جن جو هن پوليشور مندر
سان اهڙو تہ لڳاءُ هو جو سندن جوتي جوت سمائڻ
کانپوءِ سندن پرم ڀڳت شري جيوترام سندن پويتر
ياد ۾ هڪ مندر ٺهرايو جتي سندن سنگمرمر جي
هڪ وڏي سندر مورت استاپت ڪرائي. جتي صبح
شام شردا سان آرتي ڪئي ويندي آهي. هي مندر

شري جيوترام ڀڳت جي رهڻ جي جاءِ جي بلڪل
ڀرسان جوڙايو جيئن ايندي ويندي سنت ن سگهو ر و
درشن ڪري سگهن. اڄ ڏينهن ڀڳت
ڏينهن جو ناتو انت سمي تائين ڀڳت جي سنگر پرم
پوجنيه سوامي جن سان نڀايو.

نيهي نماڻو ماڻڪ جهڙي مائل ٿيو،
رهي ساڌ سنگت ۾ وڏ سان وڪاڻو،
پرچي لڌائين ڀڳتجو پريتم پراڻو،
پيڪونت جو پاڻو، سامي رکيائين سرتي.

اڄ ڏينهن پرم پوجنيه سوامي جن اجمير ۾
رهي پشڪر راڄ جي آشرم سرگ پوري کي سمپورڻ
ڪرڻ ۽ ان سان گڏ ساماجڪ ڪارين کي ٻه ڪندا
رهيا. انهن مشغولين جي ڪري سنت ن پرڻ جو
ڪاريه ڪرم لمبي عرصي کان بلڪل بند ٿي ويو هو.
ديش وديش مان سنت ن سڪايل پريمي سنتن
درشن لاءِ کين بار بار وينتي ڪرڻ لڳا. جڏهن ٻه
هو ميلي تي يا ڪنهن خاص موقعي تي سنتن درشن
لاءِ آشرم ۾ ايندا هئا. تڏهن کين ڀڳتن پراڻن
پريمين کي اچي درشن ڏيڻ لاءِ عرض ڪندا هئا
کين چوندا هئا —

لائي وير وڻي، سڄڻ سڪ سوڙهو ڪيو،
اچي اڏ مون تي، ڪنڌي مهر ڪڏي،
ڏئي ترقي ڏن مون، ويند و سامه جڏي،

ساهي چئي تڏي ، هيلو ڪڏي ڪن سان.
اُنهن ٻـريمين ۾ خاص طـرح سان اِئب ونيشيا
جاڪرتا جا سڌن ن سڪايل ٻـريمي شري شڪر ۽
گوپ سامتاڻي ۽ سڌن ن ٻـوجيم ماتا صاحب ڪرشنا
ديوي ڪين هر بار ويهتي ڪڏا هتا تـہ هڪ ٻيرو
جاڪرتا ۾ اچي ٻير گمهائي وڃو. سو سڌن من ٿيو تہ
هيڏي وڏي سفر ڪي وڃڻ کان اڳہ هڪ ٻيرو پهرين
جي ٿي ديش ۾ ٿوري دوريءَ تي سفر ڪري اچڻ
گهرجي جيئن پتو پئجي وڃي تہ اسانجي تندرستي
ايڏو وڏو سفر برداشت ڪري سگهندي يا نہ ۽ ٻيو
اِها بہ چتنا هئن تہ پشڪر جو اچان ٿورو ڪم اڌورو
رهيل آهي اُن کي بہ پورو ڪري سگهجي. جيئن
پئي ڪم گڏو گڏ ٿين اِنهيءَ ڪري اسان کي حڪم
ڏناٿون تہ توهان ريل رستي پژودي پهچو. سو اسان
بہ پژودي پهچي وياسين ۽ پاڻ کن پريمين کي
ساڻ وٺي ڪار رستي پژودي پهتا. پـژودي پهچڻ
تي سڌن پمپئيءَ جا گهڻيئي پريمي سـڌن سان
ملڻ ۽ ڪيـن پمپئي وٺـي وڃڻ لاءِ نيڪي ٿيـڻ لاءِ
پژودي پهچي ويا ۽ اسان کي بہ گهراڻي اهو حڪم
ڏناٿون تہ توهان احمدآباد جـا مندر ڏسي جڏهن ۾
خاص گيتا پردرشنيءَ کي ڏيان سان ڏسي اجميـر
پهچي وڃو ۽ اسانجو بہ سواسٿيہ پمپئي وڃڻ جهڙو

ڪونهي اهڙيءَ ڪري مان به سڀاڻ اجمير پهچي ويندس.

سچ پچ ته ٻئي ڏينهن شام جو ڇهين بجي پنهنجي انجام موجب اجمير پهچي ويا. پر هن سفر ڪري سندن تندرستي ڏاڍي خراب ٿي چڪي هئي. انڪري سندن شردّالو پريمي ڊاڪٽر بلرام چوڌريءَ کي گهرائي سندن پوري چڪاس ڪرائي وئي. ڊاڪٽر کين هدايت ڪئي ته هاڻي توهان کي پوري آرام جي ضرورت آهي. سچ پچ ته آرام ڪرڻ سان سندن تندرستي بلڪل ٺيڪ ٿي لڳي هئي. ڊاڪٽر کي چيائون ته هاڻي اسين بلڪل ٺيڪ آهيون ۽ سڀاڻ اسين جنپور ميلي تي وينداسين، پر ڊاڪٽر صاحب کين نماڻي وينتي ڪئي ته هن وقت توهانکي آرام جي سخت ضرورت آهي ان ڪري جنپور وڃڻ تندرستي لاءِ ٺيڪ نه آهي. پر سوامي جن ته مريادا جي مورت هئا سو پنهنجو ڏنل ناتو اٽل ڳالهين نڀائيائون. پريمين جي بار بار وينتي ڪرڻ کان پوءِ به پرم پوجنيه سوامي جن ايم اوسار جنپور ميلي ۾ پڌاريا.

هن سفر جو سندن تندرستيءَ تي گهرو اثر پيو. پرم پوجنيه سوامي جن جي تندرستيءَ جي اهڙي چنتا جنڪ حالت ڏسي ڪن پريمين ڊاڪٽر جيڪو سندن شردّالو ڀڳت آهي، ان کي صلاح

2- هي جي هلن ٿا هر دم
ٻراڻ جيئون جي ٻند ۾
روڪڻ سندي اُڌون ۾
ناهي مجال ڪنهنجي.

3- ٻرپوءِ رکيو آهي ٻنهنجي
وس ۾ هي جم موت
جيئون سندي دمن ۾
ناهي مجال ڪنهنجي.

4- هٿ ۾ سڀئي حياتيون
ماڏو تنهن مالڪ جي
خالق سندي ڪلن ۾
ناهي مجال ڪنهنجي.

اهڙي نازڪ حالت ڏسي سندن ٻريمي چلتا ڪرڻ لڳا. ٻرم ٻوجيه سوامي جن سدائين مشڪرائيندا رهيا ۽ سڀني کي دلداري ڏيندا رهيا. هر روز ڊاڪٽر ملم ٻٽي ڪرڻ ۽ تپاس ڪرڻ ايندا هئا. ملم ٻٽي ڪرڻ وقت ڏسندڙن جو ڪليجو هلي ويندو هو. ٻرٻاڻ ڀوڳي هئا سو ڀيشم ٻتامه، والنگر تيرن جي سيجا تي سمهندي به ڀوڳ ۾ استٿي چاچري مدرا سادي ڌيان ترڪلي ۾ لڳائي آتم استٿ ٿي هن دک سک کان مٿي چڙهي ترايب ٿي ويندا هئا. ٻنهن جن ٻريمين کي چوندا هئا ته شريمد ڀڳوت

گيتا ۾ شري ڪرشن ڀڳوان ارجن کي هن آتما جي
امرتا جي باري ۾ سمجهائيندي چيو آهي تہ –
هي آتما ڪٽڻ کان پري، جلائڻ کان پري،
آلي ٿيڻ کان پري ۽ سڪڻ کان پري آهي. هي ۽
آتما نسنديهہ، نتيہ، سڀ ۾ سمايل، اچل،
سدا لاءِ قائم ۽ سناتن آهي.

اِنهيءَ ڪري هن شاريرڪ ڪشٽ لاءِ شوڪ
ڪرڻ نہ جڳائي. پرماتما پنهنجن پرم ڀڳتن کي
پنهنجي شرڻ ۾ سويڪار ڪندو آهي تڏهن هن
جي اڳين پوين ڪرمن جو حساب چڪتو ڪري کين
مڪت ڪري پرم پد پردان ڪندو آهي. اِها ڳالهہ
سمجهائڻ لاءِ پرم پوجيہ سوامي جن پريمين کي
مهاڀارت مان مهان يوگي ڀيشم پتامہ جو اُداهرڻ
ڏنائي سمجهايو.

مهاڀارت جي يُڌ ۾ جڏهن مهان يوڌو ڀيشم
پتامہ تيرن جي سيڄا تي سمهيو پيو هو تڏهن هن
ڀڳوان شري ڪرشن کان پڇيو تہ هي مڌوسودن!
منهنجي دل ۾ هڪ شنڪا آهي تہ مون هن جنم ۾
رهم چرييہ جو پالن ڪري ستيہ جي راهہ تي هلي
ر طرح پيہ جو ڪاريہ ڪيو آهي ۽ انهي پهر صرف
هنجي چرنن جو ڌيان ڪيو آهي ۽ ڪوبہ پاپ ڪرم
ڪيو آهي. پوءِ مونکي اهڙي ڪڙي سزا ڇو ملي
ي؟ تہ صرف هن جنم ۾ پر پوين ستن جنمن ۾ مون

ڪري اهڙو پاپ ڪرم نه ڪيو آهي جو هن طرح
سان مهاڀڄي انگم انگم کي تيرن سان چيديو ويو
آهي.

شري ڪرشن ڀڳوان ڪيس دلداري ڏيندي چوڻ
لڳو ته تون مهاڀڄو پيارو پرم ڀڳت آهين. تهنجي
تپسيا ۽ ڀڳتيءَ ڪرم ڪري مان ڏوکي پهنجي شرڻ
۾ وٺڻ لاءِ تنهن جا هي ڪرم ڪٽي حساب پورو
ڪري پرم پد ڏيڻي رهيو آهيان. هن ڪان اوڏونجام
جنم اڳم تون هڪ پراڪرمي راجا هئين. هڪ ڏينهن
تون شڪار ڪي وڃي رهيو هئين. رستي ۾ هڪ
سرپڻي تنهنجو رستو روڪي بيٺي هئي. تو اهم ۾
پرجي هن کي رستي کان هٽائڻ لاءِ پنهن جي تير
جو نشانو بڻايو هو. سرپڻي زخمي ٿي اُچل ڪاٿي
وڃي ڪنڊين ــ ي ٻاڙ تي پيئي حتي سندس انگم
انگم ۾ ڪنڊا چڀي ويا ۽ هن ڦٽڪي ڦٽڪي پران
ڏنا. اڄ تون هن تيرن جي سيجا تي سهڻي آهيو
پراڻو قرض چڪائي مڪت ٿي رهيو آهين.

اهڙي نموني پرم ڀوڄيه سواهي جن پر يمهين
ڪي انت سمير تائين آنت ڏيندا رهيا. سدائين
سندن مکاروند مان اهو ئي شبد نڪرندو رهيو ته
شڪر مهون جا سائين جيئن تون هلائين. سدائين
سندن پاٽي ۾ پيا رهيا. هن نازڪ حالت هوندي به
پاڻ ڪرامت جا ڏٺي هئا. سو پهنجا پران وس ۾



پرم پوڄنيہ سوامي جن جي انتم شوڀا ياترا

۾ پهچي ويو تہ، پرم پوجيہ سوامي جن تہ چاڻي
چاڻڻ هار آهن. ڪيئن اسان جي هن آس جي آخر
خبر پهچي وئي. هو خوشيءَ وچان ڊوڙندو پنهن
جي دوست شري ٺاڪرداس وٽ ويو ۽ کيس چيائين
ڀائي توهانجا ڀاڳ کليا آهن جو پرم پوجيہ سوامي
جن توکي نام دان لاءِ پنهنجو پاڻ گهرايو آهي. پرم
پوجيہ سوامي جن شري ٺاڪرداس کي وڏي ڌيان
سان نام دان ڏيئي پنهنجو پرد پاليو. انت ۾ انهو بار
بہ پاڻ تان لاهي ويا.

هاڻي سکہ سان ميلو سماپت ٿيو. سيٺي
پريمين کي پکرون پـارائي پرساد ڏيئي خوشي
خوشيءَ روانو ڪيائون. سيٺي پريمين جي رواني
ٿيڻ کان پوءِ هاڻي پرم پوجيہ سوامي جن پرم
سماڌيءَ ۾ وڃڻ جي تياري ڪرڻ لڳا. هو تہ رکيل
ئي ميلي جي سک سماپتيءَ لاءِ هئا. آخر 11 جون
1984 شام جو 4 بجي پرم پوجيہ سوامي جن هيءَ
سنساري چولو ڇڏي انت سماڌيءَ ۾ لين ٿي ويا.
انهو شوڪ سماچار ديش وديش ۾ بجليءَ وانگر ڦهلجي
ويو. انها خبر جڏهن پريمين تائين پهتي تہ ڪيترا
پريمي جي اڃان گاڏين ۾ ئي هئا ۽ گهرن تائين
بہ نہ پهتا هئا، سي اُتان ئي واپس وريا.

پرم پوجيہ سوامي جن جو انتم درشن ڪرڻ
لاءِ پريمي هزارن جي تعداد ۾ آشرم ۾ پهچي ويا

سينءَ جي چهرن تي ڏک ۽ مايوسي ڇانيل هئي . پنهنجي محبوب جي وڇوڙي ۾ سڀ هنجون هارڻ لڳا . پرم پوجنيه سوامي ڄن ڪانسواء سڀ ڀاڱ ڪي اناٿ سمجهڻ لڳا . سڄي آشرم ۾ سناٽو ڇانيل هو .

پرم پوجنيه سوامي جن جي انتم درشن ڪرڻ لاء سندن پارٿيه شرير کي ۾ ڏينهن سڄائي آشرم ۾ رکيو ويو جيئن ديش وديش مان سندن پريمي پنهنجي ڪري پنهنجي پريتم کي شردانجلي ارپڻ ڪري سگهن . پرم پوجنيه مها منڊليشور ، سر گوواسي شري شانتي پرڪاش جن ۽ پيا پريم پرڪاشي سنت ڀڳ آئي پنهنجي ويا . پرم پوجنيه سر گوواسي شانتي پرڪاش مهراج جن ٿه مهان گياني هئا سو هنن سينءَ پريمين کي هن ڪشٽ جي گهڙيءَ ۾ دلداري ڏيندي چيو ته —

سنت مري ڪيا روئي جو اپني گهر جاء ،
روئين ساڪت باپڙا جو هاٽون هاٽ بڪاء .

13 جون 1984 پورڻماسيءَ ڏينهن هڪ سندر ڳلن جي ڏوايءَ ۾ وهاري پريمين پنهنجي محبوب جي شوڀا ياترا ڪڍي . هزارين پريمي هن شوڀا ياترا ۾ شامل ٿيا . اجمير جي پريمين پنهنجي دلبر جي آجيان لاء سڄي شهر ۾ سندر سواگت گيٽ ٺهرايا. سندن انتم درشن ڪرڻ لاء ماتائون، پيءُ رون ۽ ٻار پريمي رستي جي ٻنهي پاسن کان صبوح کان

وٽي قطارون ٺاهي هٿن ۾ گلن جون مالهائون ،
ٺاريل ۽ ٻڪرون کڻي اکيون وڇائي انتظار ڪري
رهيا هئا . سڄي شهر ۾ هڪار ٿي وئي . سڀئي
پريمي دکي دلين سان سڌن انتم درشن لاءِ
واجهائي رهيا هئا . هن شوڀا ياترا ۾ پريمي ڀڄن
ڪيرتن ڪندا ۽ پرم پوڄيه سوامي جن جي جئه
جئڪار ڪندا . سڄي شهر جي پرڪرما ڪرڻ لڳا .
جيئن سڌن ٽولي جٿي پهتي ٿي اتي پريمين
شردا سان مالهائون چاڙهي ، ٻڪرون ڀارائي گلن
جي ڪوب ورکا ٿي ڪئي . سڄو رستو گلن سان
ڇانئجي ويو هو . شردا وچان پريمين سڌن مٿان
هزارين روپيه گهوري ڦٽا ڀڱي ڪيا . هي درشيه
الوڪ هو . هيڏو وڏو جلوس هن کان اڳ اجمير
شهر ۾ ڪڏهن به ڪونه نڪتو . اجمير جي شهر جا
پريمي پرم پوڄيه سوامي جن جو بيحد آدر ڪندا
هئا . سڌن دلين ۾ سڌن لاءِ اگهاڌ شردا هئي .
پرم پوڄيه سوامي جن جي وڇوڙي هنن جي دل
کي جهوري ڇڏيو هو .

اجمير شهر جي پرڪرما پوري ڪري هي
شوڀا ياترا سڌن پريم پرڪاش آشرم پشڪر راڄ ۾ پهتي
جتي هزارين پشڪر واسي سڌن انتم درشن ڪرڻ
لاءِ آيل هئا . سڀني سڌن مٿان شردا سمن چاڙهي
ويد منتر اچاري ڪين انتم ودائي ڏني . پشڪر راڄ

مان موني هيءَ شوڀيا ياترا آدرش نگر واري آشرم
تي پهتي.

سڀني ڀريمين اهو فيصلو ڪيو ته پرم پوجيه
سوامي جن جو انتم سنسڪار سندن ئي آشرم ۾ وڏي
وڌان سان ڪيو وڃي. اُن لاءِ ڪليڪٽر ڪان خاص
پرميشن ورتي ويئي. آشرم ۾ جتي پرم پوجيه
سوامي جن جي پويتر سماڌي آهي، اُتي هڪ پويه
پليٽفارم جوڙايو ويو جتي پرم پوجيه سوامي جن
جو پارٿيه شرير سماڌي اوستا ۾ براجمان ڪيو ويو.
چندن جي ڪاٺين جي ويدي ٺاهي ويئي ۽ ويد
منترن جي اُچارڻ سان اگني پرجولت ڪئي ويئي.
اُن وقت جو درشيه دل دهلائيندڙ هو. سڀ ڀريمي
ڀيڻن جي پويتر ڪي شاريرڪ روپ سان وداع ڏيندو
ڏسي زارو زار روئڻ لڳا. سندن جئه جئه ڪار سان
آسمان گونجڻ لڳو. پرم پوجيه مها منڊليشور هن
مها شوڪ جي گهڙيءَ ۾ ڀريمين کي آٿت ڏيندي
سمجهائڻ لڳا ته پرم پوجيه سوامي جن ته امر آهن.
هنن ڀيڻن جي يوگ ساڌنا سان امرتا پراپت ڪئي
آهي. اهڙا مهان پرش جنم رهت، نتيه سناتن ۽
براجمان آهن. شرير ناس ٿيڻ ڪري به هي ناس نٿا
ٿين. هنن جي شخصيت يوگ ساڌنا ۽ تپسيا ڏاران
ايتري ته وشال ۽ وسترت ٿي ويئي آهي جو هو هر
ڀريميءَ جي دل ۾ سمائجي چڪا آهن ڀوءِ اهڙي

مهان سنت پريوءِ جي پياري لاءِ هن طرح ذڪر شوڪ
نه ڪرڻ گهرجي. هو ته هميشه اسان وٽ هتا اسان
وٽ آهن ۽ هميشه اسان وٽ رهندا. اسين سڀ
سندن آدرشن تي هلي ڪين سدا امر رکنداسين.

اڳني ديوتا جون پريتم لپٽون پنهنجي هن پريوءِ
جي پياري کي سدا سدا لاءِ پنهن جي آغوش ۾
سمائڻ لاءِ تيز ٿي آسمان چڙهڻ لڳيون. چندن جي
لڪڙين سان سڄو واتاورڻ سڳنڌت ٿيڻ لڳو.
پريمي پنهن جي پريتم کي انتم وداعي ڏيڻ لاءِ
ويدي جي چارون طرف پريڪرما ڏيئي سندن پوتر
چرنن ۾ شردا سان نارڊل چاڙهي ڀاري من سان
پنهن جي ماڳ موٽڻ لڳا. سڀني جي وڃڻ کان پوءِ
به سندن کي انيڪ ڀڳت اتي سندن چرنن ۾ انت
تائين سندن درشن ڪرڻ لاءِ ويٺا رهيا. اُن وقت هڪ
الاهي اسرار ٿيو جنهن جو بيان ڪرڻ کان ٻاهر
آهي. اوچتو سڀ لڪڙيون ڌهه ڌهه ڪري هيٺ
ڪري پيون. اُنهن لڪڙين جي ڪرڻ تي هڪ
الوڪڪ درشيه پرگهٽ ٿيو. جنهن کي ڏسي اکيون
چرخ ٿي ويون، دماغ چڪرائجي ويو. اڳني ديوتا
جي آغوش ۾ پرم پوجيه سوامي جن جو وسميه ۾
وجهندڙ الوڪڪ درشن ٿيو سندن هٿ آشيرواد لاءِ
مٿي کنيل هو ۽ سندن الاٽ تي ڀڳوان شو جو ترشول
چمچمائي رهيو هو: ائين ٿي لڳو ته ڄڻ شو

وان سنت پرپوءِ جي پياري لاءِ هن طرح ذڪر شوق
ه ڪرڻ گهرجي. هو ته هميشه اسان وٽ هتا اسان
وٽ آهن ۽ هميشه اسان وٽ رهندا. اسين سڀ
سندن آدرشن تي هلي ڪين سدا امر رکندا اسين.
اڳئين ديوتا جون پويتر لڳون پنهنجي هن پرپوءِ
جي پياري کي سدا سدا لاءِ پنهن جي آگوش ۾
سماڻڻ لاءِ تيز تي آسمان چڙهڻ لڳيون، چندن جي
ڪاٺين سان سجو واتاورڻ سڳنڌت ٿيڻ لڳو.
پريمي پنهن جي پريتم کي انتم وداعي ڏيڻ لاءِ
ويدي جي چارون طرف پريڪرما ڏيئي سندن پويتر
چرنن ۾ شردا سان ناريل چاڙهي ڀاري من سان
پنهن جي ماٿي موٽڻ لڳا. سيني جي وچڻ ڪان پوءِ
ته سندن ڪي انيڪ ڀڳت اُتي سندن چرنن ۾ انت
تائين سندن درشن ڪرڻ لاءِ ويٺا رهيا. اُن وقت هڪ
الاهي اسرار ٿيو جنهن جو بيان ڪرڻ ڪان ٻاهر
آهي. اوچتو سڀ ڪاٺيون ڌمه ڌمه ڪري هيٺ
ڪري پيون. اُنهن ڪاٺين جي ڪرڻ تي هڪ
الوڪڪ درشيه پرگهٽ ٿيو. جنهن کي ڏسي اکيون
چرخ تي ويون، دماغ چڪرائجي ويو. اڳئين ديوتا
جي آگوش ۾ پرم پوجنيه سوامي جن جو وسميه ۾
وجهندڙ الوڪڪ درشن ٿيو سندن هٿ آشيرواد لاءِ
مٿي کنيل هو ۽ سندن الاٿ تي ڀڳوان شو جو ترشول
چمڪندي رهيو هو؛ اڳئين تي اڳو ته هئي شو

سوروپ پنهنجي پريمين کي آشيرواد ڏيئي واپس
شو ۾ ٿي اين ٿي رهيو هو. هي خبر ٻڌي وانگر
چارو طرف ڊوڙندي ويئي. پريمي هي الوڪڪ درشيہ
ڏسڻ لاءِ واپس اوڙي آيا. هي عجيب ليلا ڏسي سڀ
وسميہ ۾ پئجي ويا. اهي پريمي وڏ ڀاڳي آهن جن
ستگرو مهراج جي ڪرپا سان پنهنجي پياري پريتم
جو هي الوڪڪ آتم درشن ڪري پرم آنند پاتو.

عجائب عشق، سامي ڏٺي ستگرو ءَ
ڏٺي تنهنجي آسري، پاڪ ملجهه جولڪ
ڏيو ڏرمل ڏرڏڪ، ڪٽي جيءَ جنجير سڀ.

چوٿين ڏينهن پرم پوجنيہ سوامي جن جي پوتر
ياد ۾ سمرتي سڀا ڪوٺائي ويئي جنهن ۾ پرم
پوجنيہ مها منڊليشور سوامي شانتي پرڪاش مهراج
جن پريم پرڪاشي سنت منڊلي ۽ ديش وديش جي
مهان ودوانن پرم پوجنيہ سوامي جن جي مهان تياڳ
گهور تپسيا ۽ سندن اوچ آدرش جي ساراهه ڪندي
شردا جا سمن چاڙهيا. پرم پوجنيہ سوامي شانتي پرڪاش
مهراج جن سڀني پريمين کي چيو ته پرم پوجنيہ
سوامي جن جي اوچ آدرشن تي عمل ڪري اسين
هن پرمارٿ جي راهه تي هلي پرم آنند پائي
سگهون ٿا. اها ئي اسان سڀني جي سچي
شردانجلي آهي. پرم پوجنيہ سوامي جن اسان جي
۾ پريم جي جوتي جڳائي ويا آهن. اها جوتي

سدا پرڪاشت رهندي ۽ سندن پوتر ياد سدائين قائم
۽ دائم رهندي. هي مهان سنت پرڀوءَ جا پيارا سدا
امر اجر آهن.

تيرهان ڏينهن ويدڪ وڏيءَ آنوسار هون ڪرايو
ويو. پاٺن جا پوڄم پارايا ويا. برهم ڀوڄ ڪري
سيڪي براهمڻن کي دل کولي دان ڏنو ويو. پرم
پوجنيه سوامي جن جي پوتر ياد ۾ آن دان، وستر
دان ۽ موڪيا دان ڪري سيڪي کي ترپت ڪيو
ويو. سيڪي پريمين لاءِ پنڊار و ڪيو ويو.

تيرهي ڪانپوءِ ڪيترن پريمين جي دل ۾ اها
شنڪا اٿي ته پرم پوجنيه سوامي جن پنهن جي
پنيان ڪو گديسر نه چونڊي ويا آهن. سو پرم پوجنيه
سوامي جن ڪان پوءِ آشرم جو ڪاريه ڪيئن هلندو
پرم پوجنيه سوامي جن ته اوتاري پرش هئا. اهر
مهان اوتاري پرش پنهن جي پنيان ڪوئي چيلو
ڪونه ٺاهي ويندا آهن جيڪو سندن گدي نشين
ٿئي. هو ته هڪڙي راهه ٺيڪاري ويندا آهن جنهن
راهه تي سندن سيوڪي شش هلي سندن ناليو هميشه
لاءِ امر ڪري ڇڏيندا آهن.

ڏهين پاتشاهيءَ ڪانپوءِ گرو گوبند سنگهه گرو
گديءَ تي ڪنهن کي نه وهاريو ۽ اهو اعلان ڪيو ته
"گرو گرنٿ" صاحب جنهن ۾ ڏهن گرن جا مهان
آدرش ۽ سندن امر واڻي آهي اُن کي ٿي سپ

سک ٻنهن جو گرو مڃي انهن جي آدرشن تي عمل
ڪري انهن جي مارگ درشن ۾ هلي انهن کي امر
بڻائين. ان ڪان پوءِ سڀني سک گرو گرنٿ صاحب
کي ٻنهن جو گرو مڃي انجو پورو آدر ڪندا آهن.
هر ڪارج تي پاٺ صاحب رکائيندا آهن ۽ ان مان
امرت وچن وٺي هرڪو ڪارج پورو ڪندا آهن.

اهڙي نموني پرم پوڄيم سوامي ڄن جا پريمي
۽ پرم پوڄيم سوامي ڄن جي اوچ آدرشن تي هلي
سندن پويتر "جيون درشن" کي ٻنهن جو آدرش ۽
سونهون سمجهي هر وقت هر ڪارج تي شرڌا سان
ان جو پاٺ ڪري، ٻنهن جي دل ۾ سندن سڳورو
درشن ڪري ائين محسوس ڪندا ته پرم پوڄيم
سوامي ڄن ته اڄ ٻي پڻ اسان اسان ساٿ آهن ۽
اسان جي هر مشڪل آسان ڪري رهيا آهن. جاڪاڻ ته
جيئن "رامائڻ" جي هر چوپائي ۾ رام سمايل آهي
۽ هر شبد مان رام جو درشن ٿئي ٿو، تيئن پرم
پوڄيم سوامي ڄن جي "جيون درشن" جي هر
پنڪتي ۽ هر شبد ۾ پرم پوڄيم سوامي ڄن سمايل
آهن بس رڳو سک ۽ شرڌا سان ان کي پڙهڻ ۽
هندائڻ جي ضرورت آهي.

آشرم جي سندر وبوستا ڪرڻ ۽ سندن در سدا
پريمين لاءِ کولي رکڻ لاءِ سندن پريمين هڪ ٽرسٽ
ٺاهي، جنهن ٽرسٽ جو نالو "شري ماڌوداس ٽرسٽ"



آدرش نگر اجمير ۾ سوامي جن جي پوتر سماڌي

"پريم پرڪاش آشرم آدرش نگر اجمير" رکيو ويو.

پرم پوڄيہ سوامي جن جو پوتر نالو امر ۽ اجر
ڪرڻ لاءِ ٽرسٽ وارن پريم پرڪاش آشرم آدرش
نگر، اجمير ۾ اُن استان تي جتي پرم پوڄيہ
سوامي جن جو انتم سنسڪار ڪيو ويو هو، اُتي هڪ
سندر سنگمرمر جي سماڌي ٺهرائي آهي. شردالو
پريمين لاءِ هيءَ پوتر سماڌي تيرٿ استلي بڻجي
ويئي آهي. جيڪو بہ سوالي هتي اچي ٿو سو خالي
نٿو وڃي. سائين جن سڀني جون جهوليون ڀري
اُنهن جي من جون مرادون پوريون ڪن ٿا ۽ سڀ
پريمي هتي سک ۽ شردا سان عقيدت جا گل چاڙهي
سندن چرڻن ۾ سرڙو جهڪائي سندن رحمت جي
نظر لاءِ وينتي ڪن ٿا.

پرم پوڄيہ سوامي جن جي شڀ جنم ڏينهن
تي هن پوتر سماڌيءَ تي شاندار ميلو لڳندو آهي.
اُن ڏينهن شام جو سماڌيءَ تي بي شمار ميڻ بتيون
ٻاري روشني ڪئي ويندي آهي. سماڌيءَ کي
رنگبرنگي گلن سان خوب سجايو ويندو آهي. بئنڊ
باجا وڄندا آهن. ديش وديش مان آيل شردالو پريمي
ستگرو مهراج جن جي اُستتي ڪري سندن ساراھ جا
خوب ڀڄن ڳائيندا آهن. اُن وقت جي الوڪڪ
درشيہ جو بيان ڪرڻ کان ٻاهر آهي. اِئين لڳندو

آهي ته ڏياري آئي آهي ۽ سڀ شرڌالو ڀريمي رام جي ايوڌيا اچڻ تي خوب خوشيون منائي ڌهومي رهيا آهن. سڄو واتاورڻ سندن ملڻ ياد ۾ خوشنما ۽ سنگيت ڀي ويڙهو آهي.

اوم پـــورڻ مدهه پورڻ مِدم
پورڻـــات پورڻـــا مُد چيتي
پـــورڻ سيه پورڻ مدا يـــه
پـــورڻ ميـــوا وششيتـــي

اوم شانتي ! شانتي ! شانتي !

—8—

اوم شري پرماتماني نمھ

# آرتي

اوم جئہ جڳديش هري، سوامي جئہ جڳديش هري،
ڀڪت جنن جي سنڪٽ، ڇن ۾ دور ڪري.

1- جو ڌياوي ڦل پاوي، دک بنسي من ڪا،
سک سمپت گهر آوي، ڪشٽ مٽي تن ڪا.

2- مات پتا تم ميري، شرڻ گهون ڪسڪي،
تم بن اور نہ دوجا، آس ڪرون جسڪي،

3- تم پورڻ پرماتما، تم انتر يامي،
پار برهم پرميشور، تم سب ڪي سوامي.

4- تم ڪرونا ڪي ساگر، تم پالن ڪرتا،
مين مورکہ کل ڪامي، ڪرپا ڪرو ڀرتا.

5- تم هو ايڪ اگهوچر، سب ڪي پران پتي،
ڪس پد ملون ديا مئہ، تم ڪو مين ڪمتي.

6- دين بنڌو دکہ هرتا، تم رکشڪ ميري،
اپني هات اٺائو، شرڻ پڙا تيري.

7- وشيہ وڪار مٽائو، پاپ هرو ديوا،
شرڌا ڀڪتي بڙهائو، سنتن ڪي سيوا.

اوم شري ستنام ساکي

# آرتي

## ستگرو سوامي ٽيئونرام مهراج جن جي

جئه گـر ٽيئونـرام سوامي ، جئه گـر ٽيئونـرام ،
پـراپڪاري جـڳت اڌاري ، تـم هو پورڻ ڪام .

1- جب جب پرٿمين اپ ھت ڪارڻ ، تمڪو پڪارا،
تب تب گر اوتـاري ڌري تم ، سب ڪو نستارا .

2- پريم پرڪاشي مهدالچاريه ، منتر ساکي ستنام ؛
ڌرم سنـاتم ڪي پرچارڪ ، نيـ‌ـي نپٽ اپـرام .

3- ديش وديش پر مهداي اپي ڪر، پاون دي اپديش؛
آتـم روپ اسـڪايـا سبڪو ، هريا تاپ ڪليش .

4- پـورڻ اچل سماڌي تيري ، سٿ آسن پراجي ،
روپ منوهر سندر لـوچن ، ديکت من گاجي .

5- آتم اسٿت وچن ڪي پوري ، بوگي اندريه جتي .
پـرم اڌاري ڌيـرج ڌاري ، پـرم اگـاڌ متي .

6- ڌن ڌن مـاتا پتا ڪل تيرا ، ڌن تو ساڌ سجان .
ڌن سو ديش جهان تم جنميا ، ڌن تو شبد استان .

7- سر نرملي جن هري جن، گني جن، گاوت گن تيري ،
انت نـم پاه سڪي نـر ڪوئي ، مهما اپر پري :

8- جو جن تمهري آرتي گـاوي ، پاوي سو مڪتي ،
ساڌ سنگت ڪو هردم ديجي ، پورڻ گر پگتي .

"اوم شري ستنام ساکي"

# آرتي

## سنگرو سوامي ماڌوداس مهراج جن جي

اوم جئہ گرو ماڌوداس، سوامي جئہ گرو ماڌوداس
مهمت مهما اپار هئين ڏون، سڀ جي پڄايئہ آش.... اوم

1- جئہ روپي ٻچپن کان تو هئي، ڀڳتي ڪئي نشڪام
برهم گياني هو سنگر تنهنجو، سوامي ٽيئوڙرام.... اوم

2- تياڳي وئراڳي ڄجو ڳي جتي هئين، پورڻ تون ودوان
راڳہ ۾ تنهنجي راز ڀريل هو، دل ۾ تنهنجي ڀڳوان.... اوم

3- رڳہ رڳہ ۾ تنهنجي پيار سمايل، سڀ کي مست ڪيو
مهڻ ۾ تنهنجي مٺيا اهڙي، سڀ کي موهي ڇڏيو.... اوم

4- صبر شڪر هو مکہ ۾ تنهنجي، عجب تنهنجي ڀڳتي
راضي هردم رهين رضا ۾، ڌن تنهنجي جڳتي.... اوم

5- دل کولي تو دان ڪيو هو، دانين ۾ داني
خوش ٿي ڪارايو هو تو سڀکي، سنت هئين سماني.... اوم

6- رڌيء سڌيء جا مالڪ، تنهنجو وچن هئو وردان
سوالين جا تو سوال پڄايا، نرڌن ڪيا ڌنوان.... اوم

7- جيڪو تنهنجي آرتي ڳائي، دل ۾ رکي وشواس
شيش جهڪائي سنگت تو در، ڪارج ڪر تون راس.... اوم

## چند - ١

سرۆ سرو ہـم آد اتو ہـم یـوٕی ہـو ہم یہم یانـا
انت نـہ اوہم چایہ نہ دۆہم کادت کوہم ذر دیانـا
رھسیہ رامـم ذایک ذامہ نت نشکامہ تر ہـانـی
ہاد نامہ نش دن شامہ شري ٹیٚون‌ـرامہ گـر گیانی

## چند - ٢

چاتول چندن کنگو کیصر، ۆوان کی ورکـا برساتو
ترسنگھہ گـومکہ یہڑي بـاجا، طبلا سرندا جوالج بجاتو
یریر دیپک بورن گھي سي، اگر بتي اور ذوپ جلاتو
آرتي ساج کرو بھہ سندر، ستـگر کی جگکار بلاتو

## چند - ٣

آس وندي گر تو در آئي تو بن واھہ نـہ کاٹي رام
تون ھر داتا، تون ھر ماتـا میري آس پجائین رام
پاء پلو مٔن پیـري پیادي آیس ھیت منھوائین رام
تن من ذن ارداس کري مٔن مانگت نامہ سلیھي رام
نامہ تمھارا صاہ کر سان تو سان پـاپ سیھٔي رام
کھي ٹیٚون گر لـوک تین بر آواگمن مٹـائین رام
آواگمن مٹـائین ستگر سپ جـي آش پجائین رام

# " پلو "

پلو جي پائين داتا تنهن جي در تي ،
داتا در آيـن جا تون عرض اونائين ،
مڙيئي تن جي من تن جا دکڙا درد مٽائين ،
آشون اگهائين آشون آشوندن جون .

2_ جو جن آگر شرن ۾ وڃن کري اوداس ،
کهي ڏيئون تس داس کي پورن کريئي آس ،
دکم درد سڀ دور ٿيو لڳي نہ ديرم کي تراس ،
کارج هوون راس سڀئي کوئي نا رهي .

3_ ستگر تنهنجي در تي جيڪو پلو ٿو پائي ،
پڄن مرادون تنهن جون جيڪو سرور جهڪائي ،
دکم درد سڀ دور ٿين تنهن جو وار ونگو ناهي ،
آن ڌن ۾ برکت پوي تنهن جا ويرا وسائي ،
کارج نياڻين جا کري سائين پاڳ پلا ناهي ،
سڀ اوڇا ٿو لاهي جيڪو "ماڌو" ايندو نيم سان .

4_ سي پوچارا پر ٿيا سماڌ سيويو جن ،
آندائون عميق مان جوتي جواهرن
لڌائون لطيف جوي لعلن مان لهرن
کانهي قيمت تن ماهر مهانگو ان جو
5_ شيوا کر سمنڌ جي جڏي جر وهي ٿو جار
سوين نيڄن تنهن ۾ هيرا موتي لعل
جي ماسو جڙيئي مال تہ پوچارا پر ٿير